ناول

# تيت گونگي ڳالهايو




امر جليل

# نيٺ گونگي ڳالهايو

(ناول)


## امر جليل



عبرت گروپ آف پبليڪيشنس

A - 39، گلستان سجاد

حيدرآباد سنڌ

1994ع

عبرت بڪ ڪلب

نگران

قاضي اسد عابد

سٿاءِ ڪار

زيبِ سنڌي

تاج جويو


# نيٺ گونگي ڳالهايو

(ناول)


امر جليل



o

پبلشر

قاضي اسد عابد

عبرت گروپ آف پبليڪيشنس، حيدرآباد سنڌ

پرنٽر

غلام انور سهتو

پاپولر پرنٽرس، حيدرآباد سنڌ

o

پهريون ڇاپو: فيبروري 1994ع

o

قيمت: سادي ڪاپي [redacted]-00

اُوچي ڪاپي [redacted]-00

NETH GOONGAY GALHAYO, A Novel in Sindhi,
Written By: Amar Jalil
Published By: Qazi Asad Abid, Ibrat Group Of Publications
Hyderabad, Sindh Pakistan. Feb: 1994.
Price: Per Copy: Rs: 25/= Library Edition; Rs: 50/=

**امر جليل** اهو ليکڪ آهي، جنهن سنڌي ڪهاڻيءَ کي نئون موڙ ڏنو. هُن ڪار جهڙي خشڪ صنف کي عام پڙهندڙن ۾ مقبول بڻائي ڇڏيو - ۽ امر جي قلم مان اُها روشني ڦٽي ٿي، جيڪا سنڌي ناول کي نئون ٽرينڊ ڏيندي. اهو چوڻ ۾ ڪو به وڌاءُ نه ٿيندو ته امر جليل سنڌي ادب جو ٽرينڊ ميڪر آهي. جيتوڻيڪ امر جليل جو هيءُ پهريون ناول آهي، پر امر جهڙي سگهاري ليکڪ مان اسين اهڙن ڪيترن ناولن جي اميد رکي سگهون ٿا.

ڪهاڻي، ڊرامو ۽ ناول، ٽيئي فڪشن آهن - جيڪڏهن هر ڪهاڻيڪار فقط هڪ ناول به لکي ته سنڌيءَ ۾ ناول جي کوٽ پوري ٿي سگهي ٿي. ناول جي اسان وٽ کوٽ ته آهي ئي، پر هيءُ هڪ اهڙو ناول آهي، جيڪو اسان جي کوٽ واري احساس کي گهٽائڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندو. ائين، جيئن ڪنهن مڙس ماڻهوءَ کي ڏهيسر چنبو آهي.

اسان وٽ چڱن ڀلن ليکڪن جي ڪتاب جون هزار ڪان ٻه هزار ڪاپيون مشڪل سان وڪامنديون آهن. جڏهن ته ڪنهن ڪتاب جو ٻيو ايڊيشن ڇپجڻ وڏي ڳالهه سمجهي ويندي آهي - پر امر اهو واحد ليکڪ آهي، جنهن جا هيل تائين جيڪي به ڪتاب ڇپيا آهن، ان مان ڪو هڪ به اهڙو ڪتاب ناهي، جيڪو فقط هڪڙو ڀيرو ڇپيو هجي. سندس ڪتابَ ٻن ڪان وٺي پنجن ايڊيشنس تائين ڇپيا آهن؛ ۽ اهو سنڌ جي افسانوي ادب جو هڪ رڪارڊ آهي - ۽ سندس پهريون ڪتاب به، اڄ تائين ايترو ئي مقبول آهي، جيترو سندس ڪوئي نئون ڪتاب - ۽ اِها، اُها حقيقت آهي، جيڪا امر جي تحريرن لاءِ امرتا جو ڏس ڏئي ٿي.

زيب سنڌي
تاج جويو

حيدرآباد، سنڌ
1 - فيبروري 1994ع

مان پنهنجي سڃاڻپ، پنهنجي شناخت وڃائي ويٺو آهيان. مون کي ڪا خبر ڪونهي تہ مان ڪير آهيان. منهنجو نالو ڇاهي؟ مان جوڳي آهيان، يا دشمن جي تخريبڪار قوتن جو ايجنٽ تارا چند آهيان! ملڪ جو دشمن آهيان! غدار آهيان! مان ڪير آهيان؟ مون کي ڪا خبر ڪونهي، حادثن جي سلسلن ۾ تاريخ جا سمورا سلسلا گم ٿي ويا آهن. سچ جي صحرا ۾ مان پنهنجا پيرا وڃائي ويٺو آهيان. مون کي ڪو لهي نہ سگهندو. مان ڪنهن کي لهي نہ سگهندس، بي موسم بادل وانگر پٽڪندي مان ڪنهن ويراني تي وسندس، ۽ پنهنجي فنا جي تصديق ڪري هليو ويندس.

زندگيءَ ۽ موت جي ميدان ۾ فٽبال وانگر ٿڏجندي، مون هيءُ ناول لکيو آهي. هيءُ ناول منهنجن ڪيل ۽ نہ ڪيل ڏوهن، گناهن جو دستاويز نہ آهي. ۽ نہ ئي، هيءُ ناول مون پنهنجي بچاءَ ۾ لکيو آهي. جنهن معاشري ۾ پگهاردار شاهد عدالت جي ڪٽهڙي ۾ بيهي، قرآن تي قسم کڻي، ڪوڙ ڳالهائي، سچ کي شڪست ڏيندا آهن، تنهن بدعنوان ۽ بداخلاق معاشري ۾ پنهنجي لاءِ بچاءَ جي جنگ کي مون بيمقصد سمجهيو آهي. بچاءَ بدران، مون ناول لکڻ کي ترجيح ڏني آهي.

هن ناول جي شروعات مون راولپنڊيءَ جي ڊسٽرڪٽ هاسپيٽل ۾ ڪئي هئي، جتي چيري ڦاڙي منهنجي وجود مان سرجن روالور جون گوليون ڪڍي ورتيون هيون. وڏيءَ جاکوڙ کان پوءِ، هو مون کي موت جي پاتال مان ڪڍي آيا هئا. زندگيءَ جي چانئٽ ٽپي، مان موت جو در ڪڙڪائي موٽي آيو آهيان. زندگي منهنجي لاءِ بيمقصد ۽ بيمعني ٿي پيئي آهي.

# 1

چانهه ٺاهيندي، مون گلاب گونگي کي چيو، "تون مون وانگر آزيڪاپ نہ آهين، بلڪ معصوم آهين، جنهن ڪم ۾ مان ناڪام ٿي چڪو آهيان، سو ڪم تون ڪري نہ سگهندين. تون بہ مون وانگر پيو ڪو ڪم ڪر."

جمعي جو ڏينهن ۽ صبح جو وقت هو. گلاب گونگو آمليٽ لاءِ بصر ڪپي رهيو هو، ۽ اکين مان هنجون هاري رهيو هو. قميص جي ٻانهن سان اکيون اگهي هن مون ڏانهن ڏٺو.

چانهه جي ڪوپ ۾ کير ۽ کنڊ وجهندي چيم، "تون ڪنهن بہ صورت ۾ محمد اسلام آف قاضي محلہ روهڙي شريف کي ڳولي نہ سگهندين. اسلام آباد ڏاڍو نامراد شهر آهي. اسلام کي کائي ويو آهي."

گلاب گونگي کي منهنجي ڳالهہ نہ وڻي. هن ڪنڌ کي سٽ ڏني ۽ بصر ڪپڻ لڳو.

چانهن جي سپ پريم. چيم، " اسلام آباد ۾ گم ٿيل اسلام کي ڳولڻ لاءِ مون سالن جا سال، مهينن جا مهينا ۽ ڏينهن جا ڏينهن وڃائي ڇڏيا آهن. مان کيس ڳولي نہ سگهيو آهيان. تون کيس ڪيئن ڳولي سگهندين؟"

گلاب گونگي ڇري رکي ڇڏي، قميص جي ٻانهن سان اکيون اگهي، هن پينسل ڪڍي ڪاغذ تي لکيو، " توکي اسلام آباد جون ڏاٿيون وراڻي ويون آهن. تون اسلام کي ڳولي نہ سگهندين. اسلام کي مان ڳوليندس."

ڪاغذ پڙهي ڪاوڙ وچان چيم، "جنهن ڏينهن تون اهو ڪارنامو سرانجام ڏيندين، تنهن ڏينهن مان خودڪشي ڪندس."

گلاب گونگو ٽهڪ ڏيڻي کلي پيو.

چيم، "ڇو؟ تون ڇا ٿو سمجهين، مان خود ڪشي ڪري نہ سگهندس؟"

گلاب گونگي هڪدم ڪاغذ تي لکيو، " خودڪشي جيئرا ڪندا آهن، ورهيہ ٿيا جو تون مري ويو آهين".

ڪاغذ مروڙي سروڙي ٻاهر ۾ اڇلايم. چانهن جو ڪوپ کڻي ٻاهر ويندي چيم، "تون اسلام کي ڳولڻ ۾ ڪڏهن به ڪامياب نه ٿيندين. اسلام آباد ڏاڍو نامراد شهر آهي. تون به اسلام وانگر هن شهر جو ڪاچ ٿي ويندين."

بورچيخاني مان نڪري، ورانڊي ۾ وڃي ويٺس. اخبارون ٽڙيون پکڙيون پيون هيون. جمعي ڏينهن چار پنج اخبارون اسان جي فليٽ تي ايندڀون آهن. مان صبح جو سوير ننڊ مان اٿي نه سگهندو آهيان. هميشه سج اڀرڻ کان پوءِ ننڊ مان اٿندو آهيان. گلاب گونگو، منهنجو دوست، منهنجو ساٿي ڏاڍو نيڪ بخت آهي. صبح جو سوير ننڊ مان اٿندو آهي. اٿڻ شرط منهن تي پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻي، جاگر پائي، ڊوڙندو ڪراچي ڪمپنيءَ کان ٻاهر هليو ويندو آهي.

بدنما فليٽن جي طويل سلسلي کي اسلام آباد وارن ڪراچي ڪمپنيءَ جو نالو ڏيئي ڇڏيو آهي. چون ٿا ته پنهنجي نوعيت جا واهيات فليٽ ٺاهڻ لاءِ ٺيڪو ڪراچيءَ جي هڪ ڪمپنيءَ کي ڏنو هئائون. ٺيڪيدار، پنهنجي ٺيڪي جا پيسا ڇڏائي. ۽ پٺيان نهايت بدنما، بدصورت ۽ پوانتن فليٽن جو شيطاني سلسلو ڇڏي الوپ ٿي ويو هو. ڪراچي ڪمپنيءَ وارو ٺيڪيدار پاڻ ته گم ٿي ويو، پر فليٽن تي پنهنجي ڪمپنيءَ جي ڇاپ ڇڏي ويو. اهو ڏينهن، اڄ تائين انهن فليٽن کي سڏين- ڪراچي ڪمپني! ڪراچي ڪمپنيءَ جي فليٽن ۾ سنڌ مان آيل گلاب گونگي ۽ مون جهڙا مولاتي وڏي تعداد ۾ رهندا آهن- هجين حياتي، سدائين هڪٻئي کان رُلل رهندا آهن!

گلاب گونگو هوندءَ ته هفتي جا ڇهه ڏينهن فليٽ ۾ ني ڏنڊ بيٺڪون هڻندو آهي، ۽ قسمين قسمين ڪسرتون ڪندو آهي. پر، خاص ڪري جمعي ڏينهن گلاب گونگو اسر ويل اٿي ڊوڙندو، ڪراچي ڪمپنيءَ جي فليٽن کي پونتي ڇڏي، پشاور موڙ ڏانهن هليو ويندو آهي. پشاور موڙ کان اوپن يونيورسٽيءَ وارو رستو وٺي، قبرستان کان ٿيندو، جهرن جهنگن مان شارٽ ڪٽ هڻندو، فليٽ تي موٽي ايندو آهي. اچڻ شرط اخبارن جو بنڊل کولي ويهي رهندو آهي. اخبارن مان هو فقط ايڊيٽوريل پڙهندو آهي. سمورين اخبارن جا ايڊيٽوريل پڙهي گلاب گونگو بورچيخاني ۾ وڃي بيهندو آهي ۽ نيرن ٺاهڻ کي لڳي ويندو آهي. اها هن لاءِ هر جمعي جي ڪرت آهي. هونءَ نه ته، هفتي جا ڇهه ني ڏينهن اسين پنهنجي آفيس ۾ وڃي نيرن ڪندا آهيون.

سج چڙهڻي کان پوءِ مان ننڊ مان اٿندو آهيان. ٿڙندو ٿاٻڙندو غسلخاني ۾ وڃي، نلڪي هيٺان مٿو ڏيئي پاڻي ڪولي ڇڏيندو آهيان. مٿي تي پاڻي پوڻ سان ڪجهه ڪجهه، هوش ۾ ايندو آهيان. غسلخاني مان نڪري ٽاپا ڪائيندو، بورچيخاني ۾ وڃي پنهنجي لاءِ چانهن ٺاهيندو آهيان.

گلاب گونگو نيراني چانهه نه پيئندو آهي. هو نيراني پاڻيءَ جو ٿڌو گلاس پيئندو آهي. اهي نيڪ بنديءَ جون نشانيون آهن. جنهن ۾ ڪيس چانهه ملڻ جو امڪان ڪونهي. نيراني چانهه پيئڻ وارن منهنجي حضرت تي هڪ دفعي پني تي لکيو هئائين. تون ڪارو انگريز آهين ۽ فرشتن جي لعنت سبب سنڌ ۾ ڄائو آهين.

هن ڪيٽ هر جمعي تي گلاب گونگو آمليٽ کائيندو آهي. آمليٽ کائڻ ۾ هو منهنجو مٽ پاڻ آهي. سموري سنگت جو متفق فيصلو آهي ته آمليٽ کائڻ ۾ گلاب گونگو فخر پاڪستان آهي. بلڪ فخر ايشيا آهي. هو جڏهن آمليٽ کائيندو آهي، تڏهن جهٽ هٿي اخبار مون کان ڦري وٺندو آهي. سنڌس ان حرڪت جو مطلب هوندو آهي- نيرن تيار آهي.

چانهه جون سرڪيون ڀريندي مان سڀ کان اڳ اشتهار پڙهندو آهيان. هر طرح جا اشتهار، بين جا، گهريلو سامان، موٽرن، جانورن، فليٽ، بنگلا ۽ پلاٽ وڪڻڻ جا اشتهار، شاديءَ ۽ سڱا بنديءَ جا اشتهار، مٽي تي وارن وڌائڻ جا اشتهار! ان کان پوءِ ڌاڙن، اغوا ۽ خونن جون خبرون پڙهندو آهيان. سياسي خبرن پل وچان به نه پڙهندو آهيان. سياسي خبرون پڙهي مون کي ڪراهت ايندي آهي. هو سمورو ڏينهن اوڪارا ڪندي گذريندو آهي.

هيءَ جنهن جمعي جي ڳالهه آهي، انهن ڏينهن صبح جو چانهه پيئڻ کان پوءِ مون اخبارن مان اشتهار وٺي پڙهيا. اشتهار پڙهندي مون کي گلاب گونگي جو خيال آيو. اسلام آباد ۾ هو اسلام کي ڪيئن ڳولي سگهندو! اهڙو شهر، جيڪو سيڪٽرن ۾ ورهايل هجي، جنهن ۾ هڪ سيڪٽر جا رهواسي ٻئي سيڪٽر جي رهواسين کي ڪمتر سمجهندا هجن، ۽ پاڻ کي برتر! اهڙي نياڳي شهر ۾ گلاب گونگو اسلام کي ڪيئن تلاش ڪري سگهندو! مان بريءَ طرح ناڪام ٿي چڪو آهيان. ڪوبه حيلو بهانو ڪارگر ثابت نه ٿيو آهي. ڪا به ڪوشش ڪامياب نه ٿي آهي. اسلام آباد ۾ اسلام، اسان جو سنگتي ۽ پاڙيسري، اهڙي نموني گم ٿي ويو آهي، جيئن سچ!

گلاب جهٽ هٿي اخبار منهنجي هٿن مان ڦري ورتي. ان جو مطلب هو ته نيرن تيار هئي. تڏي تي آمليٽ، ڊبل روٽيءَ جون سيڪيل سلائيسون، ڀڳل سيون، چانهه جي ڪيٽلي ۽ ڪوپ رکيا هئا. اسين ٻئي هڪٻئي جي سامهون پلٿي هڻي ويهي رهياسين. آمليٽ جو ٽڪر کائيندي گلاب کي چيم، "تون جنهن ڇوڪريءَ سان شادي ڪندين، سا ڏاڍي سکي رهندي."

گلاب مرڪڻ لڳو.

مون گلاب کي چيو، "تون محمد اسلام کي ڳولڻ جو خيال دل مان ڪڍي ڇڏ. مون کي پڪ آهي ته اسلام اسان کي اسلام آباد ۾ نه ملندو."

پينسل ڪٽي پني تي لکيائين: ٻيو ڇا ڪريان؟

آمليٽ تي سيون رکي کائيندي ، چيم، "تون کو تاريخي ڪارنامو ڪري ڏيکار- ڪنهن اينر هوسٽس سان عشق ڪري ڏيکار - پنهنجي علائقي جو گونگو ڪائونسلر تي ڏيکار - گونگو سينيٽر، يا وري اسيمبليءَ جو گونگو ميمبر ٿي ڏيکار."

گلاب گونگو مُرڪڻ لڳو.

چيم، "تون هينئن ڪر گلاب! تون چونڊن ۾ اول بيهڻ جو ۽ پوءِ ويهڻ جو اعلان ڪر ۽ وري بيهڻ جو اعلان ڪر ۽ آخر ۾ سمهي پوڻ جو."

گلاب پينسل کڻي پني تي لکيو، "تون پنهنجي بڪواس بند ڪر، تون جڏهن به بڪواس ڪندو آهين، آمليٽ جو خانو خراب ڪري ڇڏيندو آهين."

"خبر اٿئي!" مون گلاب کي چيو، "هندستان جي تاريخ ۾ هڪ گونگو پهلوان ٿي گذريو آهي، هن گاما پهلوان کي شڪست ڏني هئي."

گلاب گونگو ڊبل روٽيءَ جي سلائس سان آمليٽ کائيندو رهيو ۽ رکي رکي مون ڏانهن ڏسندو رهيو ۽ مرڪندو رهيو. هن جي مُرڪ ڏاڍي پراسرار هئي.

مون ڪيس ٻانهن ۾ هٿ وجهندي چيو ' "تون ڳالهاءِ گلاب ، ڳالهاءِ ! سچ نہ ، تہ ڪٿي ڪوڙ ئي ڳالهاءِ ! اسان جي ملڪ ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ واري جي ڏاڍي عزت ۽ ساک هوندي آهي، تون ڳالهاءِ گلاب - ڳالهاءِ !

گلاب پاسي ۾ رکيل پينسل کڻي، ڪاغذ تي لکيو ' تون مائڙي ڪري آمليٽ کاءُ ، ٻوڙا! پر ڌيرج سان.

"ٺيڪ آهي، ٺيڪ آهي، تنهنجي چوڻ مطابق مان ٻوڙو آهيان." ڪجھ ڪجھ خفي ٿيندي چيم، "ان جو مطلب آهي تہ تون محمد اسلام آف قاضي محلہ روهڙي شريف کي ڳولڻ کان سواءِ اسلام آباد ۾ ٻيو ڪو ڪم نہ ڪندين!"

پني تي لکيائين ' "ها، مان ٻيو ڪو ڪم نہ ڪندس."

"اسلام آباد ۾ اسلام کي ڳولڻ هوڻ نئي امڪان کان ٻاهر آهي." کيس سمجهائڻ واري نوع ۾ چيم، "پر، جيڪڏهن خاموش رهندين، ڳالهائيندين نہ، تہ پوءِ قيامت تائين اسلام کي ڳولي نہ سگهندين."

گلاب گونگي منهنجي ڳالھ ڪي اهميت نہ ڏيندي ڪاغذ تي لکيو ' "آمليٽ ختم، پيسا هضم، ٿانو کڻي، بورچيخاني ۾ وڃي ڏواءُ!"

مون کي ڪاوڙ لڳي، خالي پليٽون ۽ ڪوپ کڻي ڌوئڻ لاءِ بورچيخاني ڏانهن هليو ويس. ●

# 2

آفيس ۾ ڪا منجهند منهنجي لاءِ سياڳي ٿي پوندي آهي. ان ڏينهن صاحب جي ڪٽي ڪا لنچ يا ورڪنگ لنچ هوندي آهي. اوهين لنچ تہ سمجهو ٿا نہ! منجهند مهل جيڪا ماني صاحب کائيندا آهن، سا لنچ هوندي آهي. ۽، منجهند مهل ڪم ڪار هلندي صاحب جيڪا ماني کائيندا آهن، سا ورڪنگ لنچ هوندي آهي. منجهند مهل اسين جيڪي ڪجهہ کائيندا آهيون- مثال طور پاروٺن چانورن سان دال، يا پڪوڙا، يا تريل پٽاٽا، سا اسان لاءِ منجهند جي ماني هوندي آهي. منهنجي چوڻ جو مقصد آهي تہ منجهند مهل حاڪم لنچ ڪندا آهن، ۽ محڪوم منجهند جي ماني کائيندا آهن.

جنهن ڏينهن صاحب لنچ لاءِ روانو ٿي ويندو آهي، تنهن ڏينهن عملي جي هر هڪ فرد ۾ نماز جو جذبو جاڳي اٿندو آهي. ان ڏينهن عملي جا ماڻهو آفيس جي ورانڊي ۾ بيهي ظهر جي نماز نہ پڙهندا آهن. ان ڏينهن هو بہ چار ميل پري، ڪنهن مسجد ۾ نماز پڙهڻ لاءِ هليا ويندا آهن، جتان هو وري ٻئي ڏينهن صبح جو آفيس ايندا آهن. اهڙو ڏينهن منهنجي لاءِ ڏاڍو سياڳو ڏينهن ٿي پوندو آهي.

الائي تيل، يا گئس ڳولڻ لاءِ چين يا جپان، يا ان قسم جي ڪنهن ملڪ کان ماهرن جي ٽيم آيل هئي. سندن مان ۾ ان محڪمي طرفان منجهند جي ماني، بلڪ لنچ ڏني ويني هئي. هنن اسان جي محڪمي واري صاحب کي بہ سڏايو ويو هو. اسلام آباد ۾ ان قسم جا ڪانا روز پيا ڪائين! آسٽريليا، آمريڪا، ڪينيڊا، جرمني، انگلينڊ وغيره کان ماهرن جي ڪانہ ڪا ٽيم اسلام آباد ۾ روزانو ايندي آهي، تيل، گيس، قيمتي پٿرن، معدنيات، زراعت، ايٽمي توانائيءَ تي ڳالهہ ٻولهہ هلندي آهي. ڳالهہ ٻولهہ دوران منجهند مهل لنچ بہ هلندي آهي، جنهن ۾ هڪ محڪمي جا صاحب ٻين محڪمن جي صاحبن کي دعوت ضرور ڏيندا آهن. اهو ذري گهٽ روز جو معمول آهي. اسان وارو صاحب ڏاڍو حرفتي آهي. هو فقط هاليڊي ان، پرل ڪانٽينيٽل، ۽ اسلام آباد هوٽل ۾ ڏنل لنچ جي دعوت تي ويندو آهي. دل جو مريض آهي، تنهنڪري فقط تريل مڇي، ۽ روسٽ ڪڪن تي طبع آزمائي ڪندو آهي. پنهنجيءَ صحت جو ڏاڍو خيال رکندو آهي. لنچ کائڻ کان پوءِ صاحب آفيس بدران گهر هليو ويندو آهي، ۽ ڊوَ تي منجهند جي ننڊ ڪندو آهي. ان لاءِ هن ڊاڪٽرن کان سرٽيفڪيٽ وٺي ڇڏيو آهي. بہ چار دفعا آمريڪا ۽ انگلينڊ مان دل، دماغ، گُردن، ڦڦڙن ۽ جگر جي چڪاس سرڪاري خرچ تي

ڪرائي آيو آهي.

تيل، گيس، قيمتي پٿر، وغيره ڳولڻ وارن غير ملڪي ماهرن جي مان ۾ ڏنل لنچ تي صاحب اڌ ڪلاڪ ڪن ڳ روانو ٿي ويو هو. صاحب جي وڃڻ ڪان پوءِ، خدا جي ڪنهن بہ نيڪ بندي وراندي ۾ نماز لاءِ تڏا ء فراسيون نہ وڇايون. خدا جا سورا نيڪ بندا ننڍڙن ننڍڙن ٽولن ۾، منجهند جي، يعني ظهر جي نماز لاءِ، ٽي چار ميل پري، ڪنهن عالمگيري، غزالي، حنفي، ملڪي، حنبلي مسجد ڏانهن روانا ٿي ويا. ڏسندي ئي ڏسندي سموري آفيس خالي ٿي ويئي. آفيس ۾ رهيو مان، ۽ ڪجهہ ٽيليفونون، سي بہ ويچاريون ئي [illegible] مددگار، رهجي ويون. ئي يارو مددگار ٽيليفون ڏسي منهنجي وات مان ڪڪ لڙي پوندي آهي. [illegible] ويهي رهندو آهيان، ۽ ويٺو نمبر ڦيرائيندو آهيان. سمورن شهرن ۾ واقفڪارن ڪان موسم [illegible] حال احوال، ۽ ڊال چانورن [illegible] پڇي، آخر ۾ ڏاسن سان ڳالهائيندو آهيان.

سموري ملڪ [illegible] ن موسم جو حال، ۽ ڊال [illegible] معلوم ڪرڻ کان پوءِ مون [illegible] جي خيريت پڇڻ لاءِ حيدرآباد [illegible] ڊائل [illegible]

پڇيو [illegible] يار دوست چڱا ڀلا، ۽ سڀئي ڪي [illegible] ڪري [illegible]؟

جواب مليو، اڌر خير لٹ پڙا هي. شبنم [illegible] اڪ [illegible] پاني [illegible] پڙا هي.

[illegible] ڪا دلخراش منظرا هوت پڙا هي.

[illegible] آباد ۾ ڪيا ڪرتا پڙها هي؟

[illegible] اسلام آباد ۾ توي سي اپنا [illegible] ڪالا ڪرنا [illegible] هي. اور لوڻ [illegible] پڙا هي.

[illegible] ڪندي، الائي ڇو منهنجو هٿ ڪنبي ويو. اڌ رنگ!

[illegible] انهن کي ٿيندو آهي، جن کي ڪو رنگ هوندو آهي. مان بي رنگ [illegible]

[illegible] وقت چارڻ چريو ڊوڙندو آيو. دلبر ماڻهو آهي، رات جاڳي [illegible] آهي، ۽ ڏينهن جو خواب ڏسندو آهي. هو ان ڳالهہ تي ڏاڍو خوش آهي تہ، موهن جي دڙي ۾ گندي پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ موريون ڊڪيل ۽ سنيون سڌيون آهن.

مون چارڻ ڏانهن ڏٺو. پڳهر ۾ شمڻ سهڪي رهيو هو.

سهڪندي چيائين، "گلاب گونگي کي آپارا وٺان گرفتار ڪري وٺي ويا آهن."

"ڇو؟" مون کان ڇرڪ نڪري ويو.

"رات پاڻي تي مارڪر سان وڏن اکرن ۾ لکيو هئائين تہ- اسلام تون ڪٿي آهين ڳوٺ ۾ سڀئي تنهنجي لاءِ فڪر مند آهن!"

"ها ، لکيو هنائين."

"آبپاره وٽ پانو متي ڪري بيهي رهيو. ماٺهو اچي مڙيا."

"هنگامو ٿي پيو ڇا؟"

"نہ."

"تہ پوءِ گرفتار ڇو ڪيانونس؟"

چارڻ پنهنجي مخصوص لهجي ۾ انداز ۾ سوررو احوال ڏنو: اسلام لاءِ سنڌيءَ ۾ لکيل نعري وارو پانو، ڪوڪن سان بانس جي لڪڙي تي ٺوڪي، گلاب گونگو صبح جو ڏهين لڳي آبپاره وٽ اچي بيٺو. ڪجهہ ماڻهن ڪي سنڌيءَ ۾ لکيل نعرو سمجهہ ۾ نہ آيو. هجوم گڏ ٿي ويو. ڊيوٽيءَ تي موجود سپاهين جو ڌانهس ڏيان ڇڪجي ويو. هنن ڪي بہ سنڌيءَ ۾ لکيل عبارت سمجهہ ۾ نہ آئي. گلاب سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪيائون. گلاب چپ. عبارت ۾ فقط هڪ لفظ سمجهہ ۾ آين، اسلام! بيٺي پير فيصلو ڪيائون تہ پڪ تخريبڪار آهي، ۽ وڳوڙ پيدا ڪرڻ لاءِ اسلام آباد هليو آيو آهي. گلاب گونگي ڪي مُڪون ۽ ٺڏا هڻندا آبپاره ٿاڻي ڏانهن وٺي ويا.

سوچيم، مدد لاءِ ڪهڙي دوست کي فون ڪجي. سڀ کان اڳ مُراد ٺاٺاري جو خيال آيو. وڏي رهائيءَ وارو آهي. ايف آئي اي ۽ پوليس ۾ ڪافي اثر رسوخ اٿس. ڪارڪن ۽ ماڪيءَ جي شيشن سان اڌ اسلام آباد کي مُٺ ۾ ڪري ورتو اٿائين. سنڌس نمبر ڊائل ڪيم.

رسيور مان آواز آيو، "هلو، مراد ٺاٺارو اسپيڪنگ."

باڊي بلڊرن جهڙو متارو آهي. آواز بہ متارو اٿس، جهڙو ڦاٽل ڍهل! چيم، "ڇا پيو ڪرين."

"اڙي! جاني تون آهين ڇا!"

"ها، مان آهيان. ٻڌاءِ تہ هن وقت ڇا پيو ڪرين."

"فائيلن جو ڍيڙو ويٺو ڀوڙيان."

"تنهنجي مدد گهرجي- هڪدم."

"وري ڪنهن جي اسڪوٽر جو چالان ٿيو آهي ڇا؟"

"گلاب گونگي کي گرفتار ڪري وٺي ويا آهن."

"ڇو! ڇا ڪيائين!"

"ڪيائين تہ ڪجهہ بہ نہ. اسلام لاءِ بنير کڻي آبپاره وٽ بيٺو هو. تخريبڪاريءَ جي الزام ۾ گرفتار ڪري ويا اٿس."

مراد ٺاٺارو ٽبيءَ ۾ پنجي ويو.

ڪجهہ دير کان پوءِ پڇيومانس، "لاٽين تي آهين، يا ڪٽجي ويو آهين؟"

"هاڻي هينئن ٿا ڪريون، جاني! 'ڪنگهڪار ڪندي ڇيائين،' مان پوليس عملدارن

سان ڳالهايان ٿو. تون پنهنجي نمبر تي آهين نہ؟"
چيم، "ها، پر دير نہ ڪجانءِ. سَچُ ڪرائڻ جي چڪر ۾ ماري نہ وجهنس."
"تون فڪر ني نہ ڪر جاني! "چيائين،" اڌ ڪلاڪ اندر موٽائي فون ٿو ڪريانءِ."
مون رسيور رکي ڇڏيو.
چارڻ چريو ڏاڍو فڪرمند هو. چيائين، "مُراد ٺاٺارو وڏو چڪرباز آهي. تون هني ڪنهن سان ڳالهاءِ."
"نہ يار." چيم، "ياد اٿني دُرل مانجهيءَ کي ڪوارٽر ولي ڏيڻ ۾ ڪيڏي مدد ڪني هئانين."
"اها ہي ڳالهہ هني." چارڻ چيو، "هيءُ پوليس جو معاملو آهي."
"ڇا جو پوليس جو معاملو آهي!" خفي ٿيندي چيم، "گلاب ڪا چوري ڪني آهي، ڪو ڌاڙو هنيو آهي!"
"تون ڇا ٿو سمجهين!" چارڻ چيو "هيءُ جو پوليس ماڻهن کي روزانو هِتان هُتان گرفتار ڪندي آهي سي سڀئي چور، ڌاڙيل ۽ قاتل هوندا آهن!"
""تون سوشل ڪرٽڪ، سماجي نقاد آهين. توکي نقط عيب نظر ايندا آهن."
چارڻ کي سمجهائيندي چيم، "اصل ۾، ويچارو مراد ٺاٺارو ايڏو چڪرباز ناهي، جيڏو تون کيس سمجهين ٿو."
چارڻ ڏند ڪرٽيندي چيو، "جيڪي ماڻهو وار ڪارا ڪري، ٽري پيس پائي ۽ وات ۾ چروٽ يا پائيپ وجهي پرسنلٽي ٺاهي هلندا آهن، سي بنيادي طرح جُڙتو، ۽ بندبل هوندا آهن."
"هائي هينئن ٿا ڪريون." "چيم" بحث ۾ مٿو خراب ڪرڻ بدران چانهہ ٿا ٺاهيون"
مان اٿي چانهہ ٺاهڻ لڳس.
چارڻ چيو، "جيستائين مراد ٺاٺارو فون تي ڪو بندبل هٿندو، تون چانهہ ٺاهيندين، تيستائين پوليس وارا گلاب گونگي کي اڌ مئو ڪري ڇڏيندا."
مون دل ۾ محسوس ڪيو تہ چارڻ چرني سچ پني چيو. پر، سوري سنگت ۾ مراد ٺاٺارو سڀني کان وڌيڪ رهائيءَ وارو هو. پبلڪ رليشننگ خاطر هو اسلام آبادين کي گهڻ ۾ گهڻ هڪ ٽن سنڌ جي ماکي ڇٽائي چڪو هو. مون کي پڪ هني تہ گلاب گونگي کي پوليس جي چنبي مان ڇڏائڻ ۾ مراد ٺاٺاري کان وڌيڪ بااثر دوست ہيو ڪوبہ نہ هو.
چانهہ ٺاهي، ماٺ ڪري ويهي رهياسين. رکي رکي سرڪيون پريندا رهياسين. اڌ مني ڪلاڪ کان پوءِ فون جي گهنٽي وڳي. مراد ٺاٺاري چيو، "معاملو سنگين آهي جاني! پوليس آفيسرن کي پڪ آهي تہ گلاب گونگو تخريبڪار آهي. -هندستان

جي سيڪريٽ سروس جو ميمبر آهي.'

'بڪواس آهي.' مون ڪان رڙ نڪتي. چيم، 'مان ٿو وڃي ايس.ايچ.او جي ٻچي سان ڳالهايان.'

'نه جاني، نه!' مراد ناناري هڪدم چيو.' اهڙي غلطي نه ڪجانءِ! پوليس گلاب گونگي جي ساٿين کي تلاش ڪري رهي آهي.'

'يعني؟'

'گلاب گونگو تو وٽ رهيل آهي.' مراد ناناري چيو،' پوليس توکي تلاش ڪري رهي آهي.'

'پوليس مون کي تلاش ڪري رهي آهي!'

'ها جاني! پوليس توکي تلاش ڪري رهي آهي.' مراد ناناري چيو،' منهنجي مَڃُ. ڪجهه عرصي لاءِ روپوش ٿي وڃ.'

مون رسيور رکي ڇڏيو، ۽ چارڻ چرني ڏانهن ڏٺو. ●

# 3

ڪلاڪ ٻن جي ويجهو ڏيڍ ڪلاڪ کان پوءِ پڪ ٿي وئي ته گلاب گونگو آبپاره ٿاڻي ۾ بند هو. پوليس کي پڪ هئي ته گلاب دهشت گرد هو، ۽ هن جو تعلق سنڌ جي هڪ دهشتگرد گروهه سان هو.

چارڻ چيو "ايس.ايڇ.او سياڻي پريس ڪانفرنس ۾ گلاب ۽ سنڌس دهشت گرد گروه جي باري ۾ صحافين کي تفصيل ٻڌائيندو."

اسلام آباد جي ڪجهه صحافين سان چارڻ جي دوستي آهي. هو مون کي آفيس ۾ ڇڏي وڌيڪ معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ پريس ڪلب هليو ويو.

آفيس جي خالي ڪمرن ۾ مون کي پنهنجي دل جي ڌڙڪڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. مون زندگيءَ ۾ اڳ ڪڏهن به دل جي ڌڙڪڻ جو آواز نه ٻڌو هو. ٽي چار ٽيليفون بي يارو مددگار منهنجي سامهون پيا هئا. ڪجهه سمجهه ۾ نه پئي آيو ته ڪنهن سان ڳالهايان، ۽ ڇا ڳالهايان! مراد ٺاٺاري واضح نموني ٻڌائي ڇڏيو هو ته پوليس گلاب گونگي جي دهشت گرد ساٿين جي ڳولا ۾ سرگردان هئي. گلاب جي دهشت گرد ساٿين ۾ سڀ کان اول منهنجو نالو هو. پڪ ڪرڻ خاطر ٻيهر مراد ٺاٺاري کي فون ڪيم. رسيور مان آواز آيو، "مراد ٺاٺارو اسپيڪنگ."

ڪجهه ڪجهه وچڙيل آواز ۾ پڇيم، "مراد، پڪ اٿئي ته پوليس مون کي ڳولي رهي آهي."

"جاني، مارائيندين ڇا!" مراد ٺاٺاري ڪنبندڙ لهجي ۾ چيو، "پوليس هر اُن شخص کي ڳولي رهي آهي، جنهنجو گلاب گونگي سان سڌو يا اڻ سڌو واسطو رهيو آهي."

مراد ٺاٺاري رسيور رکي ڇڏيو.

مون کي مراد ٺاٺاري جي رويي تي تعجب نه ٿيو. هن ڏاڍي محنت ڪئي هئي. اسلام آباد جهڙي نامراد شهر ۾ پير ڄمائڻ لاءِ هن وسان ڪين گهٽايو هو. سنڌ ۾ بيروزگاريءَ کان مجبور ٿي، ڪلارڪي ڪرڻ لاءِ اسلام آباد آيو هو. ۽ پوءِ، ڏسنديئي ڏسندي، ويو ڏاڪن پٺيان ڏاڪا چڙهندو. شڪارپور جي مٺائي ۽ آچار، روهڙي ۽ خيرپور جون ڪارڪون، ۽ ماڪين جا شيشا ڪاراني هن ڪامورن جي مت ماري وڌي. هرڪو پيو مٺي تي ويهاريس. ويو چوٽ چڙهندو. سنڌ بابت خبرون هٿ ڪرڻ وارا ادارا مراد ٺاٺاري کي سنڌ تي اٿارٽي سمجهڻ لڳا. سنڌ بابت ڪنهن به قسم جي سياسي، سماجي، ۽ قانون نافذ ڪرڻ واري ڪاروائيءَ

گهڻ تون روپوش ٿي وڃ، جاني! فليٽ تي نہ وڃجانءِ."
مراد ٿاٿاري رسيور رکي ڇڏيو.

جيڪي ڪجھ ٿيو هو، ۽ جيڪي ڪجھ ٿي رهيو هو، سو سڀ ڏاڍو عجيب ۽ توقع کان ٻاهر هو. گلاب گونگو کهڙي حواليءَ سان دهشت گرد ٿي پيو هو! هن قاضي محمد اسلام کي ڳولڻ لاءِ اسلام آباد ۾ پير پاتو هو! هو اسلام لاءِ آبپاره وٽ بينر کڻي بيٺو هو! گلاب گونگو دهشت گرد ڪيئن ٿي پيو! گلاب گونگو منهنجو ننڍپڻ جو دوست، سنگتي ۽ ساٿي هو. مون کي ياد نہ ٿو پوي تہ هن زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڦڏاڪو بہ ٻاريو هجي، يا ڪنهن جهرڪيءَ کي ماريو هجي- تہ پوءِ پوليس وٽ ثبوت ڪهڙا آهن! ۽ ثبوت ڪٿان آيا!

مون کي ساھ ۾ سوڙهہ محسوس ٿيڻ لڳي. مون اٿي، دريءَ کان ٻاهر ڏٺو. سج لهي ويو هو. رستن تي بتيون ٻري پيون هيون. تڏهن مون کي احساس ٿيو تہ ڪمري ۾ اونده هئي. مون بتي نہ ٻاري هئي.

تڏهن، ڪراڙو چوڪيدار، حاجي يوسف، ڪمري ۾ آيو. پوٺوهاريءَ ۾ پڇيائين، "اڄ گهر نہ ويندين ڇا؟"

مون ذري گهٽ ڇرڪي هن ڏانهن ڏٺو. هن بلب ٻاري ڇڏيو. مون واچ ۾ وقت ڏٺو. شام جا ڇھ ٿيا هئا. اسلام آباد ۾ سياري جي مند ۾، سج ساڍي ڇنين لڳي لهي ويندو آهي، ۽ ڇهين لڳي تائين آسمان تان اونده جو غلاف لهي ايندو آهي. اونده اندوڪار ۾ گدڙن جي اونائڻ جو آواز ايندو آهي. ڏاڍو عجيب شهر آهي. سياري جي راتين ۾ خاص طرح سان گدڙ، بگهڙ، جهنگلي ٻلا، ۽ سوئر عام جام رستن تي نڪري ايندا آهن.

حاجي يوسف، چوڪيدار، مون ڏانهن ڏسي رهيو هيو. هُن پڇيو، "طبيعت تہ نيڪ اٿني نہ ؟ "چيم،" ها طبيعت نيڪ آهي. هڪ دوست جو انتظار ڪري رهيو آهيان."

"نيڪ آهي، نيڪ آهي." هن پڇيو،" چانھ پيئندين؟"

هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيم.

چانھ جو ڪوپ کڻي حاجي يوسف موٽي آيو.

پڇيائين،" ڪجھ کائيندين؟ مون وٽ هڪ موريون پريل پرائو آهي."

چيم. "نہ ، مهرباني. فقط چانھ پيئندس."

حاجي يوسف هليو ويو.مان ڪرسيءَ تي ويهي رهيس، ۽ سپ سپ ڪري چانھ پيئڻ لڳس. مون پاڻ کي اڪيلائيءَ محسوس ڪيو.

چانھ پيئندي، روپوش ٿيڻ جي امڪان تي سوچيم.

سوچيم، ڪنهن دوست جي گهر لڪي ويهندس. پناھ وٺندس! ٻن چئن دوستن جا نالا دل تي تري آيا. پنيرو هالائي. مورڙو ڪربلائي.

بريـتـ صـحــرانـي! ســوچـــيـــم، بــريـــتـ صــحـــرانـــي نـيـڪ آهـــي. ڇڙو چانڊ آهي، ۽ مٿان وري شاعر قسم جو ماڻهو آهي. روپوشيءَ دوران سندس ڪلام وينو ٻڌندس.

پر، مون ڪيو ڇا آهي! گلاب گونگي ڇا ڪيو آهي!

ان وقت چارڻ چريو، هميشہ وانگر تواني، سهڪندو آيو. ڇپيانين، ”ٻہ خبرون آهن. هڪ تہ تنهنجي فليٽ تان پوليس کي دهشت گرديءَ بابت ڪي ثبوت هٿ آيا آهن.“

”منهنجي فليٽ تان!“ مون کان ڇرڪ نڪري ويو.

پڇيم، ”ڇا لڌو اٿن؟“

”الائي“. وراڻيائين، ”سپائي پريس ڪانفرنس ۾ صحافين ۽ ريڊيو ۽ ٽيليويزن جي نمائندن آڏو پيش ڪندا.“

پڇيم، ”۽ ٻي خبر ڪهڙي آهي؟“

جواب ڏيڻ کان اڳ چارڻ مون ڏانهن ٽڪ ٻڌي ڏسندو رهيو.

پڇيم، ”ٻي خبر ڪهڙي آهي.“

وراڻيائين، ”تفتيش دوران گلاب گونگي سنڌ ۾ دهشت گرديءَ بابت اهم انڪشاف ڪيا آهن.“

مون کي ائين محسوس ٿيو، ڄڻ ذهين ريڪٽر اسڪيل تي زلزلو آيو، مارگلہ ٽڪرين جو سلسلو ڊهي ويو: ۽ سمورو اسلام آباد کنڊرن ۾ بدلجڻ لڳو. ●

# 4

حالتون اوچتو، ۽ تيزيءَ سان بدلجي ويون. جيڪي ڪجهه ٿي رهيو هو، ...ن جي وهم ۽ گمان ۾ نه هو. مون بدحواسيءَ جي عالم ۾ به نه سوچيو هو، ته هڪ ڏينهن اهڙو به ايندو، جو مون کي، ڪجهه نه ڪرڻ جي باوجود، روپوش ٿيڻو پوندو.

چارڻ چريو مون سان متفق نه ٿيو. منهنجي روپوش ٿيڻ لاءِ ڪيس بريٽ صحرانيءَ جي گهر ۾ لڪڻ واري تجويز پسند نه آئي. چيائين، "بريٽ صحراني مولائي مڙس آهي. ائن ٻارن جو پيءُ آهي. سندس ٻار اڌ ڪلاڪ ۾ سموري اوڙي پاڙي کي خبر ڪري ڇڏيندا ته تون وٽن روپوش ٿيل آهين. توکي ته مارائيندا، پر پنهنجي پيءُ کي به مارائيندا."

مون کي چارڻ جي ڳالهه سمجهه ۾ آئي. اسان وارو سنگتي، بريٽ صحراني لال ڪوارٽرن واري علائقي جي هڪ ڪوارٽر ۾ رهندو آهي. ڪوارٽر ۾ ٻه ڪمرا اٿس. ٻن ڪمرن واري ڪوارٽر ۾ بريٽ صحراني پنهنجي هڪ عدد زال، ائن ٻارن، پوڙهي ماءُ، هڪ چرسي مامي ۽ ٻن ڀائرن، ۽ ٽن ڀينرن سان رهندو آهي. هن به روزگار خاطر اسلام آباد ڏانهن هجرت ڪئي هئي. ڏسنديني ڏسندي مڙس اسلام آبادي ٿي ويو آهي. **پڇوس ، بريٽ، سنڌ هلندين؟ جواب ڏيندو ، بابلا، سنڌ وڃي ڇا ڪبوا برسٽ لڳو ته ائني ٻار يتيما اسان ته هاڻي اسلام آبادي ٿي پيا آهيون.**

سوچيم، بريٽ صحرانيءَ کي برسٽ لڳي- نه لڳي. پر جيڪڏهن پوليس مون کي سندس گهر مان گرفتار ڪيو، ته پوءِ بريٽ، بريٽ جي زال، ائني ٻار، پوڙهي ماءُ، چرسي مامو، ٻه ڀائر ۽ ٽي ڀينرون ڪاڻ ۾ هوندا. اهڙي ڄٽ ڪندن جو سنڌ ۾ ٿيندڙ اغوا، ڌاڙن، خونن جا اڌ ڳان وڌيڪ الزام پنهنجي سر ڪٽندا! سندس پنجن سالن جو پٽ پنيرو به بم سان ريل گاڏي اُڏائڻ جو الزام قبول ڪرڻ ۾ دير نه ڪندو!

چارڻ کي چيم، "پوءِ ڇا ڪجي؟"

چارڻ سوچ ۾ پئجي ويو. هو جڏهن به سوچيندو آهي، تڏهن ڄڻ پنڊ پهڻ ٿي ويندو آهي. اصل گم شم!

مون ڪيس ٻا‌ ڪان ولي ڏونڌاڙيو. هن ڇرڪي مون ڏانهن ڏٺو. پڇيم، "ڇا پيو سوچين."

"سوچيان پيو تہ توکي ڪٿي لڪانجي." هو ٻيهر سوچ ۾ گم ٿي ويو.

سج لٿي ڪي ڪلاڪ گذري ويا هئا. پوڙهو چوڪيدار حاجي يوسف ٻہ چار دفعا تشويش وچان لينا پاڻي هليو ويو هو. آفيس ۾ اهڙي نموني ويهڻ مون مناسب نہ سمجهيو. مون چارڻ کي چيو، "گهٽ ۾ گهٽ، في الحال ايترو تہ ڪري سگهنون ٿا، جو هتان ٻاهر هلنون؟"

"ها، ٺيڪ آهي." چارڻ اٿي بيٺو. ڪو خيال آيس. چيائين، "ترس."

هو دريءَ ڏانهن وڌي ويو. هيڏانهن هوڏانهن ڏسي موٽي آيو. چيائين، "ٻاهر اونده آهي- ٻنگ ۾ ٿا ڪاهي پئون."

اسين آفيس مان نڪري آياسين. ٻاهرين در وٽ حاجي يوسف مليو. پڇيائين، "خير تہ آهي نہ؟"

"ها، ها. مڙيئي خير آهي." مون کان اڳ چارڻ جواب ڏنو.

"الاڻي چو؟" پوڙهي حاجي يوسف ڪنڌ ڪنهندي چيو، "مون کي، الاڻي چو، پريشان پيا لڳو."

"ڳالهہ اصل ۾ پريشانيءَ جهڙي آهي، ۽ پريشانيءَ جهڙي نہ بہ آهي." چارڻ معاملي کي سنڀاليندي چيو. "ڳالهہ هن ريت آهي تہ ڪي بدبخت ڌاڙيل پنهنجي جوڳيءَ جي سُهري کي اغوا ڪري ويا آهن."

"پر!" حاجي يوسف واتڙو ٿي ويو چيائين، "پر، جوڳي تہ ڪنوارو آهي!"

"برابر، برابر." چارڻ هڪدم چيو، "**جوڳي برابر ڪنوارو آهي. پر، هر بدنصيب ڪنواري جي نصيب ۾ هڪ عدد چوهڙ جماليءَ جهڙو سهرو ضرور لکيل هوندو آهي.**"

مون چارڻ کي ٺونٺ هڻنين. •

"چڱو چاچا!" چارڻ حاجي يوسف کي چيو، "جوڳي ڏاڍو اُداس ۽ دلگير ٿي پيو آهي. مان ڪيس ٻالٽي گوشت ٿو وچي کارايان. انشاء الله تعالي ٺيڪ ٿي ويندو."

حاجي يوسف منهنجي پٺي ٺپيندي چيو. "مڙس ٿيءُ جوڳي. اهڙو وقت مڙسن تي ايندو آهي."

"ٻڌين ٿو؟" چارڻ چيو." "حاجي يوسف چا پيو چوي. اهڙو وقت مڙسن تي ايندو آهي! ڪينئن حاجي؟"

"برابر، برابر،" حاجي يوسف چيو، "دل نہ لاهہ. توکي، تنهنجو سهرو ملي ويندو"

چارڻ مون کي ٻانهن کان جهڪيندو ٻاهر وٺي ويو.

ٻاهر ذري گهٽ گهگهہ اونده هئي. رستي جي ٻنهي طرف ڊگهن وڻن جي قطار هئي. وڻن جي پريان ٻنگ جا گهاٽا ٻوٽا هئا. اسين ڊوڙندا، رستو پار ڪري ٻنگ جي ٻوٽن ۾ وڃي پياسين. **سياري جي مند ۾ سوئر، ٻگهڙ ۽ گدڙ اسلام آباد جي جهرن جهنگن ۾ عام جام ٿي پوندا آهن.**

چارڻ کي چيم، "متان جهنگلي جانور جي ور چڙهي وڃنون!"

"جانور پل تہ ڪٿي ڪيترو بہ جهنگلي هجن، پر نہ ڪيل گناهن جو اعتراف ڪرائي نہ سگهندا آهن." چارڻ چيو، "اهو نيڪ ڪم فقط پوليس وارا سرانجام ڏيندا آهن."

سيءَ ماشا گم ڪري ڇڏيا. اسان ٻنهي بلو ايريا مان ڊوڙڻ شروع ڪيو. ايف-سڪس لنگهي جي-سڪس ۾ پهتاسين. سيءَ سبب لڪا نہ پني. ٻہ ٽي ڪلوميٽر ڪڏي آياسين. مون کي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ مان ڇا جي ڪري ڊوڙي رهيو هوس، ۽ ڪيڏانهن وڃي رهيو هوس!

هڪ هنڌ، سڙڪ جي پرسان، هڪ ٻاڪڙي وڻ وٽ وڃي ويهاسين. مان اوٽ ۾ ٽي بيٺس. چارڻ ٻاڪڙي واري کان چانهہ جا ٻہ ڪوپ وٺي آيو. خاموشيءَ سان سِپَ سِپَ ڪري چانهہ پي ڇڏيسين. چارڻ ڪوپ ۽ پيسا ٻاڪڙي واري کي ڏيئي موٽي آيو.

چارڻ کان پڇيم، "اهڙي نموني ڊوڙڻ بيمقصد نٿو لڳئي؟"

"سيءَ ۾ ويهي سُڪڻ بدران، ڊوڙڻ بهتر آهي." چارڻ چيو، "شايد ڪو حل نڪري اچي."

"حل نڪرڻ کان اڳ منهنجو ساهہ نڪري ويندو."

چيم، "منهنجو ڪابو گوڏو زخمي آهي. مان وڌيڪ ڊوڙي نہ سگهندس."

چارڻ سوچ ۾ پئجي پهڻ تي ويو. ڪافي دير کان پوءِ ڪنڌ لوڏيائين. اها سندس موٽي اچڻ جي نشاني آهي، سوچ جي دنيا مان.

"آزمائش جي گهڙي آهي جوڳي." چارڻ مون ڏانهن ڏسندي پڇيو، "سمجهين ٿو تہ مراد ناناڙو توکي پاڻ وٽ پناهہ ڏيندو!"

الائي ڇو مراد ناناڙي جو خيال آيو هيس! چيم، "چارڻ، مراد ناناڙي وڏي جفاڪشيءَ ۽ محنت سان، ۽ اسلام آباد جي ڪرتانن ڏرتانن کي هڪ ٽن ماڪي، ٻہ ٽن سچو گهہ، ۽ انبار ڪارڪن جا ڪاراڻي هن نامراد شهر ۾ پنهنجي لاءِ مرتبو ۽ حيثيت حاصل ڪئي آهي. تون ڇو اچي مسڪين جي ڪڍ پيو آهين!"

"تون مرندي مرندي بہ پاسخاطريءَ کان نہ مڙندين." چارڻ چيو، "ڊوڙڻ شروع ڪر. شايد ڪا راهہ نڪري پوي"

منهنجيءَ ٻانهن ۾ هٿ وڌائين. وجود ۾ ولوڙ محسوس ٿي. اڻ تڻ وڌڻ لڳي. چارڻ جو هٿ پري ڪندي چيم، "مون ڪو ڏوهہ نہ ڪيو آهي. گلاب گونگي بہ ڪو ڏوهہ نہ ڪيو آهي، تہ پوءِ، مان ڇو، ۽ ڪنهن کان روپوش ٿيڻ لاءِ سرگردان آهيان!"

**"تون ڇا ٿو سمجهين!" چارڻ ڪاوڙ وچان چيو، "ڏوهہ ثابت ڪرڻ ڪو ڏکيو ڪم آهي! هڪ دفعو پوليس کي ور چڙهي وڃين نہ، تہ لياقت علي**

**خان وارو خون بہ توتي مڙهي ڇڏيندا.'**

'مون کي خبر آهي. مون کي اها بہ خبر آهي تہ، چاهين تہ ابراهام لنڪن ۽ ڪينيڊيءَ جي خون جي الزام ۾ ٻڌي آمريڪا روانو ڪري ڇڏين!' چيم، 'اهو سڀ ڪجهہ هن پيچ پچان کان بهتر آهي.'

چارڻ چريو اوچتو ٽپ ڏيئي اٿي بيٺو. چيائين، 'سبزي منڊيءَ ۾ پاڇين جو هڪ لالو واپاري منهنجو پڪو سنگتي آهي. هو منهنجي ڳالهہ نہ ٽاريندو. توکي پڪ پناهہ ڏيندو.'

ٿوري دير لاءِ دل مَنُ هنيم؛ سوچيم، ٻيو نہ، تہ گهٽ ۾ گهٽ اڄوڪي رات لالي وٽ گذارجي. سياڻي جي ڳالهہ سياڻي سان. ڏينهن شينهن آهي. مهل کي منهن ڏبو. اونده ۾ اسين سبزي منڊيءَ ڏانهن روانا ٿي وياسين. ●

# 5

سبزي منڊيءَ تائين پهچندي رات جي پهرين پهر جو گهڻو حصو گذري ويو. سبزي منڊي اسلام آباد جي آئي- اليون سيڪٽر ۾ آهي. سبزي منڊيءَ جي اوڀر پاسي راولپنڊي آهي، ۽ اولهه طرف مارگلہ ٽڪرين تائين پکڙيل جهر جهنگ ۽ غير آباد علائقو.

چارڻ مون کي هڪ اڌ ٽهيل جاءِ وٽ ترسڻ لاءِ چيو، ۽ پاڻ ڀاڄين جي لالي واپاريءَ جي ڳولا ۾ هليو ويو. واٽ تي مون کي ٻڌايو هئائين تہ لالي جو نالو دلبر خان هو، ۽ پاراچنار جو رهاڪو هو. افغانستان ۾ خانہ جنگي شروع ٿيڻ کان پوءِ ذري گهٽ روزانو سندس ڳوٺ تي راڪيٽن ۽ بمن جو وسڪارو ٿيندو هو. ڪجهہ عرصي تائين هن ۽ ڳوٺ جي ٻين نوجوانن افغانستان جي خانہ جنگيءَ ۾ ڀرپور حصو ورتو. روزانو سرحد ٽپي روسي ۽ افغانستان جي سرڪاري فوجن تي حملا ڪري موٽي ايندا هئا. پر پوءِ اڳتي هلي، جنگ جي شدت جڏهن وڌي ويئي ۽ پاراچنار جي ڳوٺن جا ماڻهو بمن ۽ راڪيٽن جي وسڪارن ۾ مرڻ لڳا، تڏهن دلبر خان جي مائٽن مٽن ڳوٺ جي ٻين قبيلن سميت ڪوچ ڪيو، ۽ سرحد، ۽ پنجاب جي مختلف حصن ۾ وراهجي ويا. دلبر خان کي اسلام آباد ڏاڍو وڻيو. سندس مائٽ مٽ پشاور ۾ سُکي ميوي، ٽامي ۽ پتل جي ٿانون جا دڪان کولي ويهي رهيا. دلبر خان ڀاڄين جو واپار شروع ڪيو. ڪيس ٽويوٽا پڪ اپ هئي، ۽ هو اڌ رات جو اٽڪ وٽان ڀاڄيون ڀري روانو ٿيندو هو، ۽ اسر ويل اسلام آباد جي سبزي منڊيءَ ۾ اچي لٿاءُ ڪندو هو.

بدحواسيءَ وچان، مون چارڻ کان اهو نہ پڇيو تہ دلبر خان سان سندس دوستي ڪيئن ۽ ڪڏهن ٿي هئي. جيستائين مون کي ياد پئي آيو، هن ڪڏهن بہ دلبر خان جو ذڪر نہ ڪيو هو. سنگت ساٿ ۾ ڳالهين ٻولهين دوران حوالي طور بہ سندس واتان دلبر خان جو نالو نہ نڪتو هو. اڌ ٽهيل جاءِ جي اوٽ ۾، سيءَ وچان ڪنبندي، مون کي وهم ورائي ويا. مون کي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ مراد تاتاري کي دعائون ڏيان، يا بددعائون ڏيان، جنهن مون کي روپوش ٿيڻ جو مشورو ڏنو هو! روپوش نہ ٿيڻ جي صورت ۾، سپاهي مون کي بہ گلاب گونگي سان گڏ لاڪ اپ ۾ وجهي هٽن ها، ٻن چئن ڏينهن جي گڏ کان پوءِ رماند وٺي دل تي ڪُٽ ڪدين ها، ۽ آخر ۾ دهشت گرديءَ جو الزام مڙهي جيل روانو ڪرائي ڇڏين ها! سوچيم، مراد تاتاري جو مشورو نيڪ هيو. تڏهن اوچتو مون کي گلاب

ڪونگي جو خيال آيو. تفتيش جي نالي ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون تعديون ڪيون هونداؤنس! ڪهڙي ڪهڙي نموني ماريو هونداؤنس! ڪهڙا ڪهڙا عذاب ڏنا هونداؤنس! **مون کي پڪ نه ڪونهي، پر مان سمجهان ٿو، سموري ايشيا کنڊ ۾، تفتيش جي نالي ۾، سڀ کان ڀوائتا، ۽ روح فنا ڪندڙ عذاب اسان وٽ ڏنا ويندا آهن.** جيڪڏهن انين نه هجي ها پوءِ سپاهين کان وٺي اعليٰ عملدارن تائين پوليس وارن جون شڪليون ايتريقدر مڪروه ۽ ڀوائتيون نه هجن ها.

مون کي گلاب گونگي تي ڏاڍو رحم آيو. سوچيم، اڄوڪي هڪ رات ۾ سندس ٻڻ ڪڍي ڇڏيندا. هو سندن واهيات سوالن جا ڪهڙا ۽ ڪيئن جواب ڏيندو! هو جيئن جيئن خاموش رهندو، جيتريقدر خاموش رهندو، اوتريقدر مٿس تشدد ٿيندو! پوليس وارن کي ڪيئن خبر پوندي ته گلاب اصل ۾ گونگو آهي. ڪيئن **ڪيئن خبر پوندي! ڪين ڪير ٻڌائيندو ته وات ۾ زبان هئڻ جي باوجود گلاب گونگي ڪڏهن به نه ڳالهايو آهي.**

هو گلاب کي ماري ڇڏيندا!

مان ڦتڪي پيس. مون کي روهڙيءَ ۾ پنهنجي مٿن مائٽن تي سخت ڪاوڙ آئي. قاضي محمد اسلام کي ڳولڻ لاءِ هنن گلاب کي اسلام آباد ڇو موڪليو هو! ڇا مان ڪافي نه هوس! مون کي به هنن اسلام کي ڳولڻ لاءِ اسلام آباد روانو ڪيو هو. گلاب مون کان تعليم ۾ سرس آهي. پر، هو مسڪين مون وانگر آڙيڪاپ نه آهي. هو چلتو پُرزور نه آهي. بازيگر قسم جي شعبده باز، تقريرون ڪرڻ وارن جي صديءَ ۾ گلاب گونگي جو وجود بي معنيٰ آهي. **هن صديءَ ۾ خاموشي تدبر جي نشاني نه آهي. هيءَ صدي بڪواس، ۽ بڪواس ڪرڻ وارن جي صدي آهي. هن صديءَ ۾ خاموش رهڻ وارا سوريءَ جو سينگار ٿي ويندا آهي.**

گلاب گونگو سوريءَ جو سينگار ٿي ويندو! منهنجن مائٽن، گلاب گونگي کي امڪان کان ٻاهر مهم تي روانو ڪري وڏو ظلم ڪيو آهي! گلاب کي ڪيئن بچائجي؟ ڪيئن بچائجي؟

سوچيم، مان، ڪٿان نه ڪٿان فون ڪري پوليس وارن کي ٻڌائيندس ته گلاب اصل ۾ گونگو آهي. هن پنهنجي خاموشيءَ سان لفظن جي حرفت کي بيمعنيٰ ڪري ڇڏيو آهي. هو دهشت گرد نه آهي، هو مون آواره گرد جو دوست آهي! هو آواره گرد آهي، دهشت گرد نه آهي.

مون هيڏانهن هوڏانهن فون لاءِ واجهايو.

هر طرف گگهه اونده ۽ خاموشيءَ ۾ گدڙن جي اونائڻ ۽ ڪتن جي ڀونڪڻ جي آواز کان سواءِ ڪجهه نه هو. سرد هوائن کي سڙيل ڳريل ڀاڄين جي بدبوءِ برداشت کان ٻاهر ڪري ڇڏيو. مون نڪ ۽ وات تي هٿ رکي ڇڏيو. نڪ ٺري برف ٿي پيو هو.

ايتري ۾ اڌ لهيل جاءِ جي ڪابي پاسي واري گهٽيءَ مان هڪ پڪ اپ ظاهر ٿي. گگهه اونده ۾ پڪ اپ جي تيز روشني اکين ۾ چڀڻ لڳي. پڪ اپ منهنجي سامهون اچي بيٺي. پڪ اپ جا ٻني در ساڳئي وقت کليا. هڪ طرف کان چارڻ ۽ ٻني طرف کان هڪ قداور، جانٺو جوان ٻاهر نڪري آيو. جانٺي جوان پڪ اپ جي نه انجڻ بند ڪئي، ۽ نه ئي بتيون وسايون. هيڊ لائيٽ جي روشنين ۾ پت تي سندس پاڇو، ڪنهن راوڻ جي پاڇي جهڙو نظر آيو.

چارڻ ۽ جانٺو جوان منهنجي ويجهو اچي بيٺا. چارڻ مون کي چيو، "هيءُ دلبر خان آهي."

دلبر خان هٿ اڳتي ڪيو. مون هن سان هٿ ملايو. ائين لڳو، منهنجو هٿ، رُڪ جي لهيل ڪنهن هٿ ۾ وڃي پيو.

"۽ دلبر خان، هيءُ اسان جو پڳ مٽ يار، دوست، ۽ سڄڻ ساٿي آهي." دلبر خان سان منهنجي واقفيت ڪرائيندي چارڻ چيو، "نالو اٿس، جوڳي."

جيستائين منهنجو تعارف پورو نه ٿيو، دلبر خان منهنجو هٿ نه ڇڏيو. تعارف پورو ٿيو، ته هن منهنجو هٿ ڇڏي ڏنو.

چارڻ چيو، "دلبر خان پاڇيون ڪڻڻ لاءِ اَنڪ پيو وڃي. دڪان جي پٺيان سندس حجرو آهي. توکي اُتي رهڻ لاءِ چيو اٿائين."

دلبر خان سنڌيءَ ۾ اسان جي ڳالهه الائي سمجهي سگهيو هو، يا نه، پر هن مفهوم سمجهي ورتو هو.

چيائين، "دلبر خان جي حجري طرف اچڻ ته قياس کان ٻاهر جي ڳالهه آهي- حجري طرف اک کڻي ڏسڻ به محال آهي. تون چارڻ جو دوست آهين، اسان جو به دوست آهين. وڃ، منهنجي حجري ۾ وڃي چلم ڇڪ، مان صبح جي ڇهين تائين پاڇيون کڻي موٽي ايندس."

دلبر خان هٿ اڳتي ڪيو. مون سائس هٿ ملايو. هن چارڻ کي چيو، "پنهنجي دوست کي حجري تي ڇڏي اچ."

اُن-ڏهن وڪن تي دلبر خان جو حجرو هو. دڪان لنگهي، حجري ۾ داخل ٿياسين. حجري ۾ هڪ طرف چار پنج ڪٽون پيون هيون ۽ ٻني طرف فرشي نظام هو. ميري گلم تي پت سان گول ويهاڻا رکيا هئا. اسين اندر گهڙياسين ته دلبر خان جو هڪ ڪارندو اڳتي وڌي آيو. روايتي آڌر ڀاءُ ڪيائين.

"هن جو نالو ڪشمير خان آهي." چارڻ چيو، "هيءُ دلبر خان جو خاص ماڻهو آهي."

مون چارڻ کان ڪجهه تعجب وچان پڇيو، "اڙي بدبخت، لالن ۾ ڪيئن اچي ڦاٿو آهين؟"

"اتفاق جي ڳالهه آهي." چارڻ چيو، "سکر کان ايندي ڪوئيٽا ايڪسپريس ۾ دلبر خان سان ملاقات ٿي هئي. ماڻهو ڀلو لڳو. دوستي ٿي ويئي."

ڪنس پڇيو، "پر، تو اڳ ته ڪنهن سان به دلبر خان جو ذڪر نه ڪيو هو؟"

"موقعو ئي نه مليو، جو ڪنهن سان ڳالهه ڪريان!" چئي لنوائي ويو. چيائين، "تون بنا ڪنهن خوف خطري جي هتي آرام ڪر. سمورو حال احوال وٺي، سڀاڻي شام جو مان توسان ملڻ ايندس."

چارڻ مون سان ياڪر پائي مليو. اسان ٻنهي ڪنهن لڪل درد وچان هڪ ٻئي ڏانهن ڏٺو. چارڻ ٻاهرئين در ڏانهن وڌي ويو. در وٽ ترسي، ڪنڌ ورائي هن مون ڏانهن ڏٺو. چيو، "چارڻ، پوليس وارن جي پريس ڪانفرنس ۾ ضرور وڃجانءِ."

چارڻ هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو، ۽ ٻاهر نڪري ويو. ●

# 6

چرڻ هيو ويو.

حجري ۾ مان ۽ ڪشمير خان اڪيلا رهجي وياسين.

"ٿڪو ٿو آهين؟" ڪشمير خان چيو." رات جا ٻه پهر آرام ڪري وٺ."

مان هڪ ڪٽ تي ويڙهيل هند ڪي ٽيڪ ڏيئي ويهي رهيس. ڪشمير خان سامهون پٽ وٽ گول ويهاڻي کي ٽيڪ ڏيئي گلم تي ويهي رهيو. پاسي کان رکيل چلم چڪي ورتائين. چلم سان لڙڪندڙ چمڙي جي ٿيلهيءَ مان تماڪ ڪڍي، تريءَ تي رکي خوب چگيءَ طرح مهٽيائين. چلم ڀري، تيلي ٻاري، ٽڙ مان سوٽا هڻي، منٽ ۾ سمورو حجرو دونهين سان ڀري ڇڏيائين. ڪجهه دير تائين سوٽا هڻڻ کان پوءِ هو چلم کڻي مون وٽ آيو.

هٿ سان اشارو ڪندي چيم، "نه، مهرباني."

"سگريٽ؟" هڪدم کيسي مان سگريٽ جو پاڪيٽ ڪڍي ورتائين.

انڪار ڪندي چيم، "مان سگريٽ به نه ڇڪيندو آهيان."

ٽهڪ ڏيئي کليو. چلم کڻي موٽي ويو. گول ويهاڻي تي ٽيڪ ڏيئي ويهي رهيو. خوب دل تي ٻڙڪا ڪيندي، ۽ سوٽا هڻندي، دونهان ڪڍيائين. ڪجهه دير کان پوءِ پڇيائين، "صوفي آهين؟"

چيم، "گنهگار آهيان."

وري کلي پيو. ڪاري رنگ جي مرداڻي شال ڪلهن تان لاهي پاسي کان رکيائين. اندران، هٿيارن سان هو ذري گهٽ جهنجهيل هو. گولين جا پٽا ڪلهن ۽ سيني تي ويڙهيل- ٻه روالور چيلهه سان ٻڌل، ۽ هڪ خودڪار بندوق، جيڪا يا ته ڪلاشنڪوف جو جديد نمونو هو، يا اسرائيلين طرفان ٺاهيل اوزي هني. مون اڳ زندگيءَ ۾ هڪ ماڻهوءَ کي ايتريقدر هٿيارن سان جهنجهيل نه ڏٺو هو.

پڇيائين، "ڪنهن کي قتل ڪيو اٿئي؟"

مون کان ذري گهٽ ڇرڪ نڪري ويو.

مون کي وائڙو وائڙو ڏسي، وري کليو. چيائين: "دلبر خان جي حجري تي اچڻ کان پوءِ سمجهه ته جڻ ماءُ جي پيٽ ۾ محفوظ آهين."

"پر!" مون هٻڪندي پڇيو، "توکي ڪنهن ٻڌايو ته مون خون ڪيو آهي؟"

چلم مان ٻڙڪا ڪيندي پڇيائين، "ته پوءِ دلبر خان جي حجري ۾ اچي پناهه ڇو ورتي اٿئي؟"

ڪجھ سمجھ ۾ نہ آيو، تہ چيم، 'هتي اچڻ ۽ لڪڻ لاءِ خون ڪرڻ ضروري آهي ڇا!'

ڪو جواب نہ ڏنائين. سوچيندو رهيو. چلم ڇڪيندو رهيو. ڪجھ دير ڪان پوءِ پڇيائين، 'پوليس تنهنجي تلاش ۾ ڇو آهي؟'

'الائي، مون کي ڪا خبر ڪونهي.' چيم، 'هنن منهنجي دوست کي گرفتار ڪيو آهي.'

ڏاڍيءَ دلچسپيءَ سان پڇيائين، 'ٻيون ڏينهن مري روڊ تي هڪ سوناري جي دڪان ۾ ڌاڙو لڳو هو. اُهو ڪارنامو تنهنجي دوست جو تہ ناهي؟'

تڏهن، محسوس ڪيم تہ حالتن جو شڪار ٿي مان قطعي غلط هنڌ تي پهچي ويو هوس. مون کي چارڻ بدران پاڻ تي ڪاوڙ آئي. سموري سنگت کي خبر آهي تہ **چارڻ چريو سودائي آهي. رات جو جاڳندو آهي، سوچيندو آهي، ۽ ڏينهن جو جاڳندي خواب ڏسندو آهي.** هو هڪ تمام وڏي سماجي ۽ اقتصادي انقلاب جي پيش خيمي جو منتظر آهي. اڪثر انين ٿيو آهي جو سادگيءَ وچان چارڻ پاڻ کي، ۽ پاڻ سان گڏ سموريءَ سنگت کي مصيبت ۾ مبتلا ڪيو آهي. پاڻ پوڳيندو آهي. پاڻ سان گڏ ٻين کي پوڳائيندو آهي.

ڪشمير خان چلم هڪ طرف ڪندي چيو، 'تنهنجي دوست ڪنهن کي قتل ڪيو آهي؟'

تڏو ساهہ ڪٽي، دل ئي دل ۾ اول پاڻ کي ۽ پوءِ چارڻ کي پاراتا ڏيندي چيم 'گلاب گونگي جهڙا ماڻهو پاڻ ڪان سواءِ ڪنهن کي بہ قتل ڪري نہ سگهندا آهن.'

'تنهنجي دوست جو نالو گلاب آهي؟'

'ها.'

'گونگو آهي؟'

'ها.' چيم، 'هو ڳالهائي نہ سگهندو آهي.'

ڪياڙي کنهندي پڇيائين، 'ڇا ڪيو اٿائين.'

ڪجھ ڪجھ ڪاوڙ وچان چيم، 'اهوئي تہ افسوس آهي، جو ڪجھ نہ ڪيو اٿائين.'

ڪشمير خان ڪليو. چيائين، 'يار، ڪجھ تہ ڪيو هونداين! پوليس واندي تہ ناهي، جو ڪيس چلم ڇڪيندي پڪڙي ويني آهي!'

هن سان ڳالهائڻ، جڻ پٿ سان مٿو هڻڻ هو. مان ماٺ ڪري ويهي رهيس. ڪشمير خان گولين جا پٽا لاهي پاسي ڪان رکيا. روالور ۽ اوزي يا ڪلاشنڪوف جي نسل جي رائيفل ويهاڻي تي رکي، بالمرٽي ليٽي پيو. ڇت ڏانهن ڏسندو رهيو.

مون کي سمجھ ۾ نہ پئي آيو تہ چارڻ جهڙي [illegible] ۽ ڪشمير خان جهڙن

**ماڻهن سان واسطو ڇو، ۽ ڪينن رکيو هو! ڪٿي انين ته نه هو، جو چارئي چريو خوابن جي تعاقب ۾ رڻ ڪان وڃي نڪتو هو! ڪٿي، انين ته نه هو، جو مائوزيتنگ جي قول مطابق چارئي انقلاب بندوق جي ناليءَ ۾ ڏسي ورتو هو! ڪٿي انين ته نه هو، هن ڳيري جي روپ ۾ خونخوار عقاب ڏسي ورتو هو!**

ڪشمير خان ڪنگهڪار ڪري مون ڏانهن ڏٺو. هو الاٽي ڇو مون سان نه وڻڻ لڳو. سمجهان ٿو، مان به هن ڪي نه وڻيو هوس. اسين جنهن ڪي پسند نه ڪندا آهيون، يقين ڄاڻو، هو به اسان ڪي پسند نه ڪندو آهي. ڪشمير خان روالور ڪڍي ورتو. روالور جي نالي شال جي ڪنڌ سان چمڪائيندي، پڇيائين، 'تنهنجي گونگي دوست وٽ ڪهڙا هٿيار آهن؟'

غور سان ڪشمير خان ڏانهن ڏٺم. چيم، 'گلاب وٽ به خوفناڪ هٿيار آهن.'

ڪشمير خان چرڪ ڀري ويهي رهيو. پڇيائين، 'ڪهڙا؟'

چيم، **'گلاب وٽ ڪوپريءَ ۾ ميڄالو، ۽ هٿ ۾ قلم آهي. اهي ٻئي هٿيار، دنيا جا سڀ کان خطرناڪ هٿيار آهن.'**

ڪشمير خان ٽهڪ ڏيئي کلي پيو. سمورو حجرو لڏي ويو. هن کيسي مان بال پين ڪڍي، مون کي ڏيکاريندي چيو، 'تون هن کي هٿيار ٿو سمجهين! ۽ سو به خطرناڪ هٿيار! بيوقوف.'

هن ٻنهي ملين ۾ جهلي، بال پين کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو. ان دوران هو پاڳلن وانگر ٽهڪ ڏيئي کلندو رهيو. پڳل بال پين جا ٽڪر نفرت وچان ڪٽن هيٺيان اُڇلائي، هو خاموش ٿي ويو. اوچتو، ڦيرو ڪاني روالور ۽ آٽوميٽڪ رائيفل ڪڍي ورتائين. ٻئي هٿيار مون ڏانهن سڌا ڪندي چيائين، 'هي به هٿيار دنيا جا خطرناڪ هٿيار آهن. اسان وٽ مشين گن، سب مشين گن ۽ راڪيٽ لانچر به آهن، ۽ تون چوين ٿو ته هڪ ٽڪي جو قلم دنيا جو خطرناڪ هٿيار آهي!'

هو هڪدم اُٿي بيهي رهيو. ٻه چار وکون ڪڍي هو منهنجي مٿان اچي بيٺو. 'توهين ٻه چار درجا پڙهيل ماڻهو، اسان کي احمق سمجهندا آهيو؟' هن رائيفل جو رخ منهنجي لونڊڙيءَ ڏانهن ڪندي چيو، 'هڪ برسٽ سان سمورو ميڄالو، ڪوپريءَ سميت پُرزا پُرزا ٿي ويندو آهي!'

وحشت وچان مان ڀِتي ڪسڪندو پٽ سان وڃي لڳس. هو وري ٽهڪ ڏيئي کلي پيو.

چيائين، 'گهبراءِ نه. تون اسان جو مهمان آهين. تنهنجي عزت، اسان جي عزت آهي.'

هو موٽي وڃي گلم تي ويٺو.

مون هڪ لحظي ۾ فيصلو ڪري ورتو ته مان هن حجري ۾ هرگز نه رهندس. هتان هليو ويندس.

مان اٿي ويٺس. ڪشمير خان ڏانهن ڏسندي چيم، ”مان وڃان ٿو.“
جڻ وائڙو ٿي ويو. پڇيائين، ”ڪيڏانهن؟“
”ڪا خبر ڪانهي ته ڪيڏانهن.“ چيم، ”بس، مان وڃان ٿو.“
ڪشمير خان اٿي بيٺو. هٿ ۾ آٽوميٽڪ رائيفل هئس. چيائين، ڏاڍي عجيب انداز ۽ لهجي ۾، ”برادر! اهو ته ممڪن ڪونهي.“
”ڇو ممڪن ڪونهي.“ مون ڪجهه ڪجهه سخت لهجي ۾ چيو، ”مان قيدي آهيان!“
”نه برادر! نه. هرگز نه.“ ڪشمير خان منهنجي سامهون اچي بيٺو. چيائين، ”تون دلبر خان جو مهمان آهين. جيستائين دلبر خان موٽي اچي، تيستائين تنهنجي حفاظت ڪرڻ منهنجو فرض آهي.“
”مون کي ڪنهن به قسم جي حفاظت جي ضرورت نه آهي.“ چيم، ”پري ٿيءُ! مان هتان هليو ويندس.“
”نه برادر، نه!“ ڪشمير خان پٿر وانگر بيهي رهيو. چيائين، ”جيستائين دلبر خان اچي، تون آرام سان ويهي رهه، بلڪه اڄ رات ٿي ويني آهي، سمهي پئُ.“
”مان هڪ لمحي لاءِ هتي نه ترسندس.“ وڏي واڪ چيم، ”مان هليو ويندس.“
”اهو تنهنجي اختيار ۾ ناهي، برادر.“
”ته پوءِ ڪنهن جي اختيار ۾ آهي.“
”منهنجي.“
”مان تنهنجو قيدي آهيان؟“
”تون دلبر خان جو مهمان ۽ امانت آهين.“
”مان نه ڪنهن جو مهمان آهيان، ۽ نه ئي ڪنهن جي امانت آهيان.“ چيم، ”مان ڪنهن به صورت ۾ هتي رهڻ لاءِ تيار نه آهيان.“
ڪشمير خان منهنجي سيني تي هٿ رکي، مون کي پوئتي ڌڪڻ شروع ڪيو. پٺيرو هٽندو مان سڌو وڃي کٽ جي پاڻيءَ سان لڳس. کٽ تي ڌري گهٽ ڪري پيس.
”هيءَ ڪهڙي بدتميزي آهي؟“ پاڻ کي سنڀاليندي چيم، ”پنهنجو هٿ پري ڪر.“
”برادر، برادر، تون تڪڙ نه ڪر.“ ڪشمير خان چيو، ”رات جا ٻه ٿيا آهن. ٻن ٽن ڪلاڪن جي ڳالهه آهي. صبح جو پنجين لڳي تائين دلبر خان موٽي ايندو. ان کان پوءِ تون ڄاڻين ۽ دلبر خان. في الحال تون هتان وڃڻ جو خيال دل مان ڪڍي ڇڏ.“
مون محسوس ڪيو، ڪشمير خان ڪنهن به قيمت تي مون کي ٻاهر وڃڻ نه ڏيندو. بيوسيءَ وچان مان کٽ تي ليٽي پيس. ●

# 7

بيوسيءَ وچان مون کي ننڊ کڻي ويئي. اک کلي تہ جھونجھڪڙي جي مهل هئي. مان ڇرڪ ڀري اٿي ويٺس. سامهون گلم تي دلبر خان پٽ کي ٽيڪ ڏيئي ويٺو هو. چلم جو تڙ وات ۾ هوس. ممون کي ڏسي مرڪيو.

"ڪيئن جوان!" ٻڙڪا ڪڍندي پڇيائين، "ننڊ تہ آرام سان ڪيئہ نہ؟"

مون هيڏانهن هوڏانهن ڏسندي پڇيو، "هو ڪٿي آهي؟"

"ڪير، ڪشمير خان؟"

"ها، ڪشمير خان ڪٿي آهي؟"

"چو خير تہ آهي نہ؟"

"مون رات هتان وڃڻ پئي چاهيو."

"پوءِ؟"

"ڪشمير خان مون کي وڃڻ نہ ڏنو."

"هن ٺيڪ ڪيو." دلبر خان چيو، "ڪشمير خان منهنجو خاص ماڻهو آهي. ڀروسي جو ماڻهو آهي. هو جيڪڏهن توکي وڃڻ ڏئي ها تہ مان ڪيس گوليءَ سان اُڏائي ڇڏيان ها."

ڪجھ ڪجھ حيرت وچان چيمہ، "ان جو مطلب آهي تہ هن جيڪي ڪجھ ڪيو، سو تنهنجيءَ اجازت، بلڪ حڪم مطابق ڪيو!"

"جيئن سمجھين." دلبر خان چلم ڇڪيندي چيو، "تنهنجو خيال تہ چڱيءَ طرح رکيائين نہ!"

"ڏوڙ جو خيال رکيائين." مون ڪروڌ وچان چيو، "مون کي سمجھ ۾ نٿو اچي، تہ چارڻ لڪائڻ لاءِ مون کي هتي ڇو وٺي آيو!"

دلبر خان ڏاڍي تڪبر سان چيو، "ظاهر آهي، اسلام آباد ۾ منهنجي حجري کان وڌيڪ محفوظ هنڌ توکي ڀيو ڪونہ ملندو."

"اول تہ مون کي لِڪڻ جي ضرورت نہ هئي. ۽ نہ ئي آهي." چيمہ، "اجايو مراد ٿاٿاري ۽ چارڻ جي چڪر ۾ اچي لڪڻ جي حامي ڀري ويٺس."

دلبر خان چلم ڀري ڪري پٽ سان لهي ويٺو. شال ڀري ٽيس، تہ سندس جسم تي هٿيار ۽ گولين جا پٽا ڏٺم.

دلبر خان پڇيو، "تنهنجو دوست پوليس جي حراست ۾ ناهي؟"

چيمہ، "آهي. پر، هن ڪجھ بہ نہ ڪيو آهي."

هڪدم چيائين ، "اهي پوءِ جون ڳالهيون آهن ، جوان مون کي ٻڌاءِ ، پوليس تنهنجي ڳولا ۾ ناهي؟"

"آهي ، بلڪل آهي." احتجاج ڪندي چيم." پر مون ڪجھ به نه ڪيو آهي."

دلبر خان چيو ، "چارڻ مون کي ٻڌايو پئي ته پوليس کي تنهنجي خلاف خاص ثبوت هٿ آيا آهن."

ساڳني لهجي ۾ چيم ، "ڪهڙا ثبوت هٿ آيا آهن. بم ٺاهڻ جا ، ملڪ جو تختو اونڌو ڪرڻ جا ، ڌاڙا هڻڻ جا ، ڇا جا ثبوت مليا اٿن؟"

"ان جو مطلب آهي ته ، پاڪستان ۾ تون پوليس جي طاقت ۽ اختيارن کان بيخبر آهين!" دلبر خان چيو ، "هڪ پوليس واري جي لڪيل ايف.آئي.آر تي ملڪ جو وزير اعظم ، ذوالفقار علي ڀٽو ڦاهي چڙهي ويو هو... ڪيئن!"

"مان ذوالفقار علي ڀٽو نه آهيان." بيزار ٿيندي چيم." مان هڪ عام رواجي انسان آهيان. پوليس مون سان اهڙو برتاءُ ڇو ڪندي!"

دلبر خان اٿي بيٺو. منهنجو بحث ، جڻ نه پئي وڻيس. ٻه وکون کڻي ، ودي آيو. چيائين ، "پوليس جي لاڪپن ۽ جيلن ۾ بند سيني ماڻهو ذوالفقار علي ڀٽو نه هوندا آهن ، هو تو وانگر عام رواجي انسان هوندا آهن- هو ڪارڪردگيءَ وارن فائيلن جو ڪاج ٿي ويندا آهن."

مون چيو ، "اهي تنهنجا پنهنجاخيال آهن. في الحال مون کي ٻه ڪم ڪرڻا آهن."

پڇيائين ، "ڪهڙا؟"

چيم ، "هڪ ته ، سڀ کان اڳ مون کي پوليس سان فون تي ڳالهائڻو آهي."

ڪجھ چرڪيو. پڇيائين ، "ڇا جي باري ۾؟"

چيم ، "اول مون کي ٻڌاءِ ته هتان فون ڪرڻ جو ڪو بندوبست آهي؟"

"فون جو بندوبست آهي. ، "دلبر خان چيو ، "پر سڀ کان اڳ ٻڌاءِ ته پوليس کي ڇا جي باري ۾ فون ڪندين."

"اهو ٻڌائڻ ضروري آهي؟" پڇيم.

"ها ، تمام ضروري آهي." دلبر خان رکو ٿي بيٺو. پنهنجن هٿيارن پنوهارن سميت ، هو مون کي ياڇين جو واپاري نه پر ڪو جرائم پيشه شخص لڳو. وٽس جديد اسلحو ڏسي اهو خيال ٻه آيم ، ته هو هٿيارن جو سمگلر هو.

بيوسي انسان کي بي نياز ڪري ڇڏيندي آهي. ڪشمير خان وٽ رائيفل ۽ روالور ڏسي مان ڪنبي ويو هوس. دلبر خان کي هٿيارن سان جهنجهيل ڏٺم ، ته تعجب نه ٿيو. مون کي انين لڳو ڪشمير خان جي ورتاءَ کان پوءِ مان ذهني طرح اهڙي امڪان لاءِ جڻ تيار هوس. منهنجن چپن تي مُرڪ تري آئي.

دلبر خان کان پڇيم ، "پوليس کان ڊڄين ٿو؟"

ناگوار لڳس ، پر ضبط ڪري ويو. چيائين ، "پوليس کنهن جي سڄڻ نه ٿيندي

آهي. اکيون ڦيريندي، ۽ تختو ڪڍندي دير نہ ڪندي آهي.'

پڇيم، 'تہ پوءِ تنهنجو حجرو محفوظ ڪيئن آهي؟'

'جيئن مختلف ڪاروبارن ۾ ٿيندو آهي، تيئن پوليس جا ٻہ ٽي ماڻهو مون کان وڏيڪ ڏوڙا ٿيندا آهن. هڪ ڏوڙي سان منهنجي ياري آهي. ٻئي ڏوڙي وارا وجهہ وٺي ويٺا آهن تہ ڪيئن ۽ ڪڏهن مون کي ڪوڙڪي ۾ آڻي، پهرين ڏوڙي کان ڇڏائي پاڻ سان شامل ڪن.'

مان ڪجهہ ڪجهہ عجب وچان سندس ڳالهہ ٻڌندو رهيس.

چيائين، 'اسان جي زندگيءَ ۾ ائين ٿيندو رهندو آهي. پر مان ان کي ڪا ايڏي اهميت نہ ڏيندو آهيان.'

سڀ ڪجهہ واضح ٿي پيو. ٿڌو ساهہ کڻيم، ۽ چيم، 'ان جو مطلب آهي تہ تون پاڄين جو واپاري نہ آهين.'

'مان پاڄين جو واپاري آهيان.' هن پنهنجي ڳالهہ تي زور ڏيندي چيو، 'اُنڪ کان گوبين، گجرن ۽ گوگڙن سان پڪ اُپ پراڻي آيو آهيان.'

هڪ لمحي لاءِ خاموش رهي، پڇيم، 'تہ پوءِ اهو پوليس سان راهہ رسم وارو چڪر ڪهڙو آهي؟'

'اهو تنهنجو معاملو ناهي. تون ان ۾ نہ پئُہ!'

دلبر خان بيزار ٿيندي پڇيو، 'تون پوليس سان ڇا ڳالهائيندين؟'

'تو وٽان پوليس سان ڳالهائڻ بيڪار آهي.' چيم، 'اجايو ساهہ نڪري ويندءِ!'

'مسٽر، مسٽر!' دلبر خان ٻاهہ ٿي ويو. چيائين 'مون کي چارڻ جو لحاظ آهي. ورنہ، خدا ٿو ڄاڻي، خدا ٿو ڄاڻي....'

هن جملو پورو نہ ڪيو، ۽ هٿن جون تريون مهٽيندي حجري ۾ اچ وڃ ڪرڻ لڳو، ۽ پڻ پڻ ڪندو رهيو، 'خدا ٿو ڄاڻي... خدا ٿو ڄاڻي.'

رنگ جو هونئن ئي اڇو هو. ويتر جو ڪاوڙ لڳس تہ ڳاڙهو ٿي ويو. مون کي پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو. ڳالهہ ٺاهيندي چيم، 'دلبر خان، مون تہ چرچو پئي ڪيو. تو جهڙي جاني جوان کي پلا پوليس جي ڪهڙي پرواهہ!'

خاموشيءَ سان منهنجي ڳالهہ ٻڌائين. حجري جا اڌ ڏهہ چڪر هڻي هو گِلم تي ويهي رهيو. گهڙي کن رکي جڻ پاڻ سان ڳالهايائين، 'ٺولي تہ مان پنهنجي پيءُ جي بہ برداشت نہ ڪندو آهيان. لعنت آ منهنجي زندگيءَ تي.'

ٽيليفون جو خيال مون دل مان ڪڍي ڇڏيو. اُٿي ٻيٺس. دلبر خان کي اجايو ڪاوڙائي وڌو هيم. پشيمان پئي ٿيم. سندس ويجهو وڃي ٻيٺس. ڪيس آهستي سڏ ڪيم، 'دلبر خان.'

ڪجهہ دير کان پوءِ هن ڪنڌ مٿي ڪيو.

چيم، 'لڳيم ٿو، تنهنجي دل ڏکائي اٿم.'

هوا ۾ هٿ لوڏيائين، کچيائين ڪجهه به نه.
چيم، "يار، معاف ڪجانءِ!"
وري هوا ۾ هٿ لوڏيائين، جڻ چوندو هجي، هاڻي ڇڏ ان ڳالهه کي!
چيم، "تو هڪ رات لاءِ پنهنجي حجري ۾ مون کي پناهه ڏني. مان تنهنجو ٿورائتو آهيان."
وري به ساڳي انداز ۾ هٿ لوڏيائين.
ڏانهس هٿ وڌائيندي چيم، "مان وڃان ٿو."
"ڪيڏانهن ٿو وڃين!" اصل اُبو ٿي ويو. اکيون ٽاندا ٿي پيس. ڪٽ ڏانهن اشارو ڪندي چيائين، "مانڙي ڪري وڃي ويهي رهه!"
"ويهي رهان! "تعجب وچان چيم.
"ها، ها، وڃي ويهي رهه." چيائين، "جيستائين چارڻ نه ايندو، مان توکي هتان وڃڻ نه ڏيندس."
"مون کي گلاب گونگي لاءِ ضمانت جو بندوبست ڪرڻو آهي، دلبر خان." چيم،
"چارڻ الائي ڪڏهن ايندو، مان وڃان ٿو."
"مٿو نه کا ءُ!" هن ذري گهٽ رڙ ڪئي. چيائين، "جيستائين چارڻ نه ايندو، مان توکي هتان وڃڻ نه ڏيندس، سمجهيئهءِ؟"
ان وقت ڪشمير خان هڪ چوڪري کان چننڪن ۾ قهوو پرانا ۽ تريل بيدا کڻائي آيو. هن نيرن گلم تي رکائي ڇڏي.
ڪشمير خان ماحول جي تلخي محسوس ڪري ورتي. دلبر خان کان پڇيائين،
"خير ته آهي نه؟"
دلبر خان رکي لهجي ۾ وراڻيو، "ها، خير آهي."
ڪشمير خان گلم تي ويهي رهيو.
مان بيٺو رهيس.
دلبر خان چينڪ مان پيالئ ۾ قهوو پيئيندي، هڪ ڪن لاءِ مون ڏانهن ڏٺو. پوءِ سخت لهجي ۾ چيائين، "بيٺو چو آهين؟ ويهي رهه. نيرن ڪر!"
مان بيٺو رهيس.
دلبر خان پيالي چپن تائين آڻي، روڪي ڇڏي. چيائين "اڙي بابا! نيرن ڪر. اسان پنهنجي حجري ۾ ڪنهن کي بک مرڻ نه ڏيندا آهيون."
ڪشمير خان اٿي بيٺو. مون کي ٻانهن کان ونندي ۽ ڏادي پيار سان، پشتو ۾ چيائين، "يار! دلبر خان جي ڳالهه نه ٽار. هيءُ وڏو چريو مڙس آهي. خودڪشي ڪندي ويرم نه ڪندو. يا توکي ماري وجهندو."
چيت ڏانهن ڏسي، ٿڌو ساهه کنيم، ۽ دلبر خان جي پرسان ويهي رهيس. ●

# 8

ڪتي پڙهيو هيم، **ڪڏهن ڪڏهن ائين به ٿيندو آهي، جو ورهيه اڪ جنب ۾ گذري ويندا آهن، ۽ ساعتون صدين ۾ بدلجي وينديون آهن.** چارڻ چريي جو انتظار ڪندي ائين محسوس ٿيو، دلبر خان جو حجرو لاهور قلعي جو قيدخانو هو، جنهن ۾ مان ورهين کان چارڻ جو انتظار ڪري رهيو هوس، ۽ سمجهي رهيو هوس ته چارڻ ڪڏهن به نه ايندو، ۽ مان دلبر خان ۽ ڪشمير خان جي حجري مان نڪري نه سگهندس. تماڪ جي دونهين ۾ زرد ۽ ميرانجهڙيون ٽيل يتين جي وچ ۾ منهنجو ساهه سڪي ويندو. سوچيم، مان مري ويندس، ۽ گلاب گونگي لاءِ ڪجهه به ڪري نه سگهندس!

هنن لاڪپ ۾ گلاب کي ڏاڍو ماريو هوندو. مون کي رکي خيال پئي آيو. پوليس ۽ تفتيش ڪندڙ ادارن پاران انسانن تي لڳ ڪاندارينڌڙ عذابن ۽ تشدد جا جيڪي احوال ٻڌاهيم، اکين آڏو ترڻ لڳا.

گلاب کي اگهاڙو ڪيو هوندائون!

ڪيس فرش تي اونڌو ليٽائي، لوڻ واري پاڻيءَ ۾ پسيل بيد جي لڪڻ سان ماريو هوندائون!

چمڙي جي ڦٽڪن سان ڪُٽيو هوندائون!

ڪيس اونڌو لٽڪائي، ڪنڌ ۽ ڪلهن تائين پاڻيءَ ۾ ٻوڙي گوتا ڪارايا هوندائون!

آڱرين جي وچ ۾ ڪانيون وجهي سندس هٿ مروڙيا هوندائون!

سندس ننهن پَڪڙَ سان پڪڙي، ماس کان ڌار ڪري ڇڏيا هوندائون!

ڪيس مختلف عُضون تي سگريٽن سان ڏنب ڏنا هوندائون!

۽ هر عذاب کان پوءِ ساڳيو سوال ورجايو هوندائون! ٻالهاءِ، ٻالهاءِ، ٻالهاءِ!

گلاب ڪيئن ٻالهائيندو! گلاب ڪيئن ٻالهائيندو! هو عذاب سهندي سهندي مري ويندو، پر ٻالهائي نه سگهندو. پوليس کي ڪير ٻڌائيندو ته گلاب گونگو آهي. ڪير ٻڌائيندو.

مون کي پنهنجي وجود ۾ پيچ ڊاهه محسوس ٿي. مان چرڪ پري ويهي رهيس. حجري جو در بند هو. مون اُٿي، وجي در کڙڪايو.

در ڪشمير خان کوليو.

چيم، "چارڻ الائي ڪڏهن ايندو، ۽ الائي ڪڏهن منهنجي جند هتان آزاد ٿيندي. مون کي خدا جي واسطي هڪ ٽيليفون ڪرڻ ڏيو."

ڪشمير خان ٿوري دير تائين سوچيندو رهيو. پوءِ چيائين، "ترس."
ياڇين جي دڪان ٻاهران ويٺل دلبر خان ڏانهن هليو ويو. ٻنهي ڄڻن پاڻ ۾ ڪجهه ڳالهايو. ڪشمير خان موٽي آيو. چيائين، "توکي هتان پوليس کي فون ڪرڻ نه ڏينداسين."
چيم، "مان پوليس سان نه ڳالهائيندس. پنهنجي هڪ دوست سان ڳالهائيندس، ۽ ڪيس اهو به نه ٻڌائيندس، ته ڪٿان ڳالهائي رهيو آهيان."
ڪشمير خان وري سوچ ۾ پئجي ويو. گهڙي کن کان پوءِ چيائين، "ترس."
وري دلبر خان ڏانهن هليو ويو. ٻئي ڄڻا پاڻ ۾ ڳالهائيندا رهيا، ۽ مون ڏانهن ڏسندا رهيا. ڪشمير خان ان دوران هاڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيندو رهيو. ڪافي دير تائين پاڻ ۾ ڳالهائڻ کان پوءِ ڪشمير خان ياڇين جي دڪان ڏانهن هليو ويو. ياڇين جو دڪان اڌ اوٽ ۾ هو. ڪشمير خان مون کي نظر نه آيو. ٿوري دير کان پوءِ تار بنا ٽيليفون کڻي آيو. تمام جديد قسم جي ٽيليفون هئي. ٽيليفون مون کي نه ڏنائين، چيائين، "نمبر ٻڌاءِ."
مون کيس مراد ٽاٽاري جو نمبر ڏنو.
پڇيائين، "ڪير آهي."
چيم، "منهنجو دوست آهي."
ڪشمير خان ڊائل ڪيو. رسيور ڪن تي رکي ٻڌندو رهيو. پوءِ رسيور مون ڏانهن وڌائيندي چيائين، "اچي وٺ ڳالهاءِ."
رسيور ڪن تي رکيم ته ٽاٽاري جو آواز آيو، "مراد ٽاٽارو اسپيڪنگ."
"مراد، مان جوڳي،" مون کي پنهنجو آواز ڪنبندي محسوس ٿيو.
منهنجو آواز ٻڌي، مراد جڻ ڏڇي ويو. چيائين، "جاني، مارائيندين ڇا!"
"مراد، ڪجهه ڪر." ٻاڏائيندي چيم، "هو گلاب کي تفتيش ۾ ماري وجهندا، ڪجهه ڪر، مراد."
منهنجي آواز ۽ لهجي ۾ الائي ڇا هو، جو مراد جڻ سوچ ۾ پئجي ويو. ڪافي دير تائين خاموش رهيو. ڪشمير خان مون ڏانهن ڏسندو رهيو.
ڪجهه دير کان پوءِ مراد پڇيو، "تون ته محفوظ آهين نه."
"ها، مان محفوظ آهيان، بلڪ سمجهه ته ضرورت کان وڌيڪ محفوظ آهيان."
ڪشمير خان ڏانهن ڏٺم. چيم، "منهنجو فڪر نه ڪر. گلاب لاءِ ڪجهه ڪر."
مراد خاموش رهيو.
ڪشمير خان مون ڏانهن ڏسندو رهيو.
"حالتون اسان جي حق ۾ ناهن، جوڳي." مراد ٽاٽاري چيو. "ڪين پڪ آهي ته گلاب سنڌي دهشتگردن جي گروه جو ميمبر آهي، ۽ سندس ٻيا ساٿي دستي ۽ ٽائيم بمن سميت اسلام آباد ۾ پڪڙجي ويا آهن. في الحال پاڻ کي پريرو رکجي.

ان ۾ سيني جي سلامتي آهي.“

تڪليف وچان چيم، ”تيستائين گلاب کي ماري وجهندا.“

”گلاب کي موليٰ جي حوالي سمجهه.“ مراد چيو، ”پڪ ڪونهي تہ ڪنهن ڪنهن جي فون ٽيپ ٿي رهي آهي. مانيٽر ٿي رهي آهي.“

مراد ناتاري رسيور رکي ڇڏيو.

مون فون ڪشمير خان کي موٽائي ڏني.

ڪشمير خان پڇيو، ”قهوو پيئنديو.“

هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏي، مان حجري ۾ وڃي ليٽي پيس. منهنجي خواب خيال ۾ بہ نہ هو تہ انسان جون حالتون ايتريقدر ۽ ايترو جلد بدلجي وينديون آهن! مون واچ ۾ وقت ڏٺو. صبح جا يارهن ٿيا هئا. چارڻ چريو ڪيڏانهن غائب ٿي ويو!

ڪٿي چارڻ کي بہ پڪڙي تہ نہ ويا آهن! مان چرڪ پري ويهي رهيس.

ٿوريءَ دير کان پوءِ هڪ ڇوڪرو قهوي جون چينڪون ۽ پياليون کڻي حجري ۾ داخل ٿيو. هن جي ڪڍ، ڪشمير خان، دلبر خان ۽ هڪ پوليس جو صوبيدار حجري ۾ داخل ٿيا. مون کي دلبر جي نيت تي شڪ ٿيو. شڪ تہ اصل ۾ مون کي ان وقت کان هو، جڏهن کان هنن مون کي حجري مان نڪرڻ جي منع ڪئي هئي.

صوبيدار ۽ دلبر خان مون ڏانهن هليا آيا. منهنجي سامهون اچي ويٺا. صوبيدار خرانٽ قسم جو، کُهرو، مڪروه، ۽ شڪل مان بي مروت نظر پئي آيو. پنجاهہ کن سالن جو هو. وار پنور وانگر ڪارا ڪيا هئائين. مڇ بہ خضاب سان ڪاري ڪئي هئائين. پيٽ بيحد وڏو، ۽ ٽنگون ۽ ٻانهون سنهڙيون هيس.

”جان محمد اسان جو دوست آهي.“ دلبر خان مون کي اک هڻندي چيو، ”سنڌ ۾ پنهنجيون زمينيون اٿس. وڏو زميندار آهي.“

صوبيدار مون ڏانهن هٿ وڌايو. ڪجهہ اچرج وچان مون صوبيدار سان هٿ ملايو، ۽ اک ٽيڏ ڪري دلبر ڏانهن ڏسي ورتم. دلبر خان ٻيهر اک هڻي ورتي. جڻ چوندو هجي، پٽ هوشياري ڏيکار!

صوبيدار پڇيو، ”سنڌ ۾ زمينون ڪٿي اٿوَ؟“

مان ذري گهٽ واتڙو ٿي ويو هوس! منهنجو نالو جان محمد ڪيئن ٿي پيو هو! ۽ مون ڪنگلي وٽ زمينون ڪٿان آيون!

پاڻ سنڀالي ورتم. چيم، ”ٽنڊي الهيار ۾ منهنجيون زمينون آهن.“

”ٽنڊي الهيار ۾!“ صوبيدار جي دلچسپي وڌي ويئي. چيائين، ”منهنجي سُهري جون بہ ٽنڊي الهيار ۾ زمينون هيون، پر ڌاڙيلن جي ڊپ کان وڪڻي هيڏانهن هليو آيو آهي.“

ڳالهہ تي ڳنڍ ٻڌندي چيم، ”ها، ٽنڊوالهيار ا- ڪلهہ ڌاڙيلن جي اک ۾ آهي.“

پڇيائين ، "توهان جون زمينون ٽنڊي الهيار ۾ ڪهڙي هنڌ آهن؟"
مون دلبر خان ڏانهن ڏٺو. دلبر خان اک هڻيئين. جڻ چوندو هجي ، پٽ ڳالهائيندو رهُ!
پڇيم ، "ٽنڊي الهيار ۾ عبدالعزيز بڇاڻيءَ جو نالو ٻڌو اٿئي؟
چيائين ، "ها ، ٻڌو اٿم."
چيم ، "سمجهه ته عبدالعزيز بڇاڻيءَ جي زمينن سان لڳو لڳ منهنجيون زمينون آهن."
ڏاڍي دلچسپيءَ سان پڇيائين ، "عبدالعزيز بڇاڻيءَ جو فصل سارو ويا هنا نه!"
چيم ، "ها ، ڪو ٿيبو ڏاڙيل هو."
پڇيائين ، "تنهنجين زمينن تي نه آيا آهن ، ڇا؟"
"عزيز بڇاڻي آهي انگريزن جو معتقد . قانون هٿ ۾ نه ڪندو آهي." **چيم ، "مون قانون هٿ ۾ ڪنيو آهي. زمين تي اصل پڪا مورچا ڏاهراڻي جڙيا اٿم.** هاڻي ڪٿي **ٿيبو اچي ، يا چانڊيو اچي ، يا ماڇي اچي ، يا جروار اچي ، يا شيدي اچي! بچي ويو ته جڻ نئون جانو!"**
صوبيدار چيو. "يار ، اهڙي مڙسي ته مون واري رٽائرڊ ميجر سُهري به نه ڏيکاري هئي."
"هن وٽ موٽي وڃڻ لاءِ ٻي ڌرتي ۽ ٻيو اجهو هو." منهنجي وجود مان جواب ڦاٽ ڪاڍو. چيم ، "اسين پنهنجي ڌرتي ڇڏي ڪيڏانهن ويندا سين. اسان جو جيئڻ مرڻ ان ڌرتيءَ تي آهي."
دلبر خان وچ ۾ چيو ، "ڏاڙيلن کي منهن ڏيڻ لاءِ جان محمد ڪجهه راڪيٽ لانچر ۽ ڪلاشنڪوف وٺي آيو آهي. صادق آباد تائين حفاظت سان ڪيس پڄائڻ تنهنجي ذمي آهي. اڳتي اسان جو بندوبست ٺيل آهي."
صوبيدار ڪلي ، منهنجي پٺيءَ تي هٿ هنيو. پيالي مان سپ سپ ڪري قهوو پيئندو رهيو ، ۽ رکي رکي مون ڏانهن ڏسندو به رهيو.
قهوو پورو ڪري صوبيدار اُٿي بيٺو. مون سان گرمجوشيءَ مان هٿ ملايائين.
چيائين ، "سامان سميت صادق آباد تائين توکي پڄائڻ اسان جي ذمي آهي. خدا حافظ!"
حجري جي در ڏانهن وڌي ويو. دلبر خان وري اک هڻيئين. جڻ چوندو هجي ، واه جو ڊرامو ڪيو اٿئي!
حجري جي در وٽ صوبيدار بيهي رهيو. منهن وراڻي مون ڏانهن ڏٺائين. پڇيائين ، "ڪالهه گلاب نالي جنهن دهشتگرد کي پڪڙيو اٿاؤن ، ان کي سڃاڻين؟"
سموري جسم جي رت جڻ گندرف ۾ بدلجي ويني. انڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندي چيم ، "نه."
صوبيدار ، دلبر خان ۽ ڪشمير خان سميت ، حجري کان ٻاهر هليو ويو. ●

# 9

دلبر خان، ڪشمير خان ۽ صوبيدار جي وڃڻ کان پوءِ حجري ۾ مان اڪيلو رهجي ويس. گهڙي ڪن اڳ ڪيل ڊرامي تي مون کي کل آئي. منهنجي خواب ۽ خيال ۾ به نه هو ته مان ايڏي مهارت سان ۽ سو به اوچتو، اداڪاري ڪري سگهان ٿو! ۽ سا به، ڪنهن عام ماڻهوءَ آڏو نه، پوليس جي تجربيڪار صوبيدار آڏو! مون کي پنهنجين لڪيل صلاحيتن جي اوچتي انڪشاف تي وري کل آئي. مان ۽ اداڪاري!

سمجهان ٿو، مان ٺهڪ ڏيئي کلي پيو هوس. کلي کلي ڪٽ تي ويهي رهيو هوس.

مان جان محمد آهيان!

مون وٽ ٽنڊي الهيار ۾ زمينون آهن!

ڌاڙيلن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ مون زمينن تي پڪا مورچا ٺاهرائي ڇڏيا آهن!

ڌاڙيلن کي ٺاهوڪو جواب ڏيڻ خاطر، مان راڪيٽ لانچر، ڪلاشنڪوف ۽ ٻيا هٿيار وٺڻ لاءِ اسلام آباد آيو آهيان!

مون کي ڏاڍي کل آئي. سوچيم، اسلام آباد اچڻ کان پوءِ وڏو پلستر ٿي پيو آهيان. ڪيڏي نه نيڪ مقصد خاطر ماڻهن ۽ دوستن مون کي اسلام آباد موڪليو هو! چيو هئائون، قاضي محمد اسلام آف قاضي محله روهڙي شريف کي ڳولي، هٿ ڪري هڪدم موٽي اچجانءِ. اسلام وانگر اسلام آباد ۾ گم نه ٿي وڃجانءِ! مون ماڻهن ۽ دوستن کي روهڙيءَ ۾ پڪ ڏني هئي، ته مان قاضي محمد اسلام کي جلد کان جلد هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس، ۽ جلد کان جلد روهڙي شريف موٽندس، ۽ سڀني آڏو سرخرو ٿيندس.

مان اسلام آباد آيو ته نيڪ مقصد سان هوس! اچڻ شرط اسلام کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي هيم، چوواٽن تي، گهٽين ۾، بازارن ۾، پارڪن ۾، آفيسن ۾، بسن ۾، مون ڪيس هر هنڌ تلاش ڪيو، پر قاضي محمد اسلام مون کي ڪٿي به نظر نه آيو. ناڪاميءَ جو احساس منهنجي وجود ۾ گهر ڪري ويهي رهيو. اصولي طرح، ٿيڻ ته ائين گهرجي ها، جو مان روهڙي موٽي وڃان ها، ۽ ماڻهن ۽ دوستن کي سموري صورتحال کان آگاهه ڪريان ها. قاضي محله روهڙي شريف جي سڀ کان جهوني ۽ ڪراڙي عورت، ماني ٻچان کي وڃي ٻڌايان ها ته، ماني اسلام آباد اصل ۾ شهر نه آهي، اسلام آباد اژدهو آهي، وڏي بلا آهي، مختلف سيڪٽرن جو جهنگ آهي، جنهن ۾ ماڻهو ورهانجي ويا آهن. ورهانجي، پنهنجي سڃاڻپ وڃائي

ويئا آهن! تنهنجو پٽ ڪڏهن نہ موٽندو!

پر، مون انين نہ ڪيو. مون کي اسلام آباد ۾ مزو اچي ويو. نامراد شهر ۾ مرادون ماڻڻ لاءِ مان ڪپ ڪوڙي ويهي رهيس. پنهنجي دوست کي ڳولڻ جو خيال دل مان ڪڍي، دل ہين ڏندن ۾ اٽڪائي ڇڏيم. **مضبوط مرڪز ۾ ڪمزور صوبن لاءِ رکيل نوڪرين مان هڪ ڇڪيرڙي نوڪري هٿ ڪري ورتم.** ويتر جو ڏاڻڻ سان ملاقات ٿي، تہ چاريني طبق روشن ٿي پيا!

ڏاڻڻ سان ملاقات بہ ڏاڍي عجيب نموني، ۽ اوچتو ٿي هئي. اسلام آباد ۾ اهي منهنجا ابتدائي ڏينهن هئا. رات ڏينهن اسلام جي ڳولا! هڪڙي ڏينهن ٿڪجي، ۽ ڪجهہ ڪجهہ مايوس ٿي سپر مارڪيٽ ۾ هڪ ٿنيي کي ٽيڪ ڏيئي فٽ پاٿ تي ويهي رهيس. ڪيسي مان پڳڙا ڪڍي کائڻ لڳس. انهن ڏينهن ۾ مون کي اڃان نوڪري نہ مِلي هئي، ۽ مان ماڻهن ۽ دوستن طرفان موڪليل چندي تي گذارو ڪري رهيو هوس. پڳڙا کائيندي، اوچتو منهنجي نگاهہ، پريان، رستي جي ٻئي پاسي بيٺل هڪ قيمتي ڪار تي ڄمي ويئي. ڪار بيوٽي پارلر جي ٻاهران بيٺي هئي. ڪار ۾ ويٺل ماڻهو مون کي سجاڻل سڃاتل لڳو. ٿري پيس سوٽ، اعليٰ قسم جي فريم واري اکين تي عينڪ، ۽ وات ۾ جهليل پائيپ، منهن تي فرينچ ڪٽ ڏاڙهي، جڻ ڪو منل انگريز ديسي ماڻهوءَ جو روپ ڌاري موٽي آيو هوا! ڪير آهي؟ مون سوچيو.

مٺ ۾ جهليل پڳڙا ڪيسي ۾ وجهي ڇڏيم. اتي بيٺس غور سان هن ڏانهن ڏسڻ لڳس. ڪير آهي؟ مان هن کي ڇو ٿو سڃاڻان، بلڪ، هو مون کي ايتريقدر سڃاتل ڇو ٿو لڳي؟

هن جو ۽ منهنجو پاڻ ۾ ڪهڙو تعلق آهي؟ ايتري ۾ هڪ نهايت سهڻي، (يا ميڪ اَپ ۾ سهڻي لڳندڙ) عورت بيوٽي پارلر مان ٻاهر آئي. ڪار ۾ ويٺل شخص ٻاهر نڪري، ٻئي طرف کان ڪار جو در کوليو، ۽ اها سهڻي عورت دلفريب انداز سان ڪار ۾ ويهي رهي. سڃاتل سڃاتل شخص ڦيرو ڪائي، پنهنجي سيٽ ڏانهن هليو آيو. تڏهن، اوچتو مون کان ڇرڪ نڪري ويو. اڙي قاضي محمد اسلام آف روهڙي شريف! مون جوهہ وجهي، ماڻهن کي ڌڪي، پري ڪندي، ڌري گهٽ ڊڪ پاتي. ٽريفڪ کان بچندي روڊ پار ڪري ويس. ٻئي ٻانهون مٿي ڪندي رڙ ڪيم. "اسلام".

آواز کان اڳ ڪار زوڪاٽ ڪري رواني ٿي ويئي. مان وائڙو ٿي بيهي رهيس. گهڙي کن ۾ ڪجهہ سوچي، بيوٽي پارلر ڏانهن تيزيءَ سان وڌي ويس.

چوڪيدار مون کي روڪيو، "اي مسٽر."

مان بيهي رهيس.

"ڪيڏانهن پيو وڃين؟" هن منهنجو جائزو وٺندي پڇيو. ڪپڙي لٽي، ۽ وڌيل

ڏاڙهيءَ سبب، بظاهر منهنجي حالت اهڙي نہ هئي، جنهن مان کو سمجهي سگهي تہ منهنجي ڪا سنگتياڻي يا زال بيوٽي پارلر مان پنهنجي حسن کي چار چنڊ لڳائڻ جو سوچي بہ سگهي ٿي!

مون چوڪيدار کي چيو، ”اجهو هيننر، هتي بيٺل ڪار تيزيءَ سان هلي وئي آهي، ان ۾ ڪير هو؟“

”هتي تيزيءَ سان موٽرون اينديون آهن، ۽ تيزيءَ سان هليون وينديون آهن.“
”چوڪيدار چيو،“ اسان موٽرن جي چوڪيداري ڪندا آهيون، ماڻهن جي نہ.“

چيم،“ مان سمجهان ٿو، بلڪ مون کي پڪ آهي، تہ جنهن شخص موٽر هلائي پئي سو منهنجو ڳوٺاڻي هو، ننڍپڻ جو دوست هو، روهڙاني هو!“

چوڪيدار ڪجهہ ڪجهہ حيرت مان پڇيو، ”پوءِ!“

چيم، ”هو ڪافي عرصي کان گم ٿي ويو آهي. روهڙيءَ مان، نوڪريءَ سانگي اسلام آباد آيو هو، ۽ پوءِ گم ٿي ويو.“

”يار ڏاڍو ڪو واتڙو آهين!“ چوڪيدار چيو، ”هيننر تہ چيءِ پئي تہ تو هن کي موٽر هلائيندي ڏٺو هو؟“

”ها، ڏٺو هو.“ چيم، ”پڪ ڪرڻ پئي چاهيم تہ واقعي منهنجو روهڙاني دوست هو، ۽ ڪٿي رهندو آهي.“

ايتري ۾ بيوٽي پارلر جو در کليو. هڪ ٻارهن تيرهن سالن جي ڇوڪري ٻاهر آئي. اسان وٽ اچي مون کي چيائين، ”توکي ميڊم سڏايو آهي.“

”مون کي!“ عجب وچان پڇيم.

”ها، توکي.“ ڇوڪريءَ چيو، ”توکان سواءِ هتي ٻيو بہ ڪو آهي ڇا.“

چيم، ”هيءُ چوڪيدار جو آهي.“

چيائين، ”ميڊم توکي سڏايو آهي.“

ميڊم جو لفظ ٻڌي مون کي پاڪستان جي سدابهار، ڪڏهن پوڙهي نہ ٿيندڙ نورجهان ياد ايندي آهي، جنهن کي يارن مستقل ميڊم ڪري ڇڏيو آهي. سوچيم، بيوٽي پارلر ۾ ميڊم نورجهان ويٺي يا بيٺي هوندي. مون کي ڏسڻ شرط ڪن تي هڪ هٿ رکي، ۽ ٽونٽ اڳتي ڪري، ۽ اکيون ٽمڪائي ڳائيندي، ”اي وطن ڪي سجيلي جوان، ميري نغمي تمهاري ليي هين.“ نغمو ٻڌڻ شرط مان گولي کائي مرڻ لاءِ تيار ٿيندس!

مان ڪڏهن ڪڏهن سوچيندو آهيان، تاريخ ۾ اڄ تائين جن بہ وطن لاءِ جان قربان ڪئي آهي، تن بہ ميڊم نورجهان جو نغمو ٻڌو هو، يا، وطن لاءِ مفت ۾ مارجي ويا هئا! ٻين ٻڌو هجي، يا نہ ٻڌو هجي. ميڊم نورجهان مون کي سامهون بيهاري جيڪڏهن ڳايو، اي وطن ڪي سجيلي جوان، ميري نغمي تمهاري ليي هين، تہ خدا ٿو ڄاڻي، مان گولي کائيندي ويرم نہ ڪندس. جنگ هجي، نہ

هجي، مان ڪنهن نہ ڪنهن طرح هڪ گوليءَ جو بندوبست ڪري وٺندس، ۽ سيني تي گولي ڪاني مري ويندس!

در کولي مان بيوٽي پارلر ۾ لنگهي ويس. خوشبوءِ جي هبڪار روح ۾ لهي ويني. رسيپشن جي سامهون، ٻئي ڪمري ۾ آئينن آڏو ڪجهہ عورتون پاڻ کي سهڻو ڪرائي رهيون هيون. مون هيڏانهن هوڏانهن ڏٺو. مون کي ميڊم نورجهان نظر نہ آئي.

"تہ تون هيلپر ٿيڻ آيو آهين." پويان آواز آيو. منهن ڦيرائي ڏٺم. هڪ ڏاڍي سهڻي عورت، ڪجهہ ڪجهہ بي نياز، چيلهہ تي هڪ هٿ رکي بيٺي هئي.

ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ آيو. پڇيم، "ڇا جو هيلپر؟"

کلي پيئي. ڏاڍي دلفريب لڳي. چيائين، "ڪٽنگ وغيره کان پوءِ وار ميڙڻ ۽ صفائي ڪرڻ واري کي اسين هيلپر چوندا آهيون."

مون کان ڇرڪ نڪري ويو. دل چيو، سامهون رکيل گلدان کڻي مٿي ۾ هڻانس. موسٽ ايجوڪيٽيڊ ينگ مين آف قاضي محلہ روهڙي شريف کان وار ڪٽائيندي، ۽ ٻوهاري پوچو ڪرائيندي! ذليل ڪنهن جا ۽ جي! سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڊگرين جو اِهو قدر!

ڪجهہ کهري لهجي ۾ چيم، "مان نوڪري ڪرڻ نہ آيو آهيان."

مون کي وارن کان پيرن تائين ڏسندي پڇيائين، "ڪنهن يتيم خاني لاءِ، يا اڌ ٿيل مسيت لاءِ چندو وٺڻ آيو آهين؟"

"وڏي ڪا بيعقل عورت آهين." ڪاوڙ لڳم. پڇيم" ميڊم نورجهان ڪٿي آهي؟"

"ميڊم نورجهان!" ڏاڍي حيران ٿي. چيائين، "توکي ڪنهن ٻڌايو تہ ميڊم نورجهان هتي آيل آهي؟"

چيم، "تنهنجي پارلر جي ڪنهن ڇوڪريءَ چيو تہ ميڊم مون کي اندر سڏايو آهي."

ٺهڪ ڏيئي کلي پيئي. پڇيائين، "سنڌ مان تہ نہ آيو آهين!"

**اسين سؤ سال ڇو نہ ڪٿي لکنو يا دهليءَ ۾ رهي اچون، اصل اُهڙي جا اهڙا! قلم وارو ق اصل نڙيءَ مان اُچاري نہ سگهنداسين. ٿڏي تي پڪڙجي پونداسين.**

"ها ميڊم، مان بہ مامرو سمجهي ويو آهيان." چيم، "برابر. مان سنڌ مان آيو آهيان."

اها هئي ڏاڻ سان منهنجي پهرين ملاقات، جيڪا پوءِ، ڏسنديئي ڏسندي وڻ ويڙهيءَ وانگر بي نام رشتي ۾ بدلجي ويئي.

ڪشمير خان ۽ دلبر خان جي موجودگيءَ ۾ صوبيدار آڏو اداڪاري ڪرڻ کان پوءِ اڪيلائي ۾ مون کي پاڻ تي ڏاڍي کِل آئي. سوچيم، اهڙي نموني، اڪيلائي ۾ پنهنجي ساءِ ڪنهن کلندي ڏسي ورتو، تہ چريو سمجهندا! پر، کِل اهڙي،

جو بند نہ ٿني. اندران ٺهڪ ڦاٽ ڪاني ٻاهر پني نڪتا. مان اداڪار آهيان! مان اداڪار آهيان! پاسرانيون سور ڪرڻ لڳيون. تڏهن ، اوچتوني اوچتو ڪل جو چشمو ختم ٿي ويو. ماٺ. ۽ ماٺ ڪان پوءِ پريشاني وراني ويني.

منهنجي معرفت سنڌ ۾ هٿيار سمگل ڪرائيندا!

مون کي ائين لڳو ، جڻ وڏي نڪا ءَ سان منهنجي مٿان حجري جي ڇت اُڏامي وئي. ●

# 10

پڪ ٿي ويم تہ جديد قسم جا هٿيار سنڌ ۾ سمگل ڪرائڻ لاءِ مون کي استعمال ڪيو ويندو. بلڪ، استعمال ڪرڻ جو سلسلو شروع ٿي چڪو هو. مون زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ ڀني جي ڪلهي تي بندوق رکي نہ هلائي آهي، ۽ نہ ئي ڪنهن کي پنهنجي ڪلهي تي بندوق رکي هلائڻ جي اجازت ڏني اٿم. سوچيم، چارڻ چرڻي جو انتظار اجايو آهي. هُن بدبخت مون کي مصيبت ۾ وڌو آهي. مان هتان هليو ويندس، هڪدم هليو ويندس!

بوٽ جون ڪهيون ٻڌندي، جيڪي بہ پاراتا دل تي تري آيا، سي چارڻ کي ڏيئي ڇڏيم. اٿي بيٺس. فيصلو ڪيم تہ حجري جو در ڪولي ٻاهر نڪري ويندس. پوءِ، ڪٿي ڀاڳ!

ان کان اڳ جو مان حجري جو در کولي ٻاهر نڪري وڃان، حجري جو در کليو، ۽ دلبر خان ۽ ڪشمير خان اندر آيا.

'جان محمد.' دلبر خان چيو، 'اڄ شام جو ....'

'ترس.' مون سندس جملو پورو ٿيڻ نہ ڏنو. چيم، 'منهنجو نالو جوڳي آهي.'

'نہ.' هن ڏاڍي تحمل سان وراڻيو، 'تنهنجو نالو جان محمد آهي.'

'منهنجو نالو جوڳي آهي.' مون ڪجهہ ڪجهہ سخت لهجي ۾ چيو، 'منهنجو نالو جوڳي آهي... جوڳي، جوڳي.'

'نہ جوان، نہ.' دلبر خان چيو، 'تنهنجو نالو جان محمد آهي. بلڪ، تنهنجو نالو وڏيرو جان محمد آهي. تون ٽنڊي الهيار جو زميندار آهين.'

'مان زميندار وغيره نہ آهيان، بابا!' بيزار ٿيندي چيم، 'انگ اکر گڏ ڪندڙ محڪمي ۾ مان هڪ معمولي ملازم آهيان.'

'تون ٽنڊي الهيار جو زميندار آهين، جان محمد.' دلبر خان چيو، 'توکي ڌاڙيلن تنگ ڪيو آهي. ڌاڙيلن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ تون هتان جديد قسم جا هٿيار خريد ڪرڻ آيو آهين.'

'يار، هيءَ ڪهڙي قسم جي مشڪري آهي!' مون کي ڪاوڙ لڳي. چيم، 'توهان مون کي اٽڙهيل، جاهل سمجهيو آهي، جو اهڙي بيهودي نموني مون کي استعمال ڪندا! نہ دلبر خان، نہ. مان چارڻ چريو نہ آهيان. مان تنهنجي چڪر ۾ نہ ايندس.'

'ڇا جو چڪر جوان؟' دلبر خان ڌيرج سان چيو، 'تو پاڻ صوبيدار کي ٻڌايو

آهي تہ تنهنجو نالو جان محمد آهي."

"نہ، نہ. مون نہ." هڪدم چيم، "تو مون کي جان محمد جي نالي سان مخاطب ڪيو هو."

"ءُ تو جواب ڏنو هو، ڪينن!" دلبر خان چيو، "ءُ ان کان پوءِ تو پاڻ صوبيدار کي ٻڌايو هو تہ تون زميندار آهين."

"نہ بابا، نہ." چيم، "تو صوبيدار کي ٻڌايو هو تہ مان زميندار آهيان."

"ٺهيو، ائين ئي سهي." دلبر خان چيو، "توکي زميندار مون ظاهر ڪيو هو، پر تنبدي الهيار ۾ زمينن جو ذڪر تو پاڻ صوبيدار سان ڪيو هو. ڏاڙيلن جو ذڪر بہ تو پاڻ ڪيو هو، مون نہ ڪيو هو."

دلبر خان جي جرح ٻڌي مان چپ ٿي ويس. دلبر خان چيو، "اڄ شام تنهنجو سامان ٽرڪ ۾ لوڊ ٿي ويندو."

پڇيم، "ڪهڙي قسم جو سامان؟"

دلبر خان مرڪي ڪشمير خان ڏانهن ڏٺو. ڪشمير خان حجري جي پرئين پاسي هليو ويو. ان طرف اونده هئي. ڪٿن تي هڪ ٻئي مٿان ويڙهيل بسترا پيا هئا. ڪشمير خان هيٺ جهڪي، هڪ ڪٽ جي هيٺيان ڪاٺ جي پيٽي ڇڪي ڪڍي ورتي. ڍڪ کولي، هن پيٽيءَ مان هڪ رائيفل ڪڍي ورتي، جنهن تي دوربين لڳل هئي.

منهنجو ساهہ وڃي پيرن ۾ پيو.

"نہ دلبر خان، نہ. هرگز نہ." مون احتجاج ڪندي چيو." ڪجهہ بہ ٿي پوي مان اهو ڪم نہ ڪندس."

"هيءُ تنهنجو سامان آهي، جان محمد." دلبر خان چيو." تو بُڪ ڪرايو آهي."

"هيءُ منهنجو سامان نہ آهي، ءُ نہ ئي مون بڪ ڪرايو آهي." چيم، " تون مون کي بليڪ ميل ڪري رهيو آهين، دلبر خان."

"جوان، خيال ڪر، خيال ڪر!" دلبر خان کي باهہ وٺي ويئي. دلبر خان چيو، "هڪ دهشتگرد کي پناه ڏيڻي مون کي ثواب ڪمائڻو ناهي."

"مان دهشتگرد ناهيان، دلبر خان." مون کي ڪاوڙ لڳي. چيم، "مان دهشتگرد ناهيان."

"تہ پوءِ، اڌ رات ڌاري منهنجي حجري ۾ پناهہ چو اچي ورتي هيئہ؟" دلبر خان مڪروه مرڪ سان چيو، "هن حُجري ۾ فرشتا نہ اچي لڪندا آهن."

"مون پاڻ کي ڪڏهن بہ فرشتن جي صف ۾ نہ ويهاريو آهي. مان گنهگار آهيان." کهري لهجي ۾ چيم، "پر مان ڪنهن بہ صورت ۾ دهشتگرد نہ آهيان."

ساڳيءَ مڪروه مرڪ سان پڇيائين، "ءُ تو وارو دوست، گلاب؟"

"مان توکي ٻڌائي چڪو آهيان تہ گلاب دهشتگرد نہ آهي." چيم،" هو نهايت سباجهو

انسان آهي. ماڻهن جي چوڻ تي اسلام جي ڳولا ۾ اسلام آباد هليو آيو آهي، ۽ پنهنجي غلطيءَ جي سزا ڀوڳي رهيو آهي.'

'۽ اهو اسلام ڪير آهي؟' چلم دڪائيندي پڇيائين.

'اسلام جو سچو نالو قاضي محمد اسلام آهي. روهڙي شريف جي قاضي محلي جو رهاڪو آهي. منهنجو ۽ گلاب جو دوست آهي.'

پڇيائين، 'اجڪلهه ڪٿي آهي؟'

چيم، 'اهوئي ته مامرو آهي، دلبر خان! اول، اسلام کي ڳولڻ لاءِ ماڻهن مون کي اسلام آباد روانو ڪيو. هاڻي گلاب کي موڪليو اٿائون. اسلام ويچارو، لڳيم ٿو، اسلام آباد جي سيڪٽرن ۾ گم ٿي ويو آهي.'

'انين گم ٿي وڃڻ، سٺي علامت نه آهي.' دلبر خان جي منهن تي مڪروه مرڪ موٽي آئي.

'مطلب!'

'مطلب ته...'

'چَڱُ، چَڱُ.'

'گم رهي، گهربل معلومات هٿ ڪري تخريبڪاري ڪري سگهي ٿو، ڪنهن به وقت.'

'دلبر خان!' مان اٿي وڃي سندس سر تي بيٺس. چيم، 'تخريبڪاريءَ کان سواءِ ٻيو ڪو خيال به ڪوپريءَ ۾ اٿيني، يا نه!'

دلبر خان چلم مان دونهان ڪڍندي چيو، 'اسين هڪبني کي ڪوهن تان سڃاڻي وٺندا آهيون.'

مان بيزار ٿي پيس. **هو مون کي عقل کان وانجهيل ۽ احمق محسوس ٿيو. هر طاقتور انسان وانگر ضدي ۽ هوڏي هو.**

کيس سمجهائڻ خاطر چيم، 'منهنجي ڳالهه غور سان ٻڌ، دلبر خان! مان دهشتگرد آهيان، يا نه آهيان، ان معاملي تي بحث ڪرڻ اجايو آهي. **تنهنجي سُٺي هڪ هنڌ اٽڪي پيني آهي. مان تنهنجا هٿيار ڪٿي سنڌ نه ويندس.'**

کلي پيو. چيائين 'هي تنهنجا هٿيار آهن، جوان!'

مون به ساڳئي لهجي ۾ ورائيو، 'هي منهنجا هٿيار نه آهن.'

'هي تنهنجا هٿيار آهن، جان محمد!'

'وري جان محمد! اڙي بابا، مان جوڳي آهيان، جان محمد نه آهيان.'

'تون جان محمد آهين، ۽ هي هٿيار تنهنجا آهن.' دلبر خان چيو، 'ان ڳالهه جو اعتراف تون صوبيدار صاحب آڏو ڪري چڪو آهين.'

چيم، 'اعتراف جي باوجود مان هٿيار سمگل نه ڪندس.'

چيائين، 'سمگل ڪرڻ لاءِ ڪير ٿو چوي، جوان تون ته پنهنجو مال پاڻ سان

ڪٺي وڃي رهيو آهين.'

'نہ ، قطعي نہ.' چيم، 'مان ڪنهن بہ قسم جو، ڪوبہ سامان کڻڻ لاءِ تيار نہ آهيان.'

'تون تہ ڏاڍو ڏکيو ماڻهو آهين ، جوان!' دلبر خان چيو، 'اجايو پنهنجو نقصان ڪرائي وڃهندين!'

مون ڪيس جواب نہ ڏنو. خاموش رهيس. هن ڪشمير خان کي ٻانهن کان وٺي پرتي وڃي ويهاريو. ٻئي ڄڻا سرٻاٽن ۾ ڳالهائيندا رهيا. دلبر خان هڪ ڪٽ تي ويهي رهيو. ڪشمير خان مون ڏانهن هليو آيو.

ڪلهي تي هٿ رکندي چيائين ، 'اسان تنهنجي ڳالهہ سمجهي ويا آهيون.'

بيزار ٿيندي چيم، 'ڪهڙي ڳالهہ.'

ڪشمير خان کيسي مان نوٽن جون بہ چار ٿهيون ڪڍي مون کي ڏيندي چيو ، 'تنهنجي معاوضي جو ايڊوانس. باقي معاوضو توکي سنڌ ۾ سامان جي ڊليوريءَ تي ملندو.'

'دماغ تہ ٺيڪ اٿئي نہ!' نوٽ ڪيس موٽائيندي چيم، 'توهين مون کي ڪيريئر ٿا سمجهو!'

ڪشمير خان منهن ورائي دلبر خان ڏانهن ڏٺو.

دلبر خان چيو ، 'ايترو معاوضو اسان اڄ تائين ڪنهن کي نہ ڏنو آهي ، جوان!'

'نہ مون کي معاوضي جي ضرورت آهي، ۽ نہ تنهنجي حفاظت جي.' سر جو سانگو لاهيندي مان ٻنهي جي منهن ۾ وڃي پيس. پڇيم، 'مون کي ٻڌايو تہ توهان چارڻ کي ڪهڙي نموني استعمال ڪيو آهي؟'

'چارڻ اسان جو دوست آهي.' دلبر خان چيو، 'اسين دوستن کي استعمال نہ ڪندا آهيون.'

'۽ دوست جي دوست کي استعمال ڪندا آهيو!' ڪاوڙ وچان چيم، 'مان وڃان ٿو دلبر خان.'

مون جهٽ هٽي گلم تان دلبر خان جي ڪلاشنڪوف کڻي ورتي. زندگيءَ ۾ پهريون دفعو مون رائيفل هٿ ۾ کنئين هئي.

ڪشمير خان هٿ سان ڌڪو ڏيئي دلبر خان کي پري ڪري ڇڏيو. رڙ ڪندي چيائين ، 'اناڙي آهي ، متان برسٽ هلائي وجهي.'

'پنهنجي جاءِ تي بيٺا رهو، ٻئي ڄڻا. اصل نہ چُرجو.'

مون پوئين پير در ڏانهن وڌندي چيو ، 'مان وڃان ٿو.'

دلبر خان جنوني قسم جو ماڻهو هو. اڳتي هليو آيو.

رڙ ڪيم، 'خبردار، اڳتي نہ اچجانءِ!'

دلبر خان چيو، 'بہ ڳالهيون غور سان ٻڌي ڇڏ.'

'ٻڌاءِ . 'چيم، 'پر، پنهنجي جاءِ تان اصل نہ چُرجانءِ!'
'صوبيدار کي پڪ هني تہ دهشتگرد گلاب جو تون ساٿي آهين. اسان ڳالهہ ٺاهي تنهنجي جان بچائي آهي.' دلبر چيو، 'تون جيڪڏهن گرفتار ٿي پئين، تہ پوليس ۾ اسين پنهنجي ساک وڃائي ويهنداسين. تنهنڪري....'
هن جملو پورو نہ ڪيو. پڇيم، 'تنهنڪري ڇا؟'
چيائين، **'اسين توکي جيئرو نہ ڇڏينداسين. توکي هر حال ۾ مارينداسين. اسين شاهدن کي جيئدان نہ ڏيندا آهيون.'**
'تڙي نہ ڏي دلبر خان.' چيم، ' ٻي ڳالهہ ٻڌاءِ!'
دلبر خان چيو، 'چارڻ ٿوريءَ دير ۾ پهچي ويندو. تنهنجي ۽ اسان جي وچ ۾ معاملو جيستائين ڪنهن انجام تي پهچي، چارڻ کي اسين يرغمال طور پاڻ وٽ قيد ڪنداسين.'
'تون وڏو ڪمينو آهين، دلبر خان!' رڙ ڪندي چيم، 'دل چوي ٿي توکي اُتي ماري وجهان.'
ڪشمير خان اڳتي اچي، دلبر کي ٻانهن کان جهلي پري ڪري ڇڏيو.
مان پنيرو هٽندو حجري جي در وٽ پهتس. پٽ سان لڙڪندڙ قديم دور جو تالو ڪٺي ٻاهر نڪري بيٺس. هڪدم در بند ڪري. ڪڙي ۾ تالو وجهي، چابي ڦيرائي ڇڏيم.
حُجري ٻاهران، ٻاچيءَ جي دڪان وٽ بيٺل ماڻهن حيرت وچان مون ڏانهن ڏٺو. منهنجي هٿ ۾ ڪلاشنڪوف ڏسي هر ڪو پنهنجيءَ پنهنجيءَ جاءِ تي پنڊ پهڻ ٿي ويو.
مان ماڻهن ڏانهن ڏسي آهستي آهستي، حجري جي پاسي کان وهندڙ برساتي نالي ڏانهن وڌڻ لڳس. تڏهن اوچتو، حجري جي روشندانن مان اول ڪلاشنڪوف جا برسٽ ٻڌم، ۽ پوءِ دلبر خان ۽ ڪشمير خان جا ٻوڪ: وڃڻ نہ ڏجوس... ماري ڇڏيوس، ماري ڇڏيوس.
تڏهن محسوس ڪيم تہ حجري ٻاهران بيٺل ماڻهو ٻاچيون وٺڻ وارا گراڪ نہ هئا. هو دلبر ۽ ڪشمير خان جا ڇاڙتا هئا. هو هٿيار ڪٺي منهنجي ڪڍ ڪاهي پيا.
ٻي ڪا واٽ نہ ڏسي، مان برساتي نالي ۾ لهي ويس- ۽ نالي جي پاسن کان بيٺل گهاٽن وڻن ۽ جهنگلي ٻوٽن ۾ لڪندو، سيڪٽر آئي- ٽين ڏانهن وڌڻ لڳس. ●

# 11

سيارو هجي يا اونهارو، اسلام آباد جا برساتي نالا مينهن جي مند ۾ بي قابو ۽ بدمزاج نديءَ وانگر اُٿل کائي ايندا آهن. ٽاڪرو زمين جي ورن وڪڙن ۾ پٿرن ۽ جبلن سان ٽڪرائجي هٿي اهڙو آواز پيدا ڪندا آهن، جهڙو آبشار! ترائين کي ڇڏي، لهوارين ۾ برساتي نالا اونها نہ ٿيندا آهن. نالي جي پيٽ ۾ پيل پٿر چٽا نظر ايندا آهن. اهڙن هنڌن تي پاڻي گوڏي جيترو مس ٿيندو، پر، پاڻيءَ جي وهڪري جي رفتار ڏسي دل جهلي نہ سگهبي آهي.

دلبر خان جي حجري مان فرار ٿيڻ کان پوءِ سندس پگهاردارن جي لوڏ منهنجي ڪڍ لڳي پيئي هئي. ڏينهن کي پل شينهن سڏجي! پر، رات ماءُ جي هنج وانگر پناه ڏيندي آهي. مون زندگيءَ ۾ پهريون دفعو ڏينهن کي ۽ ڏينهن جي روشنيءَ کي پنهنجو دشمن محسوس ڪيو. مون کي ائين لڳو، برساتي نالي جي ڪنارن سان بيٺل وڻ ٽڻ جڻ دلبر خان ۽ ڪشمير خان جا ايجنٽ هئا، ۽ موتمار هٿيار کڻي منهنجو پيڇو ڪري رهيا هئا.

وهم ۽ گمان جي برعڪس، دلبر خان جا گماشتا سچ پچ منهنجي ڪڍ ڪاهي پيا هئا. پٿرن ۽ ٽڪرن تان ٽڙندي ٿاٻڙندي مان اڌ منو ڪلاڪ کن ساهي پٽڻ کان سواءِ ڊوڙندو رهيس. نيٺ سهڪي پيس. ائين لڳو، ڪ ڪنيم تہ ٿڪو ڪري پاڻيءَ ۾ وڃي پوندس. سڄي رات جبلن تي برسات پيئي هئي. برسات جي پاڻيءَ سان گڏ جبلن جي چوٽيءَ تان برف بہ رجي پيئي هئي. پاڻيءَ جو زور ايڏو، جو بيٺل بند پچي ڇڏي!

ساهہ مٺ ۾ ڪري مان هڪ قديم بڙ جي ٿڙ پٺيان وڃي رهيس. سخت سيءَ جي باوجود منهنجي مٿي ۽ ڪنڌ تي پگهر اچي ويو هو. سيني ۾ ساهہ ائين پئي هليو، جڻ ڌونٽي. پاڻيءَ جي گوڙ ۽ شور ۾ بہ مون کي پنهنجي ساهہ مان سيٽيءَ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. دل بدمست گهوڙي جي ٽاپن وانگر پئي هلي.

مون اکيون بند ڪري مٿو بڙ جي ٿڙ سان لڳائي ڇڏيو. آهستي آهستي سڀ ڪجهہ جانيتو ٿيڻ لڳو. مٿي ۽ ڪنڌ تي آيل پگهر سڪڻ لڳو. ڌونٽيءَ وانگر هلندڙ ساهہ سانتيڪو ٿيڻ لڳو. دل گهوڙي جي سنبن مان نڪري آئي. تڏهن، ڪا شيءِ منهنجي مٺ ۾ برف وانگر ٺرڻ لڳي. ڇرڪ پري ڏٺم. دلبر خان جي حُجري مان کنيل ڪلاشنڪوف جو لوه ٺري يخ ٿي ويو هو.

مون کي ڪلاشنڪوف کان وحشت ٿيڻ لڳي. سوچيم جهڙي نموني تيزيءَ سان

منهنجيون حالتون بدلجي رهيون آهن ، مون کي جيڪڏهن ڪلاشنڪوف سميت پڪڙي ورتائون ، ته منهن ۾ مون کي سنڌ جو ڪو بدنام دهشتگرد ثابت ڪري ، ملڪي ۽ غير ملڪي اخبار نويسن آڏو پيش ڪندا ، ۽ ڦاهيءَ جي ڦندي تائين پهچائي ڇڏيندا!

ڪلاشنڪوف مان هٿ ڪڍي ڇڏيم. عين ان وقت مون کي پنجن ڇهن ماڻهن جي موجودگيءَ جو احساس ٿيو. هو ڳهاٽن وڻن ۽ ٻوٽن پٺيان هلندا پئي آيا. سندن ڳالهائڻ ڇنو نه هو. مون محسوس ڪيو ، هو منهنجي رخ ۾ وڌندا پئي آيا.

ٻڙ جي ٿڙ وٽان ڪنڌ ڪڍي ڏٺم. هو مون کي اُهي ماڻهو محسوس ٿيا ، جيڪي دلبر خان جي حجري ٻاهران بيٺا هئا. هنن جي هٿن ۾ مختلف قسم جا هٿيار هئا ، ڪلاشنڪوف ، رائيفلون ، روالور ۽ پستول!

مون ڪنڌ وراڻي پٺتي تي پيل ڪلاشنڪوف ڏانهن ڏٺو. هيٺ جهڪي آهستگيءَ سان ڪلاشنڪوف کڻي ورتم. مون کي وحشت محسوس نه ٿي. ڪنبندڙ لڱن مان سياٽو ڊرو ٿي ويو. مان ساهه روڪي ويهي رهيس. دلبر خان جا ڇاڙتا ٻڙ جي ٻني پاسي کان اڳتي نڪري ويا.

مان منجهي پيس. پوئتي موٽڻ محال هو. اڳتي وڌڻ موت جي منهن ۾ وڃڻ برابر هو! هو چارئي ، پنجيئي جٿا شڪل شبيهه مان قاتل پئي لڳا. دلبر خان ۽ ڪشمير خان ثابت ڪري ڏيکاريو هو ته ڪلاشنڪوف آڏو قلم جي ڪا به حيثيت نه آهي. اُهو ڏاهو الائي ڪير هو ، جنهن چيو هو ته قلم هر حال ۾ تلوار کان وڌيڪ طاقتور ٿيندو آهي! اُن ڏاهي عمر ۾ تلوار نه ڏٺي هوندي ۽ جيڪڏهن ڏٺي هوندي ، ته ڪنهن ميوزيم ۾ ڏٺي هوندي. ڪنهن قاتل جي هٿ ۾ تلوار يا بندوق ڏسي اُهو ڏاهو هرگز نه چوي ها ته قلم تلوار کان طاقتور ٿيندو آهي! ڪلاشنڪوف تي منهنجي گرفت مضبوط ٿي ويئي. جيتوڻيڪ مون زندگيءَ ۾ ڪڏهن غليل به نه هلائي آهي. سوچيم ، جيڪڏهن منهن مقابل ٿيا ، ته برسٽ هڻي پنجن ئي کي ڍير ڪري ڇڏيندس! ۽ پوءِ ؟ انديشا اٿلي پيا.

سوچيم ، ڪلاشنڪوف هلڻ جا آواز ٻڌي اسلام آباد پوليس جا جانٺا جوان برساتي نالي کي وراڻي ويندا. گهيرو تنگ ڪندا- ۽ نيٺ مون کي اچي سوگهو ڪندا! منهنجي هٿ ۾ ڪلاشنڪوف ڏسي ، مون کي ثبوت سميت دهشتگرد سمجهي وٺي ويندا ، ۽ گلاب گونگي کي منهنجو ۽ مون کي گلاب گونگي جو دهشتگرد ساٿي ظاهر ڪندا! **انصاف ثبوت جي گهوڙين تي بيٺل هوندو آهي. گهوڙيون ڪڍي ولوس ، ٺهڪو ڪري ، ڪري پوندو. ثبوت جون گهوڙيون ڏيئي ڇڏيوس ، پوءِ ملزم کڻي ماڌ پيٽان جاول ٻار وانگر بيگناهه ڇو نه هجي ، انصاف نهايت ايمانداريءَ سان ڪيس ٽنگي ڇڏيندو!**

مون کي ۽ گلاب گونگي کي دهشت گرد ثابت ڪرڻ لاءِ ڪلاشنڪوف کان

وڏيڪ پوليس کي ٻيو ڪهڙو ثبوت گهرجي! مون غور سان ڪلاشنڪوف ڏانهن ڏٺو. اڳيان جهنگ ڏانهن ڏٺم، جنهن ۾ دلبر خان جا گماشتا ڪاهي پيا هئا. برساتي نالي جي آبشار جهڙي وهڪري ڏانهن ڏٺم. سوچيم هيءُ برساتي نالو لنگهي جيڪڏهن ٻئي پار پهتس ته گهٽي پاڳي بچي ويندس. برساتي نالي جي ٻئي پاسي سيڪنڊ ڏهون آهي. سيڪنڊ ڏهين ۾ وڪ وڪ تي جايون لُهي رهيون آهن. سوچيم لُهندڙ جاين جي اوٽ ۾ مان اکٽي نڪري ويندس، ۽ دلبر خان ۽ ڪشمير خان جي ڇاڙتن کان بچي ويندس.

ڏاڍيءَ خبرداريءَ سان ٻڙ جي ٽڙ پٽيان نڪري، برساتي نالي جي ڪپ تي وڃي بيٺس. پاڻيءَ ۾ پير وڌم ته چرڪ نڪري ويو. پاڻي اهڙو يخ، جهڙي برف. جتان نالو پار ڪرڻ پئي چاهيم، اتي پاڻي چيله جيترو مس هو، پر برف جهڙو، ۽ تيزيءَ سان وراڪو ڪائي پئي وهيو- وراڪي وٽ ست اٺ فٽ ڪن اوچي ٽڪري هئي. ٽڪريءَ جي اوٽ مان نڪري برساتي نالو پار ڪرڻ جو پڪو پهه ڪيم. بوٽ لاهي هٿ ۾ کنيم. ٻئي هٿ ۾ ڪلاشنڪوف. دل پڪي ڪري برف جهڙي يخ پاڻيءَ ۾ لهي پيس. اول پاڻي مُري جيترو هو. اڳتي وڌيس ته پاڻي گوڏي جيترو هو. وچ وهڪري ۾ پهتس ته پاڻي ڪٽي چيله جيترو ۽ ڪٽي سيني جيترو هو. سوچيم، جيڪڏهن ٻن ٽن منٽن ۾ پاڻيءَ مان نڪري پار نه پهتس ته جمي، پاڻيءَ جي وهڪري ۾ وهي ويندس.

سموريءَ سگهه سان وچ وانگر وهندڙ ۽ گوڙ ڪندڙ پاڻيءَ مان نڪري نالي جي ٻئي پاسي پهتس. سيءَ جي باوجود سهڪي پيس. ٻوٽن ۾ لڪي ويهي رهيس. سڪل پنن سان پير سڪائي بوٽ پائي ڇڏيم. واچ ۾ وقت ڏٺم، ٻه پئي ٿيا. سياري ۾ سج سادي چنين لڳي ڏاري لهي ويندو آهي. سوچيم، ان کان اڳ جو برساتي نالي جي پَر ۾، ۽ جهر جهنگ ۾ سج لهي وڃي، مان هتان نڪري وڃان، ۽ سيڪنڊ ڏهين جي وسندين ۾ وڃي پهچان.

مون پويون دفعو غور سان ڪلاشنڪوف ڏانهن ڏٺو، ۽ پوءِ ڦيرو ڪائي، ٻانهن اُڀي ڪري، ڪلاشنڪوف کي وراڻي برساتي نالي ڏانهن اُڇلايم. ڪلاشنڪوف هوا ۾ قلابازيون ڪائيندي، اول ست اٺ فٽ اوچي ٽڪريءَ کي لڳي، ۽ پوءِ پٿرن، ٽڪرن سان لڳندي، وڏي آواز سان، پاڻيءَ ۾ وڃي پيئي.

اوچتو، دلبر ۽ ڪشمير جا ڇاڙتا جهنگ مان نڪري آيا. ٻئي پاسي کان مون تي نظر پين ته هٿيار سڌا ڪري گولين جو وسڪارو شروع ڪري ڇڏيانون. مان هڪدم ڌرتيءَ تي ليٽي پيس. ان دپ کان ته هو پيڇو ڪندا، برساتي نالو پار ڪري مون ڏانهن هليا نه اچن، مان تڪڙو تڪڙو ريڙهيون پائيندو گهاٽن، وڻن ۾ وڃي پهتس. ان وچ ۾ هو پنجيني ڇٽا گوليون هلائيندا رهيا.

گهاٽن وڻن ۾ پهچي ساهه ۾ ساهه پيو، ۽ سامت ۾ آيس. مان آهستي سيءَ

۾ ڪنبندو سيڪٽر ڏهين ڏانهن وڌڻ لڳس. سوچيم سچ ڇو ڪال اڳ جهنگ مان نڪري ڪنهن لالي جي ٻاڪڙا هوٽل ۾ چُلهه تائين نہ پهتس، تہ مري وينديس. وڻن ٽڻن سان وچڙندو، ڪنبندو ٿاٻا کائيندو، مان برساتي نالي جي جهنگ مان ٻاهر نڪري آيس. سڌو پنڌ تي مزدورن جي هوٽل هئي، جنهن ۾ ٻاهر جو مَچُ پئي ٻريو. ڊري ڪهٽ ڊوڙندو، مان مچ جي ڀرسان وڃي ويهي رهيس. ٻئي هٿ اڳتي ڪري جڻ ٽاندن ۾ ڏيئي ڇڏيم. ٻاهر ڪي ايترو ويجهو ٿي ويٺس، ڀانءِ اُلن کي ڀاڪر ۾ پئي ڀريم. ●

# 12

ٻڃندي، ٻڪندي، دلبر خان ۽ ڪشمير خان جي ڇاڙتن کان لڪندي مان ڏاڍو ٿڪجي پيو هوس. سيءَ کان ڪنبندي ٻاڪڙا هوٽل ۾ مَچَ آڏو اچي ويٺس ته انين لڳو، ڄڻ مان هڪ جنم کان ٻئي جنم تائين ڊوڙندو رهيو آهيان، لڪندو رهيو آهيان، موت منهنجو پيڇو ڪري رهيو آهي، ۽ زندگي لمحن جي ڪشڪول مان ڪري رهي آهي، حياتي هارايل جنگ جي ميدان ۾ ختم ٿي رهي آهي !

مون کي اهڙي نموني مچ آڏو ويٺل ڏسي، ٻاڪڙا هوٽل ۾ موجود مزور ڏاڍو حيران ٿيا. ڪجهه مزورن مون کي مجذوب سمجهيو، ۽ ٺهڪ ڏيڻ لڳا. هڪڙي مزور چيو، "مچ آڏو انين ويٺو رهيو ته ڪجهه دير کان پوءِ ڪباب ٿي ويندو."
مان مچ آڏو هٽي سگهيس، تريون مهٽيندو رهيس. سيءَ جو سيسڙاٽ منهنجي وجود مان ڊرو ٿيڻ لڳو.

ٻئي مزور پنهنجي ساٿي مزور کان پڇيو، "ڪير آهي. اڳ ته هن کي هتي نه ڏٺو اٿئون؟"

جواب مليس، "شايد پرديسي آهي."

مون ڪنڌ وراڻي ان مزدور ڏانهن ڏٺو، جنهن مون کي پرديسي سڏيو هو. دل چاهيو ته چوانس، ها مان پرديسي آهيان- هڪ اهڙو پرديسي، جنهن کي پنهنجي ديس متعلق ڪا خبر نه آهي. منهنجو ديس ڪٿي آهي! منهنجو وطن ڪٿي آهي؟ هيءُ منهنجو وطن آهي، ته پوءِ مان پنهنجي وطن ۾ جلا وطن آهيان. هيءُ منهنجو وطن ڪهڙي قسم جو وطن آهي، جنهن ۾ سياسي، سماجي، ۽ اعليٰ رتبن تي قابض ڪورينٽرن پنهنجا اڻ ڏٺا ڄار مهارت سان پکيڙي ڇڏيا آهن. مان ڪورينٽرن جي ڄار ۾ ڦاسي پيو آهيان. مان پنهنجي جيئڻ لاءِ ڦٿڪي رهيو آهيان. اسلام آباد جو هيءُ هيڏو سارو شهر منهنجي لاءِ قبرستان ڇو ٿي پيو آهي!

مون اسلام آباد ۾ بنگالين جي ڇڏيل ملڪيتن ۽ پلاٽن تي قبضو ڪرڻ جو ارادو نه ڪيو آهي. مون ڪنڌ جي ڪارخانن جي پرمٽ وٺي هڪ ڪروڙ رپين ۾ وڪڻڻ جو سٽل نه سٽيو آهي. مون پنهنجي لاءِ پرڏيهي ناٽي جي مٺاسٺا واري اسڪيم پٺيان سمگلنگ جو پروگرام نه ٺاهيو آهي. مان مولائي ملنگ مڙس آهيان. مون ڏاڻ سان محبت ڪني آهي. مون کي ڏاڻ جي فعلن سان ڪو واسطو نه آهي- ۽، سڀ کان وڏي ڳالهه ته مان اسلام آباد ۾ پنهنجي مرضيءَ سان نه آيو آهيان. روهڙي

شريف ۾ منهنجن مائٽن مون کي اسلام جي ڳولا لاءِ اسلام آباد موڪليو هو. اهو درست آهي ته اسلام آباد ۾ اسلام کي ڳولڻ واريءَ مهم ۾ مان ناڪام ٿيو آهيان. پر، مون کو ڏوهه نه ڪيو آهي. مون اسلام آباد ۾ فقط اسلام کي تلاش ڪيو آهي، ۽ ڏانڻ سان عشق ڪيو آهي!

مچ جي سيڪ تي پسيل ڪپڙا سڪڻ لڳا. مان وک کن مَچَ کان پري ٿي وينس. سڄي ڏينهن جي بُکَ اُڄ تي هوس. کيسي ۾ ڪجهه پيسا پيا هئا. مون ٻاڪڙي واري کي دوڌ پتيءَ لاءِ چيو. ٻاڪڙي واري پڇيو، "ڪلچو کائيندين؟"

مون ڪجهه ڪجهه تعجب وچان هن ڏانهن ڏٺو. هُن شايد منهنجي حالت مان اندازو لڳائي ورتو هو ته مان بک اڃ تي هوس، ۽ شايد بيمار به هوس. ٻاڪڙي وارو دوڌ پتيءَ سان ڀريل ڪوپ ۽ ڪلچو کڻي آيو. هيڏانهن هوڏانهن ڏسندي چيائين، "ميز چڪي وٺ."

منهنجي پاسي کان، ڪجهه پريرو ڪاٺ جي تختي کي سڪل وڻ مان پٽيل چار ٽنڊيون ٽاريون ڪوڪن سان ٺوڪيل هيون. اها شيءِ ميز هئي. مون هٿ وڌائي ميز چڪي ورتي. دوڌ پتيءَ سان پريل ڪوپ ۽ ڪلچو هن ميز تي رکي ڇڏيو.

پڇيائين، "ٻاهران آيو آهين؟"

دوڌ پتيءَ جي سپ پريم. وراڻيم، "الائي."

کلي پيو. چيائين، "منهنجو مطلب آهي، اسلام آباد جو رهاڪو آهين، يا ڪٿان ٻاهران آيو آهين."

ڪلچي جو ٽڪر وات ۾ وجهي دوڌ پتيءَ جي سرڪي پريم. چيم، "اسلام آباد جو رهاڪو آهيان."

"ڇا ڪندو آهين؟" هن پڇيو، ۽ موڙو سوري منهنجي پرسان ويهي رهيو. اهڙي نموني هن جو پرسان ويهڻ مون کي نه وڻيو. ڪجهه کهري لهجي ۾ کيس چيم، "تون سي آئي ڊيءَ وارن جو ايجنٽ آهين ڇا؟"

"نه، نه. يار ناراض نه ٿيءُ." هن ڦڪو ٿيندي چيو، "ان لعنت کان خدا شل مون کي پنهنجي امان ۾ رکندو."

ڪلچو کائيندي پڇيم، "ته پوءِ سي آئي ڊي وارن جهڙا سوال ڇو ٿو پڇين؟ مان ڪير آهيان، ڪٿان آيو آهيان، ڇو آيو آهيان، اِن ۾ تنهنجو ڇا؟ يڪ ڄاڻ ته توکي ڪلچي ۽ دوڌ پتيءَ لاءِ ڏيڻ جيترا پيسا منهنجي کيسي ۾ آهن. اچي وٺ."

مون کيسي ۾ هٿ وجهي ڏهين رپئي جو آلو نوٽ ڪڍي ٻاڪڙا هوٽل واري جي هٿ تي رکيو. هو منهنجي اهڙي روپيي لاءِ قطعي تيار نه هو. اٽي، هڪدم پري هليو ويو. ڏهين رپئي مان دوڌ پتيءَ ۽ ڪلچي جا پيسا ڪٽي، باقي بچت مون کي آئي ڏنائين. ڳڻڻ کان سواءِ مون پيسا کيسي ۾ وجهي ڇڏيا.

هن چيو، "سامهون، کابي طرف، جيڪي به بنگلا ٺهي رهيا آهن. انهن جو ٺيڪيدار منهنجو دوست آهي. هن کي اڪثر اهڙن مزورن جي ضرورت رهندي

آهي. جيڪي گهر گهاٽ ڇڏي نوڪريءَ جي تلاش ۾ اسلام آباد هليا ايندا آهن.“
”چو اهڙا مزور هيٺو ڪم ڪندا آهن ڇا؟“ پڇيم.
وراڻيائين، ” اهڙا مزور ٺيڪيدار حاجي مسڪين جي ٽيم جا ميمبر ٿي پوندا آهن، ۽ هڪ ئي وقت مختلف بنگلن تي ڪم ڪندا آهن. تون حاجي مسڪين لاءِ ڪم ڪندين؟“
پڇيم، ”تو ڪڏهن ٽيليفون ڪئي آهي؟“
وراڻيائين، ”ها.“
چيم، ”تون رانگ نمبر تي ڳالهائي رهيو آهين.“ منهنجو لهجو هن کي پڃاڻڻ لاءِ ڪافي هو.
تڏهن، اوچتو مون کي چارڻ چرڻي جو خيال آيو. سوچيم، هو جيڪڏهن دلبر خان جي ور چڙهي ويو، ته پوءِ مون کي بليڪ ميل ڪرڻ لاءِ دلبر خان چارڻ کي پاڻ وٽ يرغمال ڪري ڇڏيندو.
مان چرڪ ڀري اٿي بيٺس. ڀاڪڙي واري کان پڇيم، ”هتي ڪا ٽيليفون آهي؟“
”ها.“ چيائين، ”سامهون، ٽانڪيءَ جي پرئين پاسي، عباس مارڪيٽ آهي، اتان ٽرنڪي فون ملي ويندي.“
مان عباس مارڪيٽ ڏانهن روانو ٿي ويس.
عباس مارڪيٽ ۾، ائن، ڏهن دڪانن جي درميان پبلڪ ڪال آفيس هئي. سج لهي ويو هو. سيءُ ماحول ۾ ڪاهي پيو هو. مون مراد ٽاٽاري جي گهر جو نمبر ملايو. ڪجهه دير تائين فون جي گهنٽي وڄندي رهي. ڪافي دير کان پوءِ ڪنهن رسيور کنيو، ۽ چيو، ”هلو، هلو.“
مون هڪدم سندس آواز سڃاڻي ورتو. مراد ٽاٽاري جو جڳ مشهور نوڪر نورل ڳالهائي رهيو هو.
ڪيس چيم، ”نورل، مان جوڳي پيو ڳالهايان. ٽاٽارو آهي؟“
”ها، سائين آهي. چو نه آهي.“ نورل چيو، ”مان اجهو ٿو سڏي اچانس.“
مون کي هولڊ ڪرائي نورل هليو ويو. ڪافي دير کان پوءِ رسيور مان روئڻ هارڪو آواز آيو، ”سائين، مراد صاحب ڪيڏانهن هليو ويو آهي.“
” اڙي! هينئر جو چيو هُيءِ ته وينو آهي!“
”سائين، ڪارو منهن ڪيو هيم.“
”ڪيڏانهن وڃڻ جو بهانو ڪيو اٿائين؟“
”مون کي خبر ڪونهي. مون کي فقط ايتري خبر آهي ته صاحب گهر تي ڪونهي.“
”گهر تي ڪونهي، يا گهر ۾ ڪونهي؟“
” اسان حڪم جا ٻندا، جيئن حڪم ملندو، تيئن طوطي وانگر ڳالهائينداسين.“
”ٺيڪ آهي، نورل.“

"سائين، ان ۾ منهنجو ڏوهه ڪونهي."
"مون کي خبر آهي."
رسيور رکي مان سوچ ۾ پنجي ويس. چارڻ کي روڪڻ لازمي ٿي پيو هو. بيو ڪو چارهو نه ڏسي، پاڻ چارڻ ڏانهن وڃڻ جو فيصلو ڪيم. سيڪنڊ ڏهين ۾ اجا اسٽريٽ لائيٽون نه لڳيون آهن. هونءَ به گهاٽن وڻن سبب اسٽريٽ لائيٽون اونده ۾ ڪو خاص ڀونو نه ٻاريندڀون آهن. پشاور موڙ ڏانهن ويندڙ ويگن ۾ سوار ٿيس.
ويهڻ خاطر ويگن ۾ ويهي ته رهيس، پر هر شخص مون کي سادن ڪپڙن ۾ پوليس جو سپاهي يا گماشتو پئي لڳو. سيڪنڊ ڏهين کان پشاور موڙ تائين پندرهن منٽن جو سفر اينگهجي جڻ ڪلاڪن ۾ بدلجي ويو. ان وچ ۾ هڪ گهڙي اهڙي به آئي، جڏهن محسوس ڪيم ته منهنجو سفر ڪڏهن ختم نه ٿيندو، ۽ پشاور موڙ تائين پهچڻ کان اڳ مان پڪڙجي پوندس.
ڪنڊيڪٽر مون کي ٻانهن کان جهلي ڏونڌاڙيو. چيائين، "سمهي پيو آهين ڇا!"
مون ڇرڪ ڀري ڏانهس ڏٺو.
ٻيهر چيائين، "پشاور موڙ اچي ويو آهي."
ڪنڊيڪٽر ڏانهن ڏسندي مان ويگن مان لهي، هڪدم هارڊ ويئر دوڪانن جي مارڪيٽ ڏانهن روانو ٿي ويس. ٻتين کان بچندي، پاڇن ۾ هلندي، مان پشاور موڙ جا رستا لتاڙي، ڪراچي ڪمپنيءَ جي فليٽن جي رخ ۾ وڃي پيس. چارڻ چريو اسان واري ساڳئي بلاڪ ۾ گرائونڊ فلور تي ڇهن پنجن سالن سان رهندو آهي.
مان لڪندو ڇپندو، ڊي بلاڪ جي سامهون وڃي پهتس. وڻن جي اوٽ وٺندي مان چارڻ جي فليٽ ڏانهن وڌڻ لڳس. پونين پاسي کان سندس رنڌڻي جي دريءَ وٽ وڃي بيٺس. دودو بورچيخاني ۾ بيٺو هو، ۽ چانور پچائي رهيو هو. مون کيس آهستي سڏ ڪيو، "دودا."
منهنجو آواز ٻڌي دودي کان ڇرڪ نڪري ويو. مون کي دريءَ وٽ بيٺل ڏسي کيس ڪنبڻي وٺي ويئي.
کائنس پڇيم، "چارڻ ڪٿي آهي؟"
"هليو ويو، هليو ويو!" دودي بورچيخاني جي بتي وساڻي ڇڏي. چيائين، "ڪالهه کان پوليس چار دفعا تنهنجي ڳولا ۾ ڇاپا هڻي چڪي آهي. هينئر به سادن ڪپڙن ۾ سپاهي هيڏانهن هوڏانهن بيٺا آهن. ڀڄي وڃ."
کائنس وري پڇيم، "چارڻ ڪٿي آهي؟"
چيائين، "چارڻ منجهند مهل توسان ملڻ لاءِ روانو ٿي ويو هو. اجا تائين نه موٽيو آهي."
جڻ اوچتو سڄي شهر جون بتيون وسامي ويون.
دل ۾ چيم، "هينئر چارڻ وري ڪڏهن نه موٽندو."
مان اونداهه جي سمنڊ ۾ ڪاهي پيس. ●

# 13

اونده مون اڳ بہ ڏٺي هئي. اونده ۾ مون اڳ بہ سفر ڪيو هو. پر، مون کي قطعي احساس نہ هو تہ اونده جتي پناه وانگر اسان کي اوکي وقت ۾ ياڪر ۾ پريندي آهي، اُتي مايوسين، پريشانين ۽ ذلتن جي لوڏ اسان جي ڪڍ چڏي ڏيندي آهي. اونده ۾ چارڻ جي گهر وٺان پٺئين پير ڀاڄ ڪائيندي، مون محسوس ڪيو هيءَ دنيا تمام تنگ، تنڊڙي ۽ محدود آهي. خونخوار بگهڙ منهنجي ڪڍ لڳل آهن. اونده ۾ هزارين چمڙا ۽ چهرا منهنجي مٿان لامارا ڏيئي رهيا آهن. رڙين ۽ چيٽن جا آواز هر آواز ڪائي ويا آهن. مان ڊوڙي رهيو آهيان. موت منهنجو تعاقب ڪري رهيو آهي. دلبر خان جي حجري مان فرار ٿيندي، مون ان ڏينهن-شينهن کي نديو هو. ڪيس پاراتو ڏنو هو. رات جي هنج ۾ روپوش ٿيڻ انين هو، جڻ ڏائڻ جي ٻانهن ۾ پناه وٺڻ. سگهہ منهنجو ساٿ ڇڏڻ لڳي. ڀڄندي، ڊڪندي سوچيم، فرار جي راهن ۾ ڊوڙندي ڊوڙندي، ٿڪجي، نستو ٿي مان ڪري پوندس. ساهہ منهنجي سيني مان نڪري ويندو. موت ڳجهہ وانگر پنهنجا چنبا منهنجي سيني ۾ کپائي، پنهنجي ترار جهڙي تيز چهنب سان منهنجي دل ڪڍي هليو ويندو. مان رڙين ۽ چيٽن جي وچ ۾ خونخوار بگهڙن جو کاڄ ٿي ويندس!

جي- نائين سيڪٽر جي مرڪز ۾ لوڊ شيڊنگ هئي. مان دڪانن، هوٽلن ۽ ٻاڪڙن جي موم بتين واري ميرانجهڙيءَ روشنيءَ کان بچندو، بند ٿيل بينڪ وٽ پهتس. چوڪيدار رڙ ڪئي، خبردار!

مان بيهي رهيس.

هو پنهنجي قديم دونالي بندوق کڻي مون ڏانهن وڌندو آيو. ڪجهہ پريان ٽارچ ٻاري روشني منهنجي منهن تي هنيائين. مون کي سڃاتائين تہ عجيب لهجي ۾ ڳالهايائين:

"اڙي لالا جوڳي! تون، تون آهين؟"

مون لالي چوڪيدار کي چيو "لالا، گولي نہ هلائجانءِ!"

"اورتي آءُ، اورتي آءِ! "لالي چوڪيدار چيو، "ڏاڪڻ جي هيٺان منهنجي کٽ تي وڃي ويهي رهہ."

بينڪ ڏانهن ويندڙ ڏاڪڻ جي هيٺان لالي جي کٽ تي مان وڃي ويهي رهيس. اونده ۾ ڪجهہ نظر نہ پئي آيو. محسوس ڪيم تہ کٽ جي پرسان پاٿيءَ جي

گهگهي رکي هئي. مون جست جي گلاس ۾ پاڻي وجهي، سيءَ جي باوجود، هڪ ڍڪ سان گڙڪائي ويس. سيني ۾ جڻ برف جي سر لهي ويئي. ٽيوب ويل جي موٽر وانگر هلندڙ دل هڪ لمحي لاءِ بيهي رهي. اکين آڏو ترورا آيا. مان لالي جي کٽ تي ليٽي پيس.

لالو هليو آيو. جهيڻي آواز ۾ پڇيائين، "لالا جوڳي! ڪهڙي چڪر ۾ پنجي ويو آهين؟ پوليس تنهنجي ۽ گلاب جي چڪر ۾ جو پنجي ويئي آهي؟ ڇا ڪيو اٿوَ؟"

ان کان اڳ جو سامت ۾ اچان ۽ لالي کي ڪو جواب ڏيان، لالي پڇيو، "فليٽ تي ڪا رَنَ روڳڙي آندي هُيَوَ ڇا؟"

مان اُٿي ويهي رهيس.

پڇيائين، "ڪنهن کان قرض ولي ڪاڻي ويا آهيو، ڇا؟"

دل جڻ خاموشيءَ جي اوڙاه ۾ لهي ويئي هئي.

لالو چوڪيدار پوءِ، پنهنجي سوالن جا پاڻ ئي جواب ڏيڻ لڳو، "نه جوڳي لالا! نه. اهو ممڪن ئي نه آهي. مون کي ته ڪو سياسي چڪر ٿو لڳي. مون کي ڇا، بيدن ڊبل روٽين واري احمد جو به اهوئي خيال آهي ته ڪو سياسي چڪر آهي. ڪينن!"

انڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندي چيم، "نه."

"ڇا!" ڏاڍو حيران ٿيو. پڇيائين، "ته ڇا، رَن روڳڙيءَ واري ڳالهه سچي آهي؟"

چيم، "نه لالا، نه".

وائڙو ٿي ويو. چيائين، "رن روڳڙيءَ جو چڪر به ناهي، سياسي چڪر به ناهي ته ڇا قرض جو چڪر آهي."

چيم، "نه."

مٺو ڪنهندي پڇيائين، "ته پوءِ معاملو ڇاهي؟"

"الائي ڇاهي، لالا." چيم، "هن وقت مون کي گلاب گونگي جو فڪر آهي."

"فڪر جهڙي ڳالهه به آهي." لالي چيو، "ويچاري کي ڏاڍو ماريو اٿائون."

ٻئي هٿ سندس ٻانهن ۾ وجهي جهڏيم. پڇيم، "توکي ڪنهن ٻڌايو؟"

"چارڻ آيو هو. "لالي چيو، "چارڻ کي صحافين ٻڌايو هو."

ڏک وچان پڇيم، "ڏاڍو ماريو اٿائونس؟"

"ها." لالي وراڻيو، "چيائين پئي ته هڪ اک سوڄ سبب ڪاري ٿي ويئي هيس، ۽ مٿي ۽ ٻانهن تي پٽيون ٻڌل هئس."

مون کٽ تي مڪ هڻندي چيو، "صحافين مان ڪنهن پوليس کان نه پڇيو ته گلاب زخمي ڇو هو؟"

چوڪيدار ڏاڍي ٺٺوليءَ وچان کليو، چيائين، "لالا جوڳي، تون به ڪو درويش آهين. مون اڻ پڙهيل جٽ کي به خبر آهي ته پوليس ملازم کي ماري ڪيس پوليس

مقابلي ۾ مارجي ويل ثابت ڪندي آهي! گلاب ته اچا جيئرو آهي.'

چيم، 'ها لالا، صحافين کي ٻڌايو هوندائون ته گرفتاريءَ کان بچڻ لاءِ ، پوليس سان ويڙهه ۾ زخمي ٿي پيو آهي؟'

'مون چارڻ کان ڏاڍو پڇيو،' چوڪيدار چيو، 'پر هن ڪجهه نه ٻڌايو. آخر اصلي معاملو ڪهڙو آهي؟'

چيم، 'معاملو غلط فهميءَ جو آهي. ان کان اڳ جو ڳالهه وڌي وڃڻ تي پوي ، اسان کي هڪ وڪيل ڪرڻو آهي.'

'پوليس تنهنجي ڪڍ لڳل آهي.' چوڪيدار چيو، 'تون وڪيل تائين ڪيئن پهچندين؟'

'ها ، اهائي ته ڳالهه آهي ،' پنهنجي ساءِ چيم، 'اهائي ته ڳالهه آهي ، جنهن منجهائي وڌو آهي.'

ڪجهه دير تائين لالي نه ڳالهايو.

مون ڳالهايو ، ڪانئس پڇيم، 'لالا ، پوليس منهنجي ڳولا ۾ آهي، پاڻ وٽ ويهاريندي ڊپ نه ٿو ٿيئي؟'

'ڊپ ڇا جو جوڳي لالا ، چوڪيدار چيو ، 'آزاد قبائل هتان پري ته ناهي! مون سان ڪٽ پٽ ڪيائون ته سندن ٽڪي جهڙي دونالي بندوق اچلائي هتان هليو ويندس.'

ان وقت مون کي پنهنجو سنگتي ، پنهنجو ساٿي مراد ٺانارو ڏاڍو ياد آيو. سوچيم، ٺانارو جيڪر لالي جو جملو ٻڌي وٺي ، هڪ دفعي لاءِ! فقط هڪ دفعي لاءِ!

'ڳالهه ٻڌ جوڳي لالا،' چوڪيدار چيو، 'تون سنڌ ڇو نه ٿو هليو وڃين؟'

ٿڌو ساهه کنيم ، ۽ ڪانئس پڇيم، 'رڻ ۾ گم ٿي ويل راهن بابت ڪجهه ٻڌو اٿئي؟'

وراڻيائين ، 'مان جبلن جو رهاڪو آهيان ، رڻ جي باري ۾ مان ڇا ڄاڻان!'

ڳالهايم ته چوڪيدار سان پئي ، پر مخاطب جڻ پاڻ سان هوس. چيم، 'رڻ ۾ راهون گم ٿي وينديون آهن. مسافر اڃ وگهي رڃ پٺيان ڊوڙندي اجل جي ور چڙهي ويندو آهي. مان رڻ ۾ ڊوڙي رهيو آهيان. تون ڇا ٿو سمجهين ، سنڌ آزاد قبائل آهي؟'

چوڪيدار تعجب وچان مون ڏانهن ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي، اونده ۾ منهنجي چهري تي تري آيل تڪليف جون ريکائون هو ڏسي نه سگهيو.

چيم، 'اول هتان بچي نڪري وڃڻ مون کي محال ٿو نظر اچي، ۽ جيڪڏهن بچي نڪري به ويس ، ته سنڌ ۾ پير پائڻ شرط پڪڙجي پوندس.'

'پر، تو ڪيو ڇا آهي!' لالي پڇيو، 'ڪنهن کي قتل ڪيو اٿئي؟ يا گلاب ڪنهن کي گولي هٿي ڪدي آهي؟ معاملو ڇا آهي؟'

'هڪ وڪيل جي ضرورت آهي، لالا،' چيم، 'گرفتاريءَ کان اڳ ضمانت جي ضرورت آهي.'

لالو ڪجهه دير تائين سوچيندو رهيو، پوءِ چيائين، 'ڪنهن وڪيل کي سڃاڻين؟'

انڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندي چيم، 'نه'. ڏاڙهي کنهندي پڇيائين، 'ڪو اهڙو دوست جيڪو ڪنهن وڪيل جو واقفڪار هجي؟'

دل ۾ سوچيم، ڊگريون ڊوڙ جون گڏ ڪيون اٿم، اسان کان ته اڌ اکري چوڪيدار پڙ آهي!

مختلف دوستن ۽ واقفڪارن جي باري ۾ سوچيم. ڦري گهري مراد ٽاٽاري جو نالو ذهن تي تري پئي آيو. هر دفعي ڪيس رد ڪري پئي ڇڏيم. سوچيم، ڪجهه به ٿي پوي، مراد ٽاٽاري کان ڪنهن به قسم جي مدد نه وٺندس. ۽ بريٽ صحراني؟ بريٽ صحراني ويچارو بيوس قسم جو دوست آهي. سنگت ۾ سر ڏيئي ڇڏيندو، پر ڪابه مدد ڪري نه سگهندو. معصوم قسم جو ماڻهو آهي- پوءِ ؟

تڏهن اوچتو مون کي ڏانهن جو خيال آيو.

'ڪمال آهي!' لالي چيو، 'تنهنجو ڪو به اهڙو دوست ڪونهي! جنهن جي واقفيت ڪنهن وڪيل سان هجي!'

'آهي، ڇو نه آهي،' چيم، 'پر، موجوده حالتن ۾ هن تائين پهچڻ ناممڪن آهي.'

'واه!' لالي چيو، 'هن جو ٽيليفون نمبر ياد اٿئي؟' پهريون دفعو سڪل چپن تي مرڪ تري آئي، چيم، 'سندس ٽيليفون نمبر منهنجيءَ دل تي لکيل آهي.'

'هليو اچ!' لالي ور مان چابيون ڪڍندي چيو. 'بينڪ مان هلي فون ڪرينس'.

مون اچرج وچان لالي ڏانهن ڏٺو. اهڙو مڙس ماڻهو مون زندگيءَ ۾ ورلي ڏٺو هو.

لالي چيو، 'سوچين ڇا پيو، هليو اچ.'

مان لالي سان گڏ بينڪ جي بند دروازي جي سامهون وڃي بيٺس ●

# 14

بينڪ جي ورانڊي ۾ لڳل ٽيوب لائيٽ جي روشنيءَ کان بچڻ لاءِ مان هڪ ٿلهه جي اوٽ ۾ ٽي بيٺس. چوڪيدار بينڪ جي ٻاهرين در جو تالو کوليو. اندر هليو ويو. ٻتي نه ٻاريائين. مون کي سڏ ڪيائين، "جوڳي لالا، هليو آءُ!"

تکي وک کڻي مان بينڪ ۾ داخل ٿيس. لالي چوڪيدار چيو، "مان ٻاهر ٿو وڃي بيهان. تون مينيجر جي ڪمري مان پنهنجي دوست کي فون ڪر."

چوڪيدار ٻاهر ويندي ويندي بيهي رهيو. منهن ورائيندي چيائين، "مان ٻاهران در کي تالو هڻي ٿو ڇڏيان." منهنجو ساهه وڃي پيرن ۾ پيو. سوچيم، لالو دوکو ته نه پيو ڪري!

لالي چيو، "ڳالهائي وٺين ته اندران هيءُ در کڙڪائجان ءِ. ٺيڪ آهي نه؟"

چيم، "ها، ٺيڪ آهي."

لالو ٻاهر هليو ويو. ٻاهران در کي تالو هڻي ڇڏيائين.

مان اتيني بيٺو رهيس. سوچيندو رهيس ته هو منهنجي لاءِ ايترو ڪجهه ڇو ڪري رهيو آهي. ڪهڙي لالچ اٿس مون ۾! مون کي پڪڙڻ يا مارڻ واري لاءِ اجا ته ڪابه رقم نه رکي اٿانون! هو انين ڇو ڪري رهيو آهي؟ هو ڇا ٿو چاهي؟ ايتري ۾ مون ٻيهر تالو کلڻ جو آواز ٻڌو. تالو کولي لالو اندر آيو. مون کي اتي جو اتي ڏسي حيران ٿيو. چيائين، "جوڳي لالا، تون اجا اتيني بيٺو آهين."

"جي! ها، ها. اتيني بيٺو آهيان." ڳالهائڻ لاءِ لفظ نه پئي مليا.

چيائين، "شايد سوچي رهيو آهين ته بتيون ٻاريان، يا نه ٻاريان. ڪينئن؟"

هڪدم ورائيم، "برابر، برابر."

"اڇي، وٺ." هن پنهنجي ٽارچ مون ڏانهن وڌائيندي چيو، "رات جي وقت بتي ٻارڻ ٺيڪ ناهي. تون ٽارچ ٻاري فون ڪجان ءِ. ٺيڪ آهي؟"

ٽارچ وٺندي چيم، "ها، ٺيڪ آهي."

چيائين، "سامهون وارو ڪمرو مينيجر جو آهي."

چوڪيدار ٻاهر هليو ويو.

ٻاهران در کي تالو هڻي ڇڏيائين.

مان اونده ۾ خبرداريءَ سان هلندو، مينيجر جي ڪمري ۾ لنگهي ويس، پر ان کان اڳ جو ٽارچ ٻاري ڏانڻ جو نمبر ملايان، مون بينڪ جي ٻاهران ورانڊي ۾ ڪيترن ماڻهن جي ڊوڙڻ ۽ ڳالهائڻ جو آواز ٻڌو. مان صوفي پويان وڃي رهيس.

صوفي جي پرسان دري هني. دريءَ آڏو پڙدو لٽڪي رهيو هو. ڪَنُ ڏيڻ سان مان سندن گفتگو چڱي طرح ٻڌي سگهيس ٿي.

هو پاڻ ۾ ٽي چار ڄڻا هنا، ۽ لالي چوڪيدار سان ڳالهائي رهيا هنا. سندن سوال جواب مان اندازو لڳايم تہ سادن ڪپڙن ۾ پوليس ۽ قانون نافذ ڪرڻ وارن ادارن جا ڪارندا هنا.

منجهانن هڪ ڄڻي چوڪيدار کان پڇيو، "تو ڪنهن کي هتان لنگهندي تہ نہ ڏٺو؟"

"ها." چوڪيدار وراڻيو، "ڏٺم."

مون کان ڇرڪ نڪري ويو؟

پڇيائونس، "ڪيڏانهن ويو ؟"

وراڻيائين، "اٽڪل پنج ڇهہ ماڻهو هتان لنگهيا آهن. ڪجهہ تہ اڳتي هليا ويا، ۽ بہ ٽي وچي عباسي هوٽل ۾ ويٺا، ۽ شايد بہ ڪن پراپرٽي ڊيلر جي آفيس ۾ هليا ويا."

"اوهو. تون تہ وڏو ڪو بيوقوف آهين." هڪڙي ڪارندي چيو، "ڪراچيءَ ڪمپني ۾ هڪ سنڌي رهندو آهي."

"هڪ نہ." چوڪيدار وراڻيو، "هڪ کان وڌيڪ سنڌي رهندا آهن."

"اول ڳالهہ ٻڌ، ۽ پوءِ ڳالها ءِ" هڪڙي ڪارندي چيو، "اجايوچ ۾ نہ ڳالها ءِ."

لالي کي جوجڪي اچي ويئي. چيائين، "مون کي دڙڪا ڇوٿا ڏيو؟"

"اسين پوليس جا ماڻهو آهيون." چيائون، "اسان کي ٺيڪ ٺيڪ جواب ڏي."

"ٺيڪ ٺيڪ سوال ڪريو، ۽ ٺيڪ ٺيڪ جواب وٺو." لالي چيو، "اجايو رعب نہ رکو."

لالي جي جرائت تي مان ڏاڍو حيران ٿيس. هڪڙي ڪارندي ٻني کي پڳل ٽنل انگريزيءَ ۾ چيو، "احمق آهي. سختيءَ سان نہ ڳالهايوس."

"ٺيڪ آهي." ٻني ڪارندي چيو، "اسان جي ڳالهہ غور سان ٻڌ."

"ٻڌايو." لالي بيزاريءَ وچان چيو.

"ڪراچي ڪمپنيءَ ۾ هڪ سنڌي رهندو آهي، نالو اٿس جوڳي." هڪ ڪارندي چوڪيدار کان پڇيو، "تون جوڳيءَ کي سڃاڻين؟"

"ها، مان جوڳيءَ کي سڃاڻان." چوڪيدار پختي آواز ۽ لهجي ۾ وراڻيو.

چيائون، "اسان کي جوڳيءَ جي تلاش آهي."

چوڪيدار جواب نہ ڏنو.

هڪ ڪارندي پڇيو، "ڪجهہ ماڻهن کان پتو پيو آهي تہ جوڳي هن طرف آيو آهي."

چوڪيدار وراڻيو، "في الحال تہ نہ آيو آهي."

ڪانئس پڇيائون، "پڪ اٿني تہ جوڳي هن طرف نہ آيو آهي."

"مون تہ ڪيس هن طرف ايندي نہ ڏٺو آهي."
چوڪيدار پڇيو، "پر هو هيڏانهن ڇو ايندو؟"
هنن مان هڪ جٿي ورائيو، "اسان سندس فرار جون سڀ راهون بند ڪري ڇڏيون آهن."
ٻئي ڪارندي چيو، "اسان کي پڪ آهي تہ جوڳي هن سيڪٽر ۾، بلڪ هن سيڪٽر جي هِن حصي ۾ ڪٿي موجود آهي."
ڪن لاءِ مون کي پنهنجي جسم ۾ ڪنبٽي محسوس ٿي. چوڪيدار ڪانئن پڇيو، "جوڳيءَ ڇا ڪيو آهي؟"
"هو سنڌ جو بدنام دهشت گرد آهي." هڪ ڪارندي چيو، "اسان سندس هڪ ساٿيءَ، گلاب کي تہ پڪڙي ورتو آهي، هينئر اسان کي جوڳيءَ جي تلاش آهي."
"ڪمال آهي!" چوڪيدار اچرج وچان چيو، "اسان جوڳيءَ ۽ گلاب کي آواره گرد سمجهندا آهيون، پر توهين چئو ٿا تہ هو دهشت گرد آهن!"
"اسان کي پڪا ثبوت مليا آهن." هنن مان هڪ جٿي چيو، **"بنگالين وانگر اِهي سنڌي بہ ملڪ سان سچا نہ آهن."**
مون کي ڌپ وراڻي ويو. سوچيم، لالي چوڪيدار جي حب الوطنيءَ کي جيڪڏهن جوش آيو، تہ مون کي پڪڙائڻ ۾ دير نہ ڪندو. ٿي سگهي ٿو ، اِها قديم دور جي دونالي بندوق هلائي منهنجو ڊينگو ڊيري ڪري ڇڏي!
لالي کي مون اڪثر، بينڪ ٻاهران اخبارون پڙهندي ڏٺو هو. بينڪ بند ٿيڻ کان پوءِ ، شام ويلي، بينڪ جي ٻاهرين در کي تالو هڻي، هو بالمرٻڃي ويهي رهندو هو، ۽ ويٺو اخبارون پڙهندو هو. جڏهن اخبار نہ پڙهندو هو، تڏهن ڪن تي هٿ رکي ڪو پشتو گيت ڳائيندو هو، ۽ وطن کي واجهائيندو هو. انيڪ سنڌي اسلام آباد ۾ آباد آهن، پر، مون اڄ تائين ڪنهن سنڌيءَ کي ڪن تي هٿ رکي ڳائيندي، نہ ٻڌو آهي، "واجهائيندي وطن کي آنون جي هت مياس!"
"توکي پڪ آهي تہ جوڳي هتان نہ لنگهيو آهي؟"
هڪ ڪارندي چوڪيدار کان پڇيو، "يقين سان ٻڌاءِ تہ تو ڪيس گذريل اڌ ڪلاڪ ۾ نہ ڏٺو آهي."
لالي جي جواب کان اڳ مون دل کي سيني جي تفس ۾ ٿڪندي محسوس ڪيم. لالي ورائيو، "تيون ڏينهن آيو هو، بينڪ مان پيسا ڪڍائڻ. ان کان پوءِ مون ڪيس نہ ڏٺو آهي."
ٽڏو ساهہ کڻي مان صوفي پويان فرش تي ليٽي پيس. جڻ ڪا آفت هئي، جيڪا ٽري ويئي. مون اکيون بند ڪري ڇڏيون. ڏاڍو ٿڪجي پيو هوس.
ان کان پوءِ ڪافي دير ڪارندا ورانڊي ۾ بيٺا رهيا، ۽ پاڻ ۾ سُس پُس ڪندا رهيا. جڻ ڪين لالي جي ڳالهہ جو يقين نہ پئي آيو.

مون لالي جو آواز ٻڌو. چيائين، 'توهان ڪي يقين نہ ٿو اچي تہ مان بينڪ ٿو کوليان. هلي ڏسو، جوڳيءَ ڪي مون لڪايو آهي، يا نہ. '

'ايڏو جوش نہ ڏيکار لالا! 'هڪ ڪارندي سخت لهجي ۾ چيو، 'اسين جيڪي ڪجهہ ڪري رهيا آهيون، سو اسان جي ڊيوٽيءَ ۾ شامل آهي.'

ڪارندا اڳتي وڌي ويا.

وراندي ۾ ماٺ ٿي ويئي.

ڪجهہ دير ڪان پوءِ چوڪيدار تالو کولي اندر آيو. بتي نہ ٻاريائين. اونده ۾ بيٺو رهيو. پوءِ آهستي سڏ ڪندي چيائين، 'جوڳي لالا، منٿ ڪري وٺ. مون کي شڪ آهي، پوليس وارا بيهر موٽي ايندا.'

مان صوفي پويان نڪري لالي جي سامهون بيٺس. ڪيس ٻنهي ڏورن کان جهليندي چيم، 'مان تنهنجو احسان سڄي ڄمار وساري نہ سگهندس.'

'انهن ڳالهين کي ڇڏ. 'لالي چيو، 'وڪيل لاءِ پنهنجي دوست کي فون ڪري وٺ.'

لالو ٻاهر نڪري ويو. ٻاهران در کي تالو هڻي ڇڏيائين. مون ٽارچ ٻاري ڏاڻي جو فون نمبر ڊائل ڪيو. ●

# 15

ڏانڻ جو نمبر ملائيندي ، مون کي پنهنجو هٿ ڪنبندي محسوس ٿيو. ڪوشش جي باوجود مان نمبر ملائي نہ سگهيس.

ڇا سوچيندي منهنجي باري ۾؟ جن جيڏو سوال نانگ وانگر ڪنڊڙي هڻي منهنجي سامهون بيهي رهيو. ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ پئي آيو. گهڙي ڪن لاءِ خيال آيو تہ ڏانڻ سان ڳالهائڻ جو ارادو ترڪ ڪري ڇڏيان. اونده ۾ ٻاهر نڪري وڃان. بي مقصد ، بي منزل هلندو رهان ۽ مارگلہ ٽڪرين جي ٻئي پار ، ٽيڪسيلا جي ڪنڊرن ۾ گم ٿي وڃان. ٻڌمت جي عبادتگاهن ۾ ڀڪشن وانگر ڀٽڪندو رهان ۽ گوتم جي گيان لاءِ واجهائيندو رهان.

منهنجيءَ ڳالهہ جو يقين ڪندي؟ مون کي غلط تہ نہ سمجهي ويهندي؟ انيڪ انومان ورائي ويا.

هڪ دفعي مون ڏانڻ کي چيو هو، وڏي محبت يڪ طرفي ٿيندي آهي- اهڙي محبت لاءِ موٽ ۾ ڪجهہ بہ نہ گهربو آهي. فقط ايترو سوچي دل کي ريجهائي وٺبو آهي تہ ڪو تہ آهي ، جنهن کي عشق ۾ امڪان جي حدن کان اڳتي نڪري اسان چاهيو آهي!

ڏاڍو کلي هئي منهنجي چريءَ چاهت جو اظهار ٻڌي. چيو هئائين، ٻيلي سچ ٻڌائجانءِ ! ڪٿي سچو پچو ڏاڙيل ٻاڙيل تہ ناهين ، ۽ هتي مون سان عشق جو ناٽڪ رچائي رهيو آهين!

تڏهن ورائيو هيم، ڏاڙيل هجان ها تہ توکي جيڪر کڻي ڪٿي وڃان ها ، ۽ ڀُنگ گهرڻ بدران تنهنجن مائٽن کي پنهنجو سِرُ لاهي موڪلي ڇڏيان ها! اڙي چري! اسين سنڌي صوفين ۽ ولين جا وارث ، ۽ عشق جا پيغمبر آهيون.

وانڍري ٿي پيئي هئي. اڳيان پيل اخبارن ڏانهن اشارو ڪندي پڇيو هئائين، ۽ هي ، هيتريون ساريون اخبارون ، جو ڏاڙن ، خونن ۽ اغوا جي خبرن سان ڀريل آهن ، سو سڀ ڇا هي؟

ورائيو هيم، اهو سڀ سمجهڻ تنهنجي وس جي ڳالهہ ناهي. درويشن جي قوم لاءِ صوفي شاهہ عنايت جي ڏينهن واريون حالتون پيدا ٿي پيون آهن.

هن صوفي شاهہ عنايت جو نالو نہ ٻڌو هو. مون کي تعجب نہ ٿيو. مون پاڪستان ۾ هڪ صوبي جي ماڻهن کي ٻئي صوبي جي تاريخ کان بلڪل بي خبر ڏٺو آهي. مشرقي پاڪستان چوويهہ سالن تائين پاڪستان جو حصو هيو، پر اڄ تائين

موجوده پاڪستان جو ڪوبہ چڱو چوکو پڙهيل ڪڙهيل ماڻهو مشرقي پاڪستان جي ٿن اديبن ، ٿن شاعرن ، ٿن مصورن ، ٿن صحافين ، ٿن موسيقارن ۽ ٿن شهيدن جا نالا ٻڌائي نہ سگهندو. موجوده پاڪستان جي ڪنهن بہ ڪاليج ۽ ڪنهن بہ يونيورسٽيءَ ۾ تاريخ جو ڪو پروفيسر، مشرقي پاڪستان جي تاريخ تي يقين سان ورلي ڏهہ منٽ ڳالهائي سگهندو! ڏانءُ ويچاري تہ معصوم هني. مٿان ، پنهنجي بيپناهہ حسن جي ماريل هني. عقل بدران پنهنجي سونهن سوڀيا کان ڪم وٺندي هني. **پر تاريخ جي چنڊچاڻ حُسن سان نہ ، عقل سان ٿيندي آهي.** سنڌ ۾ دهليءَ جي مغل سلطنت ۽ سنڌن گورنرن خلاف نفرت ۽ جاڳرتا کي هوءَ ڪيئن سمجهي سگهندي! سنڌ ۾ مغل حڪومت جي چاڙتن ۽ ڪماشتن جي سياسي ويساگهاتين جو هوءَ ڪيئن ڇيد ڪري سگهندي! هوءَ بلڙيءَ جي سيدن ، ۽ هر دور ۾ ويڪانو وڏيرن جي مغل حاڪمن سان ساز باز کي ڪيئن سلي سگهندي! هوءَ ڪيئن اندازو لڳائي سگهندي تہ تاريخ ۾ ڪهڙين حالتن کان مجبور ٿي درويش ۽ مولائي ، يڪتارو ۽ ڪڙتال رکي تير ۽ تلوار کڻي وٺندا آهن!

ڪافي دير جي ماٺ کان پوءِ هن پڇيو هو، ڇا پيو سوچين؟

ورائيو هيم، تاريخ جي حوالي کان سواءِ صوفي شاهہ عنايت جي شهادت کي سمجهڻ ممڪن نہ آهي.

ٺهڪ ڏيني کلي پيني هني. مون کي سندس اهڙي نموني کلڻ ڏاڍو ڏکيو لڳو هو.

چيو هنائين، خبر اٿئي ڪنهن ڪنهن وقت مان ڇا محسوس ڪندي آهيان؟

پڇيو هيم، ڇا محسوس ڪندي آهين؟

جواب ڏنو هنائين، ڪنهن ڪنهن وقت تنهنجون ڳالهيون ٻڌي لڳندو آهي ، تون جڻ مون کي جاهل ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهين.

مون کي ڪاوڙ لڳي هني ، چيو هيم، وڏي ڪا بيوقوف عورت آهين!

ڪلندي چيو هنائين، اڙي بابا! تون ناراض ٿيو ٿو ٿئين. نهيو، مان ڪٿي مڃان ٿي تہ تون ڏاڙيل نہ آهين.

رکي لهجي ۾ چيو هيم، مون تي ايڏو وڏو احسان نہ ڪر، مان ڏاڙيل آهيان ، آهيان.

ماضيءَ جو پڙلاءُ ٻڌي سوچيم، موجوده حالتن ۾ منهنجيءَ ڳالهہ تي هوءَ يقين ڪندي؟ يقين ڪندي تہ پوليس جو ناهيل ڪيس ڪوڙو ۽ بهتان هترادو آهي؟ هوءَ اخباري خبرن جي ماريل آهي. منهنجي ڳالهہ تي يقين نہ ڪندي. مون کي پناه ڏيڻ ۽ منهنجي مدد ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيندي!

سندس انڪار ۾ مون کي هڪ خواب جي شڪست نظر پئي آهي - هڪ اهڙو خواب، جنهن جي تعبير کان مان بيخبر هوس. ان هڪ خواب کي پاڪر ۾ ڀري مون صدين جا سفر طي ڪيا هنا. مونڻ منهنجي لاءِ محال هو. مون کي خبر هني

تہ مان بند دروازي ٻاهران بيٺو هوس. در کُڙڪائڻ کان پوءِ انتظار جي اُس ۾ ويھي رهيو هوس. انتظار جي اُس ۾ لهسجندي، اُڃ وگهي منهنجو روح رڃ پٽيان ڊوڙندي رڃ ۾ رُلي ويو هو. اهو سڀ ڪجھ مون کي قبول هو، مون قبول ڪيو هو. پڇتاءُ کي مون پوئتي ڇڏي ڏنو هو.

مون تالو کلڻ جو آواز ٻڌو. لالو چوڪيدار اندر آيو. پڇيائين، "جوڳي لالا! ڳالهائي ورتُنہ؟"

ڪجھ ڪجھ پشيمان ٿيندي چيو، "نہ لالا."

"منٽ ڪري وٺ جوڳي لالا." چوڪيدار چيم، "پوليس وارن کي شڪ پنجي ويو آهي. هو ضرور موٽي ايندا. مان ڪين سچاٿان."

مون کي لالي جي قرب ڏونڌاڙي ڇڏيو. چيم، "لالا، رات جو ڳپل حصو گذري ويو آهي. هن وقت ڪنهن کي فون ڪرڻ مناسب نہ ٿو لڳي، ۽ هونءَ بہ، مان توکي ڪنهن مصيبت ۾ وجهڻ نہ ٿو چاهيان."

"منهنجو فڪر نہ ڪر." لالي چيو، "تون ڪهڙي قسم جي دوست کي فون ڪرڻ جو سوچي رهيو آهين، جيڪو پريشانيءَ ۾ تنهنجي مدد ڪرڻ بدران دير سان فون سبب توکان خفي ٿيندو؟"

"دوست تہ دل گهريو آهي." چيم، "هن وقت رات جا ٻارهن ٻارهن ٿي رهيا آهن. ڪيس ننڊ مان جاڳائڻ ٺيڪ ٿو لڳي."

' ناگوار لڳس. چيائين، "معمولي سلام دعا جي ڪري، مون سرُ تريءَ تي رکي بينڪ جو دروازو توکي کولي ڏنو آهي. تنهنجو دوست فون ٻڌي جيڪڏهن توکان خفي ٿئي ٿو، تہ يقين ڪر هو تنهنجو دوست هرگز نہ آهي."

مان هن ڏانهن ڏسڻ جي ڪوشش ڪندو رهيس. سندس چهري تي تري آيل سندس ڪاوڙ مان ڏسي نہ سگهيس. پر، سندس لهجي مان سمجهي ورتم تہ مون کان ناراض ٿي پيو هو.

لالي چيو، "مون کي بہ مفت ۾ مرڻ جو شوق نہ آهي. تون جيڪڏهن فون ڪرڻ ٿو چاهين تہ پوءِ مهرباني ڪري، بچ بچاءُ ڪندي هتان هليو وڃ."

مان منجهي پيس.

چيائين، "۽ جيڪڏهن اڃا بہ فون ڪرڻ چاهين ٿو، تہ پوءِ، بنا سوچڻ جي، بنا ڪنهن هبڪ جي هڪدم فون ڪر. مان ڏهن منٽن کان پوءِ وري دروازو کوليندس. ان کان پوءِ تون هتان هليو وڃجانءِ."

لالو ٻاهر هليو ويو. ٻاهران در کي تالو هٽي ڇڏيائين. مون ڪجھ سوچڻ کان سواءِ، ٽارچ ٻاري، دل پڪي ڪري ڏائڻ جو نمبر ڊائل ڪيو.

ڪافي دير تائين فون جي گهنٽي وڄندي رهي. سوچيم، شايد ڪيڏانهن ويل آهي. گهر تي نہ آهي. اِن کان اڳ جو رسيور رکي ڇڏيان، مون جنت جو آواز ٻڌو.

جنت ڏانڻ جي خاص نوڪرياڻي هئي، ۽ ڏينهن رات وٽس رهندي هئي. مون جنت کي چيو، "جنت، مان جوڳي پيو ڳالهايان. شالي آهي."

هڪدم چيائين، "ها آهي."

پڇيم، "سمهي ته نه پئي آهي؟"

ورائيائين، "ڪجهه ماڻهن کي ماڻيءَ تي گهرايو اٿائين."

چيم، "منهنجو وچي ٻڌائينس."

چيائين، "اصل ۾ ٻن ڏينهن کان شالي ٻيبي توهان جو انتظار ڪري رهي آهي. ڪٿي آهيو توهين ٻن ڏينهن کان؟"

چيم، "تون مهرباني ڪري هڪدم شاليءَ کي سڏي اچ. مون وٽ وقت تمام گهٽ آهي."

چيائين، "اجهو ٿي سڏي اچانس."

گهڙي کن کان پوءِ مون شاليءَ جو آواز ٻڌو، "جوڳي، هي مان ڇا پئي ٻڌان! تو دهشتگردي ڪڏهن کان شروع ڪئي آهي!"

چيم، "شالي مشڪري ڇڏ! پوليس منهنجي ڪڍ لڳل آهي. ڪنهن وڪيل کان مون کي گرفتاريءَ کان اڳ ضمانت ڪرائي ڏي."

پڇيائين، "ڪٿان پيو ڳالهائين؟"

مون ڪيس بينڪ جو ڏس ڏنو.

چيائين، "بينڪ جي پرسان هڪ پيٽرول پمپ آهي، مان پيٽرول پرائي ٻاهر نڪرندس. تون پيٽرول پمپ جي سامهون اڌ ڪلاڪ ۾ وچي ٻيهه."

مون کي پنهنجن ڪنن تي اعتبار نه پئي آيو. تڏهن، شاليءَ جو ٻيهر آواز ٻڌم، "مان ڏهن منٽن ۾ ٿي پهچان."

مون رسيور رکي ڇڏيو. ●

# 16

مون رسيور رکي ڇڏيو.

اونده ۾ ڪرسين ۽ ٽيبلن کان بچندو، مان بينڪ جي بند در وٽ پهتس. در کي ڪن ڏنم. ٻاهران ڪنهن جي ٻه ڳالهائڻ جو آواز نه پئي آيو. لالو چوڪيدار بينڪ جي در ٻاهران ورانڊي ۾ ويٺو هو، ۽ ڪَنَ تي هٿ رکي وڏي آواز ۾ ڪو پشتو گيت ڳائي رهيو هو.

مون در تي هٿ هنيو.

لالي جو ڳائڻ بند ٿي ويو. هڪدم خاموشي ڇانئجي ويئي. گهڙي ڪن رکي لالي هڪدم گيت ڳائڻ شروع ڪيو، اڳ کان به وڏي آواز ۾. ڳائڻ جو آواز چڙهي ۽ وڌو ٿيندو ويو. لمحي لمحي آواز مون کي ويجهو ايندو ويو، تان جو، لالو بنهه در وٽ بيهي ڳائڻ لڳو.

"ويا قربان،" جي صدا سان گڏ مون دروازي جي تالي کلڻ جو آواز ٻڌو.

لالو ڳائيندو رهيو. ڳائڻ دوران هن هڪ طاق کي ايتري وٿي ڪري ڇڏي، جنهن مان ڪنهن به مشڪل کان سواءِ مان ٻاهر نڪري آيس. لالي هڪدم در بند ڪري، در کي تالو هڻي ڇڏيو.

"مان تنهنجو احسان سڄي ڄمار نه وساريندس." مون سندس ڪلهي تي هٿ رکندي سڏڪن ۾ چيو.

لالو زور زور سان ڳائيندو رهيو. هن هٿ مٺي ڪري، پنهنجي ڪلهي تان سختيءَ سان منهنجو هٿ هٽائي ڇڏيو. ساڳي انداز ۾ هٿ سان اهڙي نموني اشارو ڪيائين، جڻ چوندو هجي، هاڻي ٽر نياڳا!

مان ڪانئس وک ڪن پري ٿي بيٺس.

لالي زور سان آلاپ هڻندي، هڪ دفعو ٻيهر هٿ سان اشارو ڪيو.

پنيرو هڻندي مان احسانمند نگاهن سان ڏانهس ڏسندو رهيس. ورانڊي جي آخري ٿلهه وٽ پهچي مان بيهي رهيس. لالو مون ڏانهن ڏسندو رهيو، ۽ پوءِ اوچتو هو ڦيرو کائي، مون ڏانهن پٺي ڪري بيهي رهيو. مون سندس آلاپ ۾ هلڪي ڪنبڻي محسوس ڪئي.

مون هيڏانهن هوڏانهن ڏٺو. پاسي کان بيٺل وڻن هيٺان گهڻو اونده هئي. مان گهڻ اونده ۾ لهي پيس. خبرداريءَ سان، بنا آواز ڪرڻ جي، وک وک کڻندو سڙڪ جي پاسي وٽ وڃي پهتس. ٻئي طرف اڌ ٺهيل عمارت هئي.

مون کي تعجب ٿيو. محڪمي طرفان اسان جي پگھار ان بينڪ ۾ ايندي هئي. پيسا ڪڍائڻ لاءِ اڪثر بينڪ ۾ اچڻ ٿيندو هو. تڏهن، مون ڪڏهن به ڌيان سان نه ڏنو هو ته بينڪ جي پسگردائيءَ ۾ ڇا هوا هونءَ به اسلام آباد ۾ ايڏي تيزيءَ سان جايون ۽ عمارتون ٺهي رهيون آهن، ڄڻ سموري ملڪ جا رازا، واڍا ۽ مزور هتي اچي گڏ ٿيا آهن. دولت جو ڄڻ ڪو سيلاب هو، ڪٿي بند هو، ۽ ڏسنديئي ڏسندي بند ڀڃي اسلام آباد ۾ ڪاهي پيو هو. پاڪستان جي ڪنهن به شهر ۾ زمين پنجاهه هزار رپيا وال جي حساب سان نه وڪامندي آهي، پر اسلام آباد ۾ وڪامندي آهي. جيڪي پلاٽ ماڻهن کي ٽن هزارن ۾ الاٽ ٿيا هئا، سي ٽيهن لکن جا ٿي ويا آهن. اهو سڀ ڪجهه اسان جي اکين آڏو ٿيو آهي. مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي- ذوالفقار علي ڀٽي جو دور هو. هن آچر بدران جمعي ڏينهن هفتيوار موڪل ڪرائي هئي. جوا ۽ شراب تي پابندي وجهرائي هنائين. گتا برابر بند ٿي ويا هئا، پر پوءِ گهر گهر پيئڻ پيئارڻ جو ڪاروبار کلي پيو هو. آئين ۾ هن اسلام کي ملڪ جو مملڪتي مذهب قرار ڏنو هو. نوانوي سيڪڙو مسلمانن جي ملڪ ۾ اسلام نافذ ڪرڻ وارو ذوالفقار علي ڀٽي جو فيصلو، اسان کي ڏاڍو عجيب لڳو هو. ائين پئي لڳو، هن ڄڻ مسلمانن کي ٻيهر مسلمان ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي! اتفاق جي ڳالهه آهي، انهن ئي ڏينهن ۾، جڏهن اقتدار جي ايوانن ۾ اسلام، سوشلزم، ۽ اسلامي سوشلزم تي خونخوار بحث مباحثا هلي رهيا هئا، اسان جو دوست قاضي محمد اسلام آف قاضي محله روهڙي شريف، ٽپڙ ٻڌي اسلام آباد لاءِ روانو ٿيو هو، ۽ اسلام آباد ۾ گم ٿي ويو هو. دوستن ۽ مائٽن اسلام جي ڳولا ۾ مون کي اسلام آباد روانو ڪيو هو. اسلام آباد ۾ مون کي اسلام نه مليو. پر، مون اسلام آباد ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جو زوال اکين سان ڏٺو. زوال وقت ذوالفقار علي ڀٽي جي هٿ ۾ اسلام جو جهنڊو هو، ۽ جن سندس زوال آندو تن جي هٿن ۾ به اسلام جو جهنڊو هو.

ذوالفقار علي ڀٽي جي اسهڻ کان پوءِ، اوچتو ڄڻ نجوڙين جا طاق کلي پيا. خدا جا نيڪ بندا نوٽن سان ڀريل ڳوٿيون ڀري اسلام آباد هليا آيا، ۽ مضبوط مرڪز کي وڌيڪ مضبوط ڪرڻ جي ڪم کي لڳي ويا. موليٰ جي مرضي! جنهن کي وڻيس دولت ڏني. جنهن کي وڻيس، نه ڏني. مون کي اڄ تائين اها ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي آهي ته الله سائين پرائمري ماستر کي دولت سان ڇو نه نوازيندو آهي، ۽ ٺيڪيدار کي دولتمند ڇو ڪندو آهي! دوستن جو منهنجي باري ۾ رايو بلڪل درست آهي، ته ڪيپراڻيءَ وٽان منهنجي سمجهه جو خانو خالي آهي، تنهنڪري مون کي گهڻو ڪجهه سمجهه ۾ نه ايندو آهي، ۽ مان لاڙيءَ تي زندگيءَ گذاريندو آهيان. اوسي پاسي، هيڏانهن هوڏانهن نه نهاريندو آهيان.

مون کي قطعي خبر نه هئي ته بينڪ جي سامهون، رستي جي ٻئي پاسي، ڪا جاءِ

نهي رهي هني! ڏاڻ جو بيوٽي پارلر ايف-سيون سيڪٽر ۾ هو. پر، لڳو پئي، جڻ سمورو اسلام آباد سندس نظر ۾ هو! مون غور سان اڏ ٿهيل عمارت ڏانهن ڏٺو. عمارت ۾ مون کي ڪنهن به قسم جي زندگيءَ جا آثار نظر نہ آيا. نہ ماڻهو، ۽ نہ مرون! لڳو پئي، هلندي جڻ ڪم بند ٿي ويو هو. رستي تان ٽريفڪ ڊري ٿي وئي هئي. پريان، پيٽرول پمپ جي روشنين ۾ وڻن جا پاڇا رستي جي وچ تي پنجي رهيا هئا. اتان رستو ڪاريءَ سرنگ وانگر نظر پئي آيو. وک وک ڪندو، مان سڙڪ جي پاسي کان وڻن جي پاڇي ۾ وڃي بيٺس. پري پري تائين ٽريفڪ جو نالو نشان نہ هو. ماڻهن جي چر پر بہ محسوس نہ ٿي.

اڪ چنب ۾ سڙڪ اُڪري، مان اڏ ٿهيل عمارت ۾ وڃي بيٺس.

اوچتو، منهنجي لونءَ لونءَ ڪاندارجي وئي. سرچيم، ٿي سگهي ٿو، پوليس جا سپاهي عمارت ۾ لڪي ويٺا هجن، ۽ بينڪ وٺان ٽيندڙ چرپر تي چوڪسي ڪندا هجن! منهنجو ساهہ وڃي پيرن ۾ پيو.

دم روڪي، مون عمارت ۾ ڪو آواز ٻڌڻ، ۽ اونده ۾ ڪنهن کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي. نہ آواز ٻڌڻ ۾ آيو، ۽ نہ ئي ڪو ڏسڻ ۾ آيو. نرڙ تي تري آيل پگهر مون قميص جي ٻانهن سان اگهي ڇڏيو. مون سيني ۾ ساهہ کي جانيتو ٿيندي محسوس ڪيو. هڪ پت کي ٽيڪ ڏيئي مان پيٽرول پمپ ڏانهن ڏسڻ لڳس.

انتظار ڪندي مون کي ڏاڻ جو جملو، ۽ سندس جملي جو لهجو ياد آيو ' اڙي جوڳي، تون ڪڏهن کان دهشتگرد ٿي پيو آهين!

ڪيڏي نہ پنهنجائپ هئي سندس لهجي ۽ آواز ۾! مون خانہ بدوش ۾ چا ڏسي ورتو هئانين، جو سرُ ترىءَ تي رکي مون کي وٺڻ پئي آئي! مون هميشہ هڪ طرفي محبت ۾ يقين رکيو آهي. اهڙي محبت سدائين ساٿ ڏيندي آهي. ڪڏهن دوکو نہ ڏيندي آهي. ڪڏهن فريب نہ ڏيندي آهي. اهڙي محبت موٽ ۾ ڪجهہ نہ گهرندي آهي.

مون کي وسوسا وراڻي ويا.

بيوٽي پارلر ۾ ڏاڻ کان هار سينگار ڪرائڻ لاءِ اسلام آباد جي چونڊ ڪامورن ۽ سفيرن ۽ سياستدانن جون گهر واريون ۽ گهر ياتياڻيون اينديون آهن. ان حوالي سان سندس اٿڻ ويهڻ وڏي اثر رسوخ وارن ماڻهن سان آهي. شروعات ۾ هوءَ مون کي سول ۽ ملٽري انٽيليجنس جي ايجنٽ محسوس ٿيندي هئي. خاص ڪري هوءَ جڏهن ڏاڍي غور سان ۽ تجسس سان سنڌ جي سياسي حالتن تي ڳالهائيندي ۽ بحث ڪندي هئي، تڏهن مون کي شڪ ۾ وجهي ڇڏيندي هئي. هوءَ ڪوٽي ڪوٽي سنڌ بابت سوال ڪندي هئي ' سنڌي شاگردن جون ڪيترٻون تنظيمون آهن؟ ڪهڙيون ڪهڙيون شاگرد تنظيمون هڪٻئي جي خلاف آهن؟ ڪهڙين شاگرد تنظيمن جو سياسي پارٽين سان واسطو آهي؟ سنڌ ۾ ڏيڍ سرَ واريون

ايتريون سياسي پارٽيون ڇو آهن؟ سائين جي-ايم-سيد جا پوئلڳ فقط نوجوان ڇو آهن، ۽ اهي ني نوجوان جڏهن نوڪرين چاڪرين ۽ ڪمن ڪارين سان لڳندا آهن، ته ڪانئس ڦري ڇو ويندا آهن؟ تولن ۾ فقط پيشه ور ڌاڙيل آهن، يا ناراض ٿيل نوجوان ۽ بيروزگار ڊاڪٽر، انجنيئر، ۽ آرٽس گريجوئيٽ به آهن؟

مان سندس اهڙن سوالن جا جواب نه ڏيندو هوس. ڪيس ٽاري ڇڏيندو هوس.
اهڙن سوالن جي پرمار سبب هڪ دفعي چيو هومانس ، ”بيلي سچ ٻڌائجان ۽ شالي! تون ڪنهن انٽيليجنس اداري جي ايجنٽ ته نه آهين!

ڏاڍو کِلي هني. ٽهڪ ڏيندي چيو هنانين ، ”توهين سنڌي ڏاڍا شڪي ٿيندا آهيو.
هڪدم وراڻيو هيم ، ”شڪي هجنون ها، ته انيڪ سازشن جي انيڪ ڄارن ۾ نه ڦاسنون ها! پر، اهو ته ٻڌاءِ، مون کان سواءِ ٻين ڪيترن سنڌين کي سڃاڻين؟
وڏو ٽهڪ ڏنو هنانين، ۽ چيو هنانين ، ”مون وٽ لسٽ آهي. ڏسندين؟
پڇيو هيم ، ”ان لسٽ ۾ منهنجو نالو به شامل آهي ڇا؟
عجيب قسم جي مرڪ سندس چپن تي تري آئي هني. چيو هنانين ، ”منهنجيءَ لسٽ ۾ فقط ووٽ وٺڻ وارن جا نالا آهن. ووٽ ڏيڻ وارن جا نه.
چيو هيم ، ”ان جو مطلب آهي ته مان تنهنجي لسٽ مان خارج آهيان.
وراڻيو هنانين ، ”مون وٽ هڪ ٻي لسٽ به آهي، ان ۾ تنهنجو نالو آهي (جملو روڪيو هنانين، ۽ وري چيو هنانين) ان لسٽ ۾ فقط تنهنجو نالو آهي. فقط تنهنجو نالو.

مان وک کڻي سندس سامهون وڃي بيٺو هوس.
چيو هيم ، ”شالي، مون زندگيءَ ۾ ڏانڻ ڏٺي ته ناهي، پر ٻڌو اٿم ته ڏاڍي سهڻي ٿيندي آهي، ۽ سيني مان دل ڪڍي وٺندي آهي. تون منهنجي زندگيءَ جي پهرين ۽ آخري ڏانڻ آهين.
ڏانڻ دوکو ته نه ڏيندي! ڪينن چيانين ته مون ڪڏهن کان دهشتگردي شروع ڪئي آهي! منهنجي رونداد جي باري ۾ خبر ڪينن پيس؟
مون پيٽرول پمپ وٽ ڏانڻ جي موٽر بيهندي ڏٺي. پيٽرول پمپ جي تيز روشنين ۾ ڏٺم، ڏانڻ پاڻ گاڏي هلائي رهي هني. سندس پاسي کان هڪ شخص ويٺو هو، ۽ هڪ پوئين سيٽ تي. ●

# 17

شاليءَ سان گڏ بہ اوپرا ماٺهو ڏسي مون کي پنهنجين اکين تي اعتبار نہ آيو. مون کي خبر هئي، مون کي خبر آهي، تہ هن جو اٿڻ ويهڻ اسلام آباد جي ذري گهٽ سيني اهم ۽ بااثر ماٺهن سان هو. پر مون هڪ لمحي لاءِ بہ نہ سوچيو هو تہ هوءَ اهڙي نموني مون کي دوکو ڏيندي. مون ڪڏهن بہ نہ سوچيو هو تہ زندگيءَ ۾ ڪا گهڙي اهڙي بہ ايندي، جڏهن مان يقين جا ونجهہ سندس حوالي ڪندس، ۽ هوءَ موٽ ۾ مون کي ڪناري بدران ڪُن ڏانهن ڌڪي ڇڏيندي.

مون کي ڏاڍو ڌڪ ٿيو. سوچيم هن ائين ڇو ڪيو. منهنجي مدد ڪرڻ نہ پئي چاهيائين، تہ سڌو سنئون انڪار ڪري ڇڏي ها. مون سان ڳالهائڻ کان نابري واري ڇڏي ها. هن ائين ڇو ڪيو!

تڏهن مون کي ڪنهن ڏاهي جو قول ياد آيو، دوست کي ڪڏهن بہ آزمائش ۾ نہ وجهجي- ڪهڙي خبر هو مجبورين جي زنجيرن ۾ جڪڙيل هجي، ۽ آزمائش ۾ پورو لهي نہ سگهي! مراد ٺاٺارو اسان جو دلبر دوست هو. پر، اسلام آباد ۾ پير جمائڻ ۽ ڪامورن جي برادريءَ ۾ وڏو مرتبو ماڻڻ جي جستجو هن لاءِ مجبورين جو زنجير ٿي پئي هئي. ان هوندي بہ ٺاٺارو ڪرو ماڻهو هو. ڪنهن دوست جي مدد ڪرڻ چاهيندو هو، تہ دل کولي مدد ڪندو. مدد ڪرڻ نہ چاهيندو هو، تہ لنوائيندو نہ هو. سڌو سنئون ٺپ جواب ڏيئي ڇڏيندو هو. آسري ۾ نہ رکندو هو. ان وقت مون کي روايتي ۽ سطحي جملو ياد آيو. اي عورت تنهنجو نالو بيوفائي آهي!

ڏائڻ مون سان بيوفائي ڪئي آهي! مون پيٽرول پمپ ڏانهن ڏٺو. هوءَ موٽر ۾ پيٽرول پراڻي رهي هئي، ۽ دريءَ مان ڪنڌ ڪڍي پيٽرول پمپ جي ميٽر بدران اڌ ٺهيل جاءِ ڏانهن ڏسي رهي هئي، جتي هن مون کي لڪي ويهڻ لاءِ چيو هو. مون کي پڪ ٿي ويئي تہ ساڻس گڏ بہ ماڻهو سادن ڪپڙن ۾ پوليس يا قانون نافذ ڪرڻ واري ڪنهن اداري جا ڪارڪن هئا، ۽ ڏائڻ جي مدد سان مون کي گرفتار ڪرڻ آيا هئا.

رَتُ بدران ڪروڌ منهنجين رڳن ۾ ڊوڙڻ لڳو. ڏند پيڪوڙجي ويا. پنهنجي سا چيم، تڏهن تہ بدبخت جي بہ دفعا شادي ناڪام ٿي آهي! اهڙي عورت کي آزاد کان آزاد خيال مرد بہ برداشت ڪري نہ سگهندو!

هوءَ گهڻو اڳ ملتان جي گرلس ڪاليج ۾ ليڪچرار هئي. تڏهن اتي ڪنهن

فنڪشن ۾ سندس ملاقات ملتان جي ڊپٽي ڪمشنر سان ٿي هئي. ڊپٽي ڪمشنر کي وڻي ويئي. سال ڏيڍ جي ملاقاتن کان پوءِ ڊپٽي ڪمشنر کيس شادي جي آڇ ڪئي، ۽ سندن شادي ٿي ويئي هئي. مون کي اصل ڳالهه جي خبر ته نه آهي، پر ايتري خبر آهي ته شاديءَ کان پوءِ ٻنهي جي وچ ۾ کٽ پٽ ٿي پيئي. هڪ ڀيرو دفعا ڊپٽي ڪمشنر کيس مارڪٽ به ڪئي هئي. نرڙ تي کاٻي طرف چند جهڙو نشان اصل ۾ اڇلايل شيشي جي گلاس جو ڌڪ هو، جيڪو مڙسهنس کيس هنيو هو. اُن کان پوءِ سندس شاديءَ وڌيڪ جٽاءُ نه ڪيو. هوءَ طلاق وٺي ڪراچي هلي ويئي. اتي ٻيهر نوڪريءَ لاءِ ڏاڍا هٿ پير هنيائين، پر ڪنهن به اسڪول يا ڪاليج ۾ کيس پڙهائڻ جي نوڪري نه ملي. انهن ني ڏينهن ۾ هوءَ جڏهن نوڪريءَ لاءِ ڌڪا کائيندي هئي، ڪنهن سندس تعارف پي-آئي-اي جي مينيجنگ ڊائريڪٽر سان ڪرايو. مينيجنگ ڊائريڪٽر پهرين ڌڪ ۾ کائنس متاثر ٿيو ۽ کيس پي-آئي-اي ۾ هوسٽس ڪري کنيائين.

هوسٽس جي حيثيت ۾ ڏائڻ ذري گهٽ سموري دنيا ڏسي ڇڏي. سونهن سوييا ۾ سرس، وري مٿان جو پي-آئي-اي جو مينيجنگ ڊائريڪٽر مهربان ٿي پيس، ته ويئي چوٽ چڙهندي. هڪ دفعي يورپ کان موٽندڙ فلائيٽ ۾ سنڌ جي هڪ طاقتور وڏيري کي وڻي ويئي. پهرين شاديءَ جو تجربو هوس. تنهنڪري وڏيري کي چوٽ نه ڇڏيائين. ٻي ڪا واٽ نه ڏسي، وڏيري ساڻس شادي ڪئي ۽ -هڪ وڏو بنگلو وٺي کيس آئي اسلام آباد ۾ رهايو. وڏيري سان سندس شادي ٻه ٽي سال ڪن هلي. پوءِ الائي ڇا ٿيو. وڏيري کيس طلاق ڏيئي ڇڏي ۽ حق مهر ۾ لکايل بنگلو کيس ڏيئي ڇڏيو. بنگلو مسواڙ تي ڏيئي هوءَ ملڪ کان ٻاهر هلي ويئي. ٻاهران بيوٽيشن جي اعليٰ تعليم ۽ تربيت حاصل ڪري آئي. موٽي اچي بنگلو خالي ڪرائي بنگلي ۾ بيوٽي پارلر جو ڪاروبار شروع ڪيائين، ۽ ڏسندئي ڏسندي اسلام آباد جي فيشن ايبل گهراڻن ۽ ڪامورڪن گهرن تي ڇانئجي ويئي. اسلام جي تلاش ۾ ڀٽڪندي مان جڏهن کيس مليس ته هوءَ ڪاروباري لحاظ کان ڏاڍي خوشحال هئي.

انهن ني ڏينهن ۾ جڏهن زندگيءَ جي خالي ڪينواس تي ڪجهه رنگ هڪ مبهم خيال کي صورت بخشي رهيا هئا، مراد ناناري هڪ دفعي چيو هو: اڙي جوڳي هرڪا واٽ منزل ڏانهن وٺي نه ويندي آهي، ڪجهه راهون رڻ جي رخ ۾ هونديون آهن، ۽ رولي ڇڏينديون آهن.

مان ناناري جي ڳالهه جي تهه تائين پهچي ويو هوس، پر جواب ڏيڻ مناسب نه سمجهيو هوم. ڪجهه ماڻهو زندگيءَ ۾، سدائين سفر ۾ رهندا آهن. منزل هنن لاءِ بي معنيٰ هوندي آهي. مان اهڙن ماڻهن مان هڪ آهيان. مان اهو ٻار آهيان، جنهن آئيني ۾ چنڊ جو عڪس ڏٺو هو، ۽ خوش ٿيو هو. منهنجو ان ڳالهه تان

تعلق نہ هو تہ شڪيلہ صديقي ڪير هني، هن جو اٿڻ ويهڻ ڪنهن سان هو. منهنجو تعلق فقط هڪ ڳالهہ سان هو تہ، تصور جي بتڪدي ۾ جنهن بت کي هڪ جنم کان ٻئي جنم تائين چاهيو هيم، تنهن کي اکين آڏو ڏٺو هيم.

ٺاٺاري چيو هو، مرڻ مهٺو نہ آهي. اسين سڀ مرنداسين. پر، رڻ ۾ رڃ پٺيان ڊوڙندي مرڻ ڏاڍو دردناڪ عمل آهي. تون پاڇولي پٺيان ڊوڙي رهيو آهين. ڪڏهن سوچيو اٿئي تہ تون اسلام آباد ۾ ڇو آيو آهين! تون اسلام کي ڳولڻ آيو آهين جوڳي!

تڏهن مون ٺاٺاري کي جواب ڏنو هو! چيو هيم، مان ماڻهن ۽ دوستن کي مايوس نہ ڪندس. مان پنهنجي مهم جاري رکندس ۽ قاضي محمد اسلام کي ڳولي هٿ ڪندس.

ٺاٺارو ڏاڍو ڪليو هو. چيو هنائين، يا تہ صفا سادو آهين جوڳي، يا بيوقوف آهين.

سموريءَ سنگت جو خيال مراد ٺاٺاري کان مختلف نہ هو. سندن بحث هڪ نقطي تي اچي بيهي رهندو هو. هو چوندا هئا، جوڳيءَ ۾ اهڙي ڪهڙي خوبي آهي، جنهن اسلام آباد جي سڀ کان سوشل عورت کي موهي ورتو آهي؟

ان سوال جو جواب مون وٽ بہ نہ هو. مون ورجائي ورجائي ساڳيو سوال پاڻ کان پڇيو هو. مون کي ڪو جواب نہ مليو هو. هڪ دفعي سنڌ مان اسان سيني جو سنگتي بخش علي باغي ڪنهن ڪم سانگي اسلام آباد آيو هو. اسان وٽ اچي رهيو هو. سنڌ جي سياست تي وڏي دسترس اٿس. منهنجي باري ۾ پتو پيو هيس، تہ چيو هنائين، جوڳي وڏو ڊاڙي ۽ يخي باز آهي. جاڙي هڻڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. ماني کيس سنڌي سياستدانن، ڪامورن ۽ شاگردن جي حلقن ۾ داخل ڪندي ۽ سنڌ بابت معلومات حاصل ڪندي.

مون کان ڇرڪ نڪري ويو هو. سامت ۾ آيو هوس تہ ڏاڍي کل آئي هني.

بخش علي باغيءَ چيو هو، اجايو ڏند نہ شيڪ. توکي ڪهڙي خبر تہ سياست ڇاهي! اڙي پوڪ، اها ڏائڻ توکي استعمال ڪندي- توکي سنڌ خلاف استعمال ڪندي.

بخش علي باغيءَ کي ڏوري تي هٿ هڻندي چيو هيم، هر ڪو ناڳ زهريلو نہ ٿيندو آهي، باغي!

بخش علي باغيءَ چيو هو، فلمي ڊائلاگ نہ ڳالهاءِ، جوڳي! هڪ نہ هڪ ڏينهن تون پڇتائيندين.

بخش علي باغي هليو ويو هو. تڏهن مون نہ پڇتايو هو. مون وٽ پڇتائڻ لاءِ ڪو سبب بہ نہ هو. هوءَ سنڌ جي سياست ۾ عام شهريءَ جيتري دلچسپي رکندي هني، جيڪي اخبارن ۾ ڇرڪائيندڙ خبرون پڙهي فڪرمند ٿي پوندا آهن. هوءَ اڪثر، اخباري خبرن جي حوالي سان سنڌ بابت مون سان ڳالهائيندي هني، پر

مون ڪڏهن به ڪيس انٽيليجنس وارن ادارن لاءِ ڪم ڪندي محسوس نہ ڪيو هو. مون کي خبر هئي، ۽ خبر آهي تہ انيڪ سهڻيون عورتون انٽيليجنس وارن ادارن لاءِ ڪم ڪنديون آهن، خاص ڪري ڪامورن، ۽ سياستدانن جا ڳجھہ لهڻ لاءِ . پر، هوءَ انهن عورتن منجهان نہ هئي. مون کي الائي ڇو ان ڳالھہ جو يقين هو. مون کي يقين هو تہ هوءَ ڪڏهن بہ مون کي دوکو نہ ڏيندي!

پر، پيٽرول پمپ وٽ سندس ڪار ۾ بہ اوپرا شخص ڏسي، منهنجي اعتبار جو غوراب غرق ٿي ويو. اڌ ٿهيل جاءِ جڻ زلزلي ۾ ڏڏڻ لڳي. سوچيم، مان بہ وڏو ڪو پورڙو آهيان. منهنجي تلاش ۾ پوليس جتي منهنجن دوستن جي گهر ڇاپا هنيا آهن، اتي هنن شڪيلہ صديقي، عرف شالي، عرف ڏانڻ کي پڇا ڳاڇا کان ڇڏيو هوندو!

هن مون کي پڪڙائڻ لاءِ ضرور پوليس سان حامي ڀري آهي! مون سوچيو ، تڏهن تہ پاڻ سان سادن ڪپڙن ۾ بہ پوليس عملدار وٺي آئي آهي! سچي هجي ها تہ جيڪر اڪيلي نہ اچي ها!

مون پيٽرول پمپ ڏانهن ڏٺو. هن ڪار ۾ پيٽرول ڀرائي ورتو هو. ڪيشينر کي پيسا ڏيني، هوءَ ڪار ڪاهي پيٽرول پمپ کان ٻاهر نڪري آئي.

تمام خبرداريءَ سان هن رستو پار ڪيو، جيتوڻيڪ ٽريفڪ جو نالو نشان نہ هو، هن اهڙي نموني وراڪي تان گاڏي ڦيرائي جڻ ٻني طرفان هزارين گاڏيون زوڪاٽ ڪندي پئي گذريون. سندس ڪار هلائڻ مان انين پئي لڳو، جڻ وڏي سوچ ۾ گم هئي.

هن اڌ ٿهيل جا ۽ ٻاهران ڪار آڻي بيهاري ڇڏي. ●

# 18

ڏانڻ ڪار آئي اڌ ٺهيل بنگلي جي ٻاهران بيهاري ڇڏي، ڪجهہ دير تانين ڪو بہ ڪار مان ٻاهر نہ آيو. پنج منٽ ڪن انتظار ڪرڻ کان پوءِ گاڏي هلائي هو هليا ويا. مون کي تعجب ٿيو.

هو ڪار مان ٻاهر ڇو نہ آيا؟ مون سوچيو. سوال جي جواب ۾ ڪا معقول سمجهاڻي سمجهہ ۾ نہ آئي. ان وقت مان نهايت سوڙهي ڪمري ۾ ويٺو هوس. پڪيڙ ۾ اهو هند ڪمرو گهٽ ۽ باٿ روم يا ڪچن يعني رنڌڻو وڌيڪ پئي محسوس ٿيو. اڌ ٺهيل بنگلي جي ساڄي ۽ کاٻي پاسي آباد بنگلن جون قطارون هيون. اڳيان رستو، ۽ رستي جي ٻئي پاسي بينڪ، ۽ بينڪ جي پرسان پيٽرول پمپ. پوئين طرف ڪاهيون، ۽ ڪاهين ۾ گهاٽو جهنگ هو. اسلام آباد آهي تہ جديد شهر، پر سيڪٽرن جي وچ ۾ ڇڏيل جهنگ ۾ ذري گهٽ سمورا ديسي جانور موجود هوندا آهن. سوئر، گدڙ، بگهڙ، سيهڙ، سها، جهنگلي ٻلا ۽ نانگ بلائون. رات جو جهنگ ۾ ڪاهي پوڻ تي دل جهلي نہ سگهيم.

وري ان خيال بہ پيرن ۾ سنگهر وجهي ڇڏيا، تہ وڃان، تہ ڪيڏانهين وڃان، ڪنهن وٽ وڃان! چارڻ چريو ڪشمير خان وارن جي حجري ۾ قيد هو. پر جيڪڏهن هو ڪٿي پنهنجي فليٽ تي موجود هجي ها، تہ بہ مان وٽس وڃي نہ سگهان ها. منهنجي تلاش ۾، بقول دودي جي، پوليس بہ ٻہ دفعا سندس فليٽ تي ڇاپا هڻي چڪي هئي. اهڙيءَ صورت ۾ چارڻ وٽ وڃڻ، ۽ وٽس وڃي رهڻ مناسب نہ ٿئي ها. مراد ٿاٿارو اسلام آباد جي خوشحال سنڌين مان هڪ هو. مراد جيتوڻيڪ اسان جو سنگتي هو، پر ڏاڍي خبر داريءَ سان هلندو هو. اسان جهڙن ٽوائي ۽ ڦٽيچر قسم جي سنڌين کان لنوائيندو هو. باقي رهيو بريٺ صحرائي، اسان جو باغي شاعر، ستن پٽن ۽ پنجن نياڻين جو پيءُ! سوچيم، اڄ تانين باغي شاعريءَ جي ڪري مڙس مصيبت ۾ نہ ڦاٿو آهي. مون کي جيڪڏهن رهايائين تہ ضرور مارجي ويندو. نيٺ ڇا ڪجي؟ ڪنهن جو در وڃي کڙڪائجي!

جڻ سوچ جا در بند ٿي ويا. پنهنجي باري ۾ بچاءَ بابت سوچڻ کان ڇوٽڪارو مليو تہ مون کي گلاب گونگو ياد آيو. ڪيس پوليس جي لاڪپ ۾ بہ ڏينهن گذري ويا هئا. رکي رکي خيال پئي آيو تہ ڏاڍو ماريو هوندائونس. بيد جي لڪڻ ۽ چمڙي جي ڦٽڪن سان ماري ماري ڪل لاهي ڇڏي هوندائونس. ڪيس ٽنگي، اونڌو لٽڪائي، ۽ ڪڏهن برف تي ليٽائي وحشتناڪ جسماني عذاب ڏنا هوندائون!

فرينچن طرفان الجيريا جي حريت پسندن تي ڪيل تشدد جا داستان اکين آڏو ايري آيا. بنگالين تي ٿيل تشدد جي تاريخ پاسا ورائڻ لڳي. گلاب گونگو نه بچندو- هڻ لوڪي مدي خارج تفتيش جي نالي ۾ پوليس وارا گلاب کي ماري وجهندا. گلاب جي ازلي خاموشي کين سمجهه نه ۾ ايندي. گلاب جي ماڻ کي هو گلاب جي نٺرتا سمجهندا ، ۽ ڳالهائڻ تي مجبور ڪرڻ لاءِ ڪيس ڏاڍو ماريندا!

منهنجو وجود وڏجي ويو. اندر اڌ ٿي پيو.

ائين برابر هو ته منهنجي مڪمل ناڪاميءَ کان پوءِ روهڙيءَ مان منهنجن ماڻهن اسلام جي ڳولا ۾ گلاب گونگي کي اسلام آباد روانو ڪيو هو. پر ، گلاب کي هنن منهنجي حوالي ڪيو هو ، منهنجي حفاظت ۾ ڏنو هو. منهنجي چاچي، قاضي رب ڏني. جنهن کي خلق خدا جي چاچا رين سڏيندي هئي، هڪ دفعي پنهنجي خط ۾ لکيو هو، تنهنجي ناڪاميءَ تي قاضي محلہ روهڙي شريف ۾ سيني ماڻهن مٿن ، ۽ يارن دوستن کي ڏاڍو ڏک ٿيو آهي. اسان توکي سرچارلس نيپيئر وانگر ڪا سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ اسلام آباد روانو نه ڪيو هو ، ۽ نه ني ڪرسٽوفر ڪولمبس وانگر اسلام آباد ۾ آمريڪا ڳولڻ لاءِ روانو ڪيو هو. اسان توکي قاضي محمد اسلام جي ڳولا ۾ اسلام آباد روانو ڪيو هو. پر، افسوس جو اسلام جي ڳولا ۾ تون مڪمل طرح ناڪام ٿي چڪو آهين ، ۽ اڄ ڪلهه اسلام آباد ۾ گم ٿي ويو آهين. تنهنڪري، قاضي محلہ روهڙي شريف جي اسان بزرگن محلي جي مرد مجاهد، پر نهايت سادي نوجوان گلاب گونگي کي اسلام جي تلاش ۾ اسلام آباد موڪلڻ جو فيصلو ڪيو آهي. اسلام جي ڳولا دوران گلاب تو وٽ رهندو، ۽ تنهنجي حفاظت ۾ رهندو .

مون کي چاچا رب ڏني ،عرف چاچا رين جو خط ياد آيو. خط جو هڪ هڪ جملو، ۽ هڪ هڪ جملي جو هڪ هڪ لفظ ياد آيو.

ماڻهن گلاب گونگي کي منهنجي حوالي ڪيو هو. پوليس هٿان جيڪڏهن گلاب مارجي ويو، ته پوءِ مان ماڻهن کي پنهنجو ڪهڙو منهن ڏيکاريندس! ڇا چوندا ، ۽ ڇا سوچيندا منهنجا ماڻهو! اسلام کي ڳولڻ واريءَ جستجوءَ ۾ پاڻ ته ناڪام ٿيو آهيان، مٿان گلاب گونگي کي پوليس جي چنبي مان ڪينڻ ڇڏائنجي. چوندا آهن، جڻ ڇڏي، ڀوت ڇڏي، پر پوليس مرندي دم تائين نه ڇڏي! سوچيم، پوليس سولائيءَ سان گلاب گونگي کي نه ڇڏيندي. ڪانئس هندستان جو ايجنٽ هئڻ جو مڃاراني دم پٽيندي!

ماڻهن سان، خاص طرح سان اثر رسوخ وارن ماڻهن سان راهه رسم ۽ اٿڻ ويهڻ ۾ مان پيدائشي ڇندو آهيان. مون کي ته پاڙي جو ڪائونسلر به نه سڃاڻي. ڪير منهنجي مدد ڪندو؟ گلاب کي پوليس جي لاڪپ مان ڪڍائڻ ۾، ڪير مدد ڪندو؟ سڀ کان وڏو ۽ واحد آسرو ڏاڻڻ جو هو. وڏي رهائيءَ واري عورت

هني. مان سمجهان ٿو، ڏانڻ ڏانهن مائل ٿيڻ جا مون وٽ بہ سبب هئا. هڪ تہ هوءَ بي انتها سهڻي هئي، ۽ ٻيو تہ اسلام آباد جي ذري گهٽ سڀني وڏن ماڻهن سان سندس دوستي هئي. مان جيستائين هن سان نہ مليو هوس، مون کي پنهنجي بي يارو مددگار هئڻ جو احساس نہ ٿيو هو. هن سان ملي مون کي محسوس ٿيو تہ اجنبي شهر اسلام آباد ۾ فقط هوءَ منهنجو آسرو هئي. هوءَ ئي منهنجو اجهو هئي. مون کي خبر بہ نہ هوندي هئي، هوءَ منهنجي ڊيوٽي، ۽ سيڏي سامان واري کي بل جا پيسا ڏيئي ڇڏيندي هئي. منهنجي اعتراض تي هڪ دفعي چيو هئائين ' اڙي جوڳي، تون ڇا ٿو سمجهين! مان توتي عاشق ٿي پيئي آهيان، جو تنهنجا بل ڀريندي ٿي وتان، هان! اصل ۾ مان توکي قرض ۾ مبتلا پئي ڪريان. وياج نہ ڇڏيندي مانءَ.'

ان ڏينهن اڌ ٿهيل بنگلي ۾ دوستن جي ڳالهہ ڏاڍي ياد آئي. مون کي ورائي ورائي چيو هئائون تہ ' جوڳي ان ڏانڻ کان پڇي جند ڇڏا ۽. اهڙي هنڌ ماريندءِ، جو پاڻي بہ نہ گهرندين!

مون کي پاڻ تي سخت ڪاوڙ آئي. سوچيم، اسان سنڌي هڪ تہ عاشق جلد ٿي پوندا آهيون. اديءَ کي ڪَن نہ جَن، اسان ادن کي عشق انڌو ڪيو! ڪهڙي اميد ۽ آس تي ڪيس فون ڪئي هيم! منهنجي مدد ڪندي، هڪ سٺو وڪيل ڪري ڏيندي! ڪينن نہ ٿهہ پهہ، ڏهن منٽن ۾ اچڻ لاءِ واعدو ڪري ورتو هئائين. جڻ منهنجيءَ فون جي انتظار ۾ ويٺي هئي. منهنجي خواب خيال ۾ بہ نہ هو تہ هوءَ ڪا ايڏي چالاڪ ۽ چست هوندي!

عين ان وقت ڏانڻ موٽي آئي. وري گاڏي آئي اڌ ٿهيل بنگلي جي سامهون بيهاريائين. پاڻ، ٻنهي اوپرن ماڻهن سان گڏ گاڏيءَ مان ٻاهر آئي. گاڏي لاڪ ڪري ڇڏيائين. هو ٽيئي اڌ ٿهيل بنگلي ڏانهن وڌڻ لڳا. پٿرن، سرن، ۽ سرين تان هلندا، هو ٽيئي اورئين پاسي واري وڏي ڪمري ۾ اچي بيٺا.

ڏانڻ آهستي سڏ ڪيو، 'جوڳي.'

مان ساهہ روڪي ويهي رهيس.

هن ٻيهر سڏ ڪيو، 'جوڳي.'

جواب جو انتظار ڪيائين.

هڪڙي اجنبيءَ کانئس پڇيو، 'ميڊم! توهان کي يقين آهي تہ هن توهان جي ڳالهہ سمجهي هئي؟'

'ڳالهہ نہ سمجهڻ جو سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي.' ڏانڻ چيو، 'مون کيس واضح نموني هن اڌ ٿهيل بنگلي ۾ لڪي ويهڻ لاءِ چيو هو.'

ٻئي اجنبيءَ چيو، 'ممڪن آهي، هو اڃا بينڪ ۾ ئي موجود هجي!'

'مون کيس ڏهن منٽن ۾ پهچڻ لاءِ چيو هو.' ڏانڻ چيو، 'مان سمجهان ٿي، اسان کي پندرهن ويهہ منٽ ٿي ويا آهن.'

ان کان پوءِ ٻنهي اجنبين پاڻ ۾ صلاح مشورو ڪيو. هنن مان هڪ جڻي ڊانڻ کي چيو، 'ميڊم توهين وڃي گاڏيءَ ۾ ويهو. اسين سڄي بنگلي جو چڪر هڻي موٽي ٿا اچون.'

ڊانڻ ٻاهر بيٺل گاڏيءَ ڏانهن هلي وئي. مان بورچيخاني مان ڏانهس ڏسندو رهيس. اونده ۾ پاڇي وانگر هوءَ گم ٿي وئي.

ٻنهي اجنبين مان هڪ جڻي کيسي مان لائيٽر ڪڍي ٻاريو. ٻني سڏ ڪيو، 'مسٽر جوکي.'

چند گهڙيون جواب جو انتظار ڪيائون. پوءِ هنن ان ڪمري ڏانهن وڌڻ شروع ڪيو، جنهن جي باٿ روم ۾ مان بيٺو هوس. مون اونده ۾ پونتي هٽڻ شروع ڪيو. اونده ۾ ڪجهه نظر نه پئي آيو. ان ڊپ کان ته ڪٿي ڪو ڪڙڪو، ڪو آواز نه ٿئي، مون ٻني هٿ روشن دان ۾ وجهي چڙهيا. پاڻ کي ڇڪي مٿي ڪيم. بورچيخاني جي مٿان ٻه ڇتيون هئي. مان ساهه روڪي ٻه ڇتيءَ تي ليٽي پيس.

هو ٻئي بورچيخاني ۾ اچي بيٺا.

هڪ جڻي چيو، 'ميڊم کي غلط فهمي ٿي آهي.'

ٻني جڻي چيو، ' ڪمال ٿو ڪرين! ٻين کي غلط فهميءَ ۾ وجهڻ واريءَ کي غلط فهمي ڪينڻ ٿيندي.'

ان کان پوءِ هو پاڻ ۾ ڳالهائڻ بيهي رهيا.

'مون کي پڪ آهي ته هو اجا تائين بينڪ ۾ آهي.'

'مان سمجهان ٿو، هو پڪڙجي پيو آهي.'

'تون هيٺن ڪر، مٿين فلور جو چڪر هڻي اچ. مان هيٺين پاسي کي ڏسي ٿو وٺان.'

ٻنهي مان هڪ جڻو مٿين فلور ڏانهن هليو ويو. ٻيو جڻو بورچيخاني جي دري ٽپي، ٻئي پاسي وراندي ۾ وڃي بيٺو. لائيٽر ٻاري هيڏانهن هوڏانهن ڏٺائين. لائيٽر وساڻي ڇڏيائين.

ٻئي اوپرا ماڻهو اڌ ٿهيل بنگلي ۾ پندرهن منٽ کن رلندا رهيا. اونده ۾ ٿاٻا کائيندا رهيا. ان کان پوءِ ٻئي جڻا اڌ ٿهيل بنگلي مان نڪري ويا.

ڪجهه دير کان پوءِ مون گاڏي اسٽارٽ ٿيڻ جو آواز ٻڌو. گاڏي زوڪاٽ ڪري رواني ٿي وئي. ●

# 19

مون واضح نموني ڪار جي رواني ٽيڻ جو آواز ٻڌو ۽ پوءِ ڪافي دير تائين ماحول بيچين ڪندڙ خاموشيءَ ۾ ٻڏي ويو. مان ساهه روڪي ڪنهن ڪڙڪي، ڪنهن آواز جو انتظار ڪرڻ لڳس. گذريل ٻن ٽن ڏينهن ۾ اهڙن اهڙن تجربن مان گذريو هوس، جو يقين جي ڪعبي جا سمورا بت پچي پيا هئا. انساني سطح تي رشتن جا سلسلا اهڙي نموني ٽٽندي ڏٺا هيم، جو رشتن جي تقدس تان ايمان ڪچي ويو هو. رکي رکي خيال پئي آيو ته، ڏائڻ جهڙي نموني مون سان دوکو ڪيو آهي، بعيد ناهي ته مون کي فريب ڏيڻ لاءِ پاڻ ڪار هلائي هلي ويني هجي، ۽ پنيان پنهنجي گماشتن کي ڇڏي ويني هجي! مون کي محسوس پئي ٿيو ته قانون نافذ ڪرڻ وارن ادارن جا ٻني ڪارندا اڏ نهيل بنگلي ۾ موجود هئا. مون کي لڳو پئي ته هنن کي پڪ هني ته مان اڏ نهيل عمارت ۾ موجود هيس. سوچيم، ٻنهي گماشتن کي منهنجي پهري تي ڇڏي، ڏائڻ قانون نافذ ڪرڻ وارن جي وڏي نفري وٺڻ لاءِ هلي ويني آهي. هوءَ وڏو لشڪر وٺي موٽي ايندي. اڏ نهيل عمارت کي گهيري ۾ وٺندي! مون کي پڪڙائي، قانون نافذ ڪرڻ وارن ادارن جي نظرن ۾ سرخرو ٿيندي. وردي پوشن جي موجودگيءَ ۾، ڏاڍي ڊراماني انداز ۾ چوندي، جوڳي مون کي پڪ هني ته تون سنڌ جي بدنام دهشتگردن مان هڪ آهين. تون تخريبڪاريءَ جي وڏي ڪنهن مهم تي اسلام آباد آيو آهين. پنهنجي دوست اسلام کي اسلام آباد ۾ ڳولڻ واري ڳالهه محض هڪ بهانو آهي.

سرديءَ جي باوجود مون کي پگهر جا ڦڙا ڪِريلين وانگر ڪنڌ تي هلندي محسوس ٿيا.

نه نه، هوءَ ائين نه ڪندي، شعوري سطح تي بحث ڇڙي پيو.

هوءَ ائين ڪندي، ڪندي.

نه نه. هوءَ ائين نه ڪندي. مون کي ڦاهيءَ جي ڦندي تائين وٺي ويندي! اِهو ممڪن ني نه آهي.

اڙي بيوقوف، سموري تاريخ اهڙن واقعن سان پريل آهي.

نيڪ آهي، مان مڃان ٿو، هن واضح نموني ڪڏهن به پنهنجيءَ محبت جو اظهار نه ڪيو آهي، پر، مون کي يقين آهي، هن مون سان محبت ڪئي آهي.

تڏهن اوچتو بحث بند ٿي ويو. تصور ۾ مون پاڻ کي وردي پوشن جي نرغي ۾

ڏٺو. ڏاڙهي بہ ورديءَ ۾ هئي! مون ڏانهن آگر سان اشارو ڪندي چيائين، وڏو ڪو احمق آهين جوڳي! تون ڇا ٿو سمجهين، مون توسان محبت ڪئي آهي! آئيني ۾ پنهنجي شڪل ڏٺي اٿئي! معاشري ۾ منهنجي مقام ۽ پنهنجي مقام جو فرق محسوس ڪيو اٿئي! اڙي بيوقوف، مون توسان محبت جو ڍونگ رچايو هو. تنهنجو انت لهڻ لاءِ مون توسان محبت جو ناٽڪ رچايو هو! تون ڇا ٿو سمجهين، مان تنهنجي عشق ۾ مبتلا ٿي پيئي هيس! توسان عشق جي راند رچائي، مون پنهنجو فرض پورو ڪيو آهي. اهو سڀ ڪجهہ منهنجي ڊيوٽيءَ ۾ شامل هو. تون دهشتگرد آهين! تون ملڪ ۽ ملت جو دشمن آهين. تو نظريہ پاڪستان ڪي دل سان قبول نہ ڪيو آهي!

مون سيني ۾ ڀوسٽ محسوس ڪئي. لڳو پنهي سيني ۾ لهي ويل ساهہ موٽي نہ ايندو. اندر رهجي ويندو. مان ڀوساٽجي مري ويندس. ان وقت مون کي پنهنجو بنگالي دوست انيس چوڌري ڏاڍو ياد آيو. ايڪويهہ ٻاويهہ سال اڳ، اڃا مشرقي پاڪستان، مشرقي پاڪستان هيو، بنگلہ ديش نہ ٿيو هو، تڏهن هڪڙيءَ رات منهنجي دوست انيس چوڌريءَ کي قانون نافذ ڪرڻ وارن ادارن جا بيحد ڏهين ڪارندا گرفتار ڪري وٺي ويا هئا. اسان ٻنهي ساڳئي سال ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ايم-اي ڪئي هئي، ۽ اطلاعات واري محڪمي ۾ وڃي نوڪري ڪئي هئي. انيس چوڌري اسان سڀني کان وڌيڪ ذهين هو، ۽ ملڪ جي سياست تي تهہ ۾ لهي ڳالهائي سگهندو هو، اهوئي سندس وڏي ۾ وڏو ڏوهہ هو. هو اڪثر چوندو هو، توهين مغربي پاڪستان وارا اسان بنگالين جي باري ۾ ان کان وڌيڪ ڇا ٿا ڄاڻو، تہ اسين بنگالي ملڪ ۽ ملت جا دشمن آهيون، ۽ اسان نظريہ پاڪستان کي دل سان قبول نہ ڪيو آهي! اسين هندستان جا ايجنٽ آهيون! ان کان سواءِ اسان جي باري ۾ توهان مغربي پاڪستان وارن کي ڪهڙي معلومات آهي؟ توهان کي خبر آهي تہ اسان جا سياسي مسئلا ڪهڙا آهن؟ توهان کي خبر آهي تہ اسان جا اقتصادي مسئلا ڪهڙا آهن؟ اسان جا معاشي مسئلا ڪهڙا آهن؟ بنگالي ٻولي، ادب ۽ ثقافت جي باري ۾ توهان جي ڄاڻ ڪيتري آهي؟ ڌرتيءَ سان اسان جي رشتي جي باري ۾ توهان کي ڪيتري خبر آهي؟ توهين وڏا جاهل ۽ بيخبر آهيو. توهان کي پنهنجي جهالت جي وڏي قيمت ادا ڪرڻي پوندي-

۽ جلدئي پاڪستانين جي جهالت جي وڏي قيمت ادا ڪرڻي پيئي هئي، ۽ ملڪ ٽٽي پيو هو! انيس چوڌري جي پيشنگوئي صحيح ثابت ٿي هئي.

پر مان انيس چوڌريءَ وانگر ذهين نہ آهيان. ملڪ جي سياسي، اقتصادي ۽ سماجي حالتن جي باري ۾ منهنجي ڄاڻ ناقص آهي. مون کي فقط ايتري خبر آهي تہ رهجي ويل پاڪستان جي مغربي پاڪستانين کي ڪا خبر ڪونهي تہ سنڌ جا سياسي مسئلا ڪهڙا آهن؟ سنڌ جا اقتصادي ۽ معاشي مسئلا ڪهڙا آهن؟ سنڌي

ادب، ٻولي ۽ ثقافت جي باري ۾ سندن ڄاڻ ڪيتري آهي؟ ڏرتيءَ سان سنڌين جي رشتي جي باري ۾ سندن معلومات ڪيتري آهي؟

مان هڪ عام رواجي مولائي ۽ غير سياسي قسم جو ماڻهو آهيان. منهنجو ملڪ جي سياست سان ڪو واسطو ڪونهي. مان ماڻهن جي چوڻ تي اسلام جي ڳولا ۾ اسلام آباد آيو هوس، ۽ اجايو، مفت ۾، مصيبت ۾ ڦاسي ويو هوس.

اڌ ٺهيل عمارت گهيري ۾ ورتل ڪنهن شڪسته قلعي وانگر محسوس پئي ٿي. ڪجهه سمجهه ۾ نه پئي آيو ته ڪهڙي واٽ وٺان! هر ڪا راهه جهر جهنگ ۽ رڻ پٽ ڏانهن ولي پيئي ويئي. بک، اڃ ۽ مايوسي ورائي ويئي. سنڌ ۾ جيڪڏهن ان قسم جون حالتون منهنجي لاءِ پيدا ٿي پون ها، ته جيڪر ڪنهن ٻيلي جو رخ ڪريان ها، ۽ ڪنهن ڪاري ماڇيءَ، اڇي ماڇيءَ يا جنڊي شيخ ڏاڙيل جي ٽولي ۾ وڃي شامل ٿيان ها، ۽ پوءِ ڪٿن ها ڀاڳ! پر مضبوط مرڪز جي گاديءَ واري هنڌ مان ڀڄي ڪيڏانهن نڪرجي! ۽ ڀڄڻ ڪان اڳ گلاب گونگي ڪي پوليس جي چنبي مان ڪيئن ڇڏائجي! ڪجهه سمجهه ۾ نه پئي آيو.

خبرداريءَ سان بورچيخاني مان نڪري، وڏي ڪمري ۾ وڃي ويٺس. ٿلهه جي اوٽ ورتم. سوچيم، ان ڪان اڳ جو قانون نافذ ڪرڻ وارن ادارن جي پلٽڻ اڌ ٺهيل عمارت ۾ ڪاهي پوي، مان ڀڄي وڃان. رستي واري رخ ۾ نڪرڻ خطري ڪان خالي نه هو. ڏانڻ ان طرف ڪان پنهنجي ڪار آڻي بيهاري هئي. اهو به ممڪن هو ته هوءَ ٻنهي گماشتن کي اتيئي، اوسي پاسي لڪائي، پهري تي بيهاري هلي وئي هجي. ٻنهي پاسي آباد بنگلن جون قطارون هيون- ۽، پوئين طرف گهاٽو جهنگ هو. مصيبت ۾ مرن، بگهڙن ۽ سوئرن کي منهن ڏيڻي سگهجي ٿو، پر ماڻهن کي نه. مصيبت ۽ تڪليف ۾ ماڻهو اهوئي ڪردار ادا ڪندا آهن، جيڪو هنن منصور حلاج جي شهادت ويري بغداد جي چوڪ باب الطق ۾ ادا ڪيو هو. سرڪاري گماشتن هٿان ڇيريل، چچريل ۽ چٿيل منصور کي هنن سنگسار ڪري ڇڏيو هو.

عين ان وقت جڏهن پڌر لتاڙي پوئين پاسي جهنگ ۾ ڪاهي پوڻ لاءِ دل پڪي پئي ڪيم، مون ڏانڻ جي ڪار کي رستي جي ٻئي پاسي بينڪ وٽ بيهندي ڏٺو. بينڪ ٻاهران وراندي ۾ ٻرندڙ بلبن جي روشني جهڪي هئي. ڏانڻ ڪار مان نڪري بينڪ جي چوڪيدار سان ڪجهه ڳالهايو. لالو چوڪيدار ڪڏهن ٻانهون هيٺ ڪري، ۽ ڪڏهن ٻانهون مٿي ڪري ساڻس بحث ڪندو رهيو. ائين پئي لڳو، لالي تمام سختيءَ سان ڪنهن ڳالهه مڃڻ کان انڪار پئي ڪيو، ۽ ڏانڻ ڪيس مڃائڻ تان هٽ نه پئي ڪئي. ڪجهه دير ڪان پوءِ ٻئي اوپرا ماڻهو ڪار مان ٻاهر نڪتا ۽ ڏانڻ کي سمجهائڻ لڳا. ڏانڻ آگر سان چوڪيدار ڏانهن اشارا ڪرڻ لڳي، ڄڻ چوندي هجيس، مان توکي ڏسي رهندس.

ٻنهي اجنبين جي سمجهائڻ ڪرڻ تي ڏانڻ موٽي وڃي ڪار ۾ ويٺي. گاڏي اسٽارٽ

ڪرڻ ڪان اڳ هن وري دريءَ مان ٻاهن ڪڍي هٿ سان لالي ڏانهن اشارو ڪيو. اشاري ۾ ساڳيو دڙڪي وارو انداز هوس. مان توکي ڏسي رهنديس.

بينڪ وٽان ڪار ڦيراني هوءَ اڏ ٿهيل عمارت وٽ اچي بيٺي.

مون اونده ۾ ورتل آسمان ڏانهن ڏٺو، ۽ عمارت جي پونتان گهاٽي جهنگ ۾ ڪاهي پيس. ●

# 20

اسلام آباد جو جهنگ، رات جو پهر ۽ سيارو! جينري رهڻ تان ارواح ڪڇي ويو. اونده انڌوڪار ۾ واٽون ويهه ٽي پيون. هر واٽ اونداهي سرنگ جهڙي. سُرنگ جي پرنين پاسي روشنيءَ جو ڪوبه ٽِرورو نه هو. جيڏانهن منهن، تيڏانهن وڌندو پئي ويس. پنهنجي پَرَ ۾ سمجهيم پئي ته سيڪٽر جي-سڪس (جي-٦) جي رخ ۾ وڌيس پئي. رکي رکي فقط بريٽ صحرائيءَ جو خيال پئي آيو. سوچيم، مڙس آهي ته عيال وارو، پر مهل جو مڙس آهي. در بند نه ڪندو. دوستيءَ جو ڀرم ۽ پرديس ۾ ڳوٺائيءَ جي لڄ رکندو. ڪنڌ نه ڪڍائيندو. مون کي پاڻ وٽ پناهه ڏيندو.

جهنگ جهاڳيندي، سخت سيءَ جي باوجود ذهن هڪ رٿ تيار پئي ڪئي، ۽ وڪ ڪن کان پوءِ رد ڪري پئي ڇڏي.

گرفتاريءَ کان اڳ پنهنجي لاءِ ۽ گلاب گونگي لاءِ ضمانت جو خيال مون دل مان ڪڍي ڇڏيو. ضمانت جي امڪان تي سوچڻ اجايو هو. حالتون جهڙي نموني بي رحميءَ سان پاسو ورائي بيٺيون هيون، تنهن ۾ ڪنهن کان ضمانت جي اميد رکڻ پاڻ سان فريب برابر هو. سڄي ساري اسلام آباد ۾ هڪ مراد ٿانارو هو، ۽ بي ڏاڏڻ هئي، جن کان ضمانت جي آس هئي. مراد ٿاناري ۾ مون کي اميد گهٽ هئي. هن جي نگاهه افق تي ۽ قدم ترقيءَ جي ڏاڪي تي هو. ان ۾ هن ويچاري جو ڏوهه نه هو. ڪلٽو، چرچاڻي، ٿوڙهو، مگر ٿاهوڪو. سنڌ مان ڪوچ ڪري جڏهن اسلام آباد آيو هو ته فقط ڇوٽي موٽي نوڪري ڪرڻ نه آيو هو. سنگتين ساٿين کي خبر هئي ته مراد ٿانارو اسلام آباد فتح ڪرڻ آيو هو. ۽ پوءِ ڏسنديئي ڏسندي، هن ڪمال ذهانت سان اقتدار جي ايوانن ۾ پنهنجي ساک جا واڄٽ وڄائي ڇڏيا. نوڪريءَ ۾ ڪنيو هئائونس ذوالفقار علي ڀٽي جي دور ۾، پر وڌيڪ سرخرو ٿيو جنرل ضيا جي مارشل لا واري ڏهاڪي ۾. جنرل ضيا جي انيڪ صلاحڪارن مان ڪن کي پنهنجو مامو، ڪن کي چاچو، ڪن کي ڀاءُ ۽ ڪن کي ڀائيجو ڪري ڇڏيو هئائين. جنهن ڏينهن جنرل ضيا جو جهاز بهاولپور ۾ ڪري تباهه ٿيو هو، تنهن ڏينهن ٽيليويزن تي خبرون پڙهڻ واري اظهر لوڌيءَ کان وڌيڪ مراد ٿاناري کي روئيندي ۽ هنجون هاريندي ڏٺو ويو هو. ڪجهه ماڻهن جو خيال هو ته ٿانارو جنرل ضيا جي پٽن اعجاز الحق ۽ انوارالحق کان وڌيڪ رنو هو. سندس ذهانت جي انتها هئي، جو گهر جي جنهن ڪمري ۾ ذوالفقار علي

پٽي جي تصوير رکي هنائين، تنهن ڪمري ۾ جنرل ضيا جا صلاحڪار ڪانئس سنڌ جي باري ۾ معلومات هٿ ڪرڻ ايندا هئا. اصل ۾ جنرل ضيا جا صلاحڪار ڪيس سنڌ جي اٿانئيڪي صورتحال تي سونهون سمجهندا هئا. سنڌ ۾ سنڌي خوش ته مضبوط مرڪز ۾ اسان جو دانشور خيما ڪوڙي ويٺو آهي، ۽ سنڌ جي حقن جي حفاظت ڪري رهيو آهي. مرڪز ۾ مقبول، سنڌ ۾ سرخرو! اهڙو آهي اسان جو يار، مراد ٽالارو!

بينظير ڀٽو اقتدار ۾ آئي، ته اسان وارو يار ٽالارو سندس باڊي گارڊن ۾ وڃي شامل ٿيو. ان دور ۾ پرائيم منسٽر هائوس ٻاهران ڪمانڊوزڪان سواءِ مراد ٽالارو به پابنديءَ سان نظر ايندو هو. انهن ڏينهن ۾ جن سڄڻن سڀ-سي مشورن سان بينظير کي سڀ ڪان وڏيڪ متاثر ڪيو هو، مراد انهن ۾ سر فهرست هو!

اونده، جهنگ ۽ سيءَ ۾ جيندان لاءِ ڊوڙندي زندگيءَ ۾ پهريون دفعو مون کي مراد ٽالاري تي ڪاوڙ آئي. مون اول دل ۾ کيس گاريون ڏنيون ۽ پوءِ وڏي واڪ. سهڪندي، کيس ڪچيون پڪيون گاريون ڏيندي مان ڊوڙندو رهيس.

تون پيدائشي چمچو آهين ٽالارا.

تون ڪم ظرف ۽ ڪمينو آهين.

تنهنجي چمار هر دور ۾، هر حڪومت جي اسيمبلي ميمبرن جي چاڪري ڪندي گذري ويندي.

اسيمبلي ميمبرن ۽ مرڪزي سيڪريٽرين کي سنڌڙي انبن جا ڪوڪا، چيڪو، ڪينو، ماڪيءَ جا شيشا، ڪڪڙ ۽ قوت باه جا ڪيپسول پهچائيندي پهچائيندي تون خارش زده ٿي ويندين.

تون خارش زده ڪتي وانگر هڪڙي ڏينهن ايم اين اي هاسٽل ٻاهران پيو هوندين ۽ سپاهين جي ڏنڊن ۽ نوڪرن ۽ پٽرن جو بک ٿي ويندين!

الائي ڪيتريءَ دير تائين مان قسمين قسمين گاريون ٽالاري کي ڏيندو رهيس. ڪافي دير کان پوءِ مون کي لڳو، ڄڻ گارين جو اسٽاڪ ختم ٿي ويو. اصل ۾ ائين نه هو. لاڳيتو گاريون ڪڍڻ، ۽ رڙيون ڪرڻ جي ڪري مان اندران خالي ٿي ويس. سڄو غبار، ڪاوڙ، غلاظت، ڪرفتي منهنجي وجود مان نڪري ويئي. مون کي پنهنجي سوچ ۽ رويي تي افسوس ٿيڻ لڳو. ڪجهه به ٿي پوي، ٽالارو اسان جو سنگتي هو. ترقي ڪرڻ جو جنون سندس ذاتي فعل هو. اسان کي يار جي ياريءَ سان واسطو هو،. يار جي فعلن سان نه! مان سمجهان ٿو، سيءَ، اونده ۽ جهنگ مون کي توائي ڪري ڇڏيو هو. ان وقت مون کي آرٿر ڪنيسلر جو قول ياد آيو ته آزمائش جي گهڙيءَ ۾ ڪمزور انسان هوش حواس وڃائي ويهندو آهي، ۽ وڏي واڪ بک ڪري راز ظاهر ڪري وجهندو آهي!

بک ۽ پريشانيءَ سبب، هڪ ڪمزور انسان وانگر مان توائي ٿي پيو هوس. سگهه

ساڻ ڇڏڻ لڳي. مون محسوس ڪيو ته آزمائش جي گهڙيءَ ۾ مان پنهنجو هوش هٿان وڃائي رهيو هوس. ڊوڙڻ جي رفتار ڍري ٿيڻ لڳي، ٿوري دير اڳ ٽاٽاري کي ڏنل گارين جو مون کي ڏاڍو ڏک محسوس ٿيو. ڏک جي ڇهنڊڙي دل ۾ پيني. سنڌ سنڌ مان سسيڙاٽ نڪري ويو. مان هڪ هنڌ بيهي رهيس.

نظر ڦيرائي هيڏانهن هوڏانهن ڪجهه ڏسڻ جي ڪوشش ڪيم. ڪجهه نظر نه آيو. اونده ايتري قدر ته گگهه هني، جو هڪ ٻن قدمن کان اڳتي ڪوشش جي باوجود ڪجهه نظر نه پئي آيو. مان هٿ ڪڇن ۾ ڏني ويهي رهيس.

ايڏو ڪروڌ منهنجي اندر ۾ ڪٿان آيو؟ مون سوچيو، مان ٻجي پري رهيو آهيان؟ ختم ٿي رهيو آهيان؟ دوستن کي خامين ۽ خوبين سميت قبول ڪرڻ واري فلسفي تي عمل ڪرڻ جي باوجود مون هيءُ ڇا ڪيو! ڇو مراد ٽاٽاري کي گاريون ڏنم ۽ کيس بدشد ڳالهايم! ڇو؟

تڏهن محسوس ڪيم، ته اصل ۾ مون کي ڏانڻ جو ڏک هو. مٿس ڏاڍو مان هو مون کي! سوچيو هيم، جڏهن به زندگيءَ ۾ آزمائش جي گهڙي ايندي، هوءَ منهنجي قريب هوندي، مون کي هيڪلو نه ڇڏيندي. حالتن هٿان ميزان ۾ ڏک کائي ويٺس ته هوءَ مون کي غلط نه سمجهندي!

مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو. ٻاهرين اونده کان وڌيڪ مون کي پنهنجي وجود جي اونده گهري محسوس ٿي. ٻاهرين جهنگ کان وڌيڪ مون کي سوچن جو جهنگ وڌيڪ گهاٽو محسوس ٿيو. رکي رکي هڪ سوال بڙڇيءَ وانگر گهائل ڪندو رهيو. مون سان ڳالهائي ته ها! مون کي ڳالهائڻ جو موقعو ته ڏني ها! پوليس وارن جي جڙتو رپورٽن تي يقين ڪري ويٺي! ماضيءَ جي ڪنهن حوالي کي معتبر نه سمجهيائين! انين ڇو ڪيائين، انين ڇو ڪيائين؟

مون ته کيس گلاب گونگي جي باري ۾ سڀ ڪجهه ٻڌائي ڇڏيو هو. ان جو مطلب آهي، هن منهنجيءَ ڪنهن ڳالهه تي يقين نه ڪيو آهي! سوال سنگسار ڪندا رهيا- ته پوءِ هن ان ڳالهه تي به يقين نه ڪيو هوندو ته گلاب، گونگو آهي- ڳالهائڻ کان معذور آهي! هن گلاب سان اديتن دوران ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪني هوندي! هن ڪانئس منهنجي باري ۾ پڇيو هوندو. جوڳي ڪير آهي؟ ڪهڙيءَ سياسي پارٽيءَ جو دهشتگرد آهي؟ اسلام آباد ڪهڙي مقصد سان آيو آهي؟ آبپارو اڏائڻ آيو آهي، يا زراعتي بينڪ جي عمارت؟ اقتدار جي ايوانن ۾ ڪنهن کي قتل ڪرڻ آيو آهي؟ ڪنهن کي؟

گلاب کي ماري ڇڏيندا!

آتش فشان جو رجيل پگهريل، ٽهڪندڙ لاوو منهنجي مغز مان لهي، رڳ رڳ ۽ سَنڌ سَنڌ ۾ ڊوڙڻ لڳو.

مان گلاب کي اهڙي نموني مرڻ نه ڏيندس! مون کي پنهنجي وجود مان پڙلاءُ ايندو

رهيو. مان گلاب کي مرڻ نہ ڏيندس- ۽ جيڪڏهن گلاب کي ماري ڇڏيائون تہ پوءِ قانون نافذ ڪرڻ وارن جي ان ٽيم جي هڪ هڪ ميمبر کي چونڊي چونڊي ماري ڇڏيندس، جنهن تفتيش جي دوران پڇاڳاڇا جي نالي ۾ گلاب کي عذاب ڏنا هوندا! مان دهشت گرد نہ آهيان. پر مان ڪين دهشتگرد ٿي ڏيکاريندس.

مان سڀ ڪان اڳ ڏاڻ کي ماريندس! اسين ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي وجود ۾ عدالت لڳائيندا آهيون، ۽ ان عدالت جي ڪٽهڙن ۾ ڪڏهن پاڻ بيهي رهندا آهيون، ۽ ڪڏهن انصاف جي مسند تي ويهي رهندا آهيون. مون ڪٽهڙي ۾ بيٺل ڏاڻ کي پنهنجو فيصلو ٻڌائي ڇڏيو ، مان توکي جيئرو نہ ڇڏيندس. گلاب جي خون جي ڏوهہ ۾ مان توکي قتل ڪري ڇڏيندس. ●

# 21

مون کي خبر نہ پئي تہ جابر جهڙي رات ڪيئن ۽ ڪڏهن وهامي وئي. سموري رات مون ڪروٽ ۽ نفرت ۾ پچرندي گذاري ڇڏي هئي. چپ ڏندن سان چچريل ، مٺيون ڀيڪوڙيل ، اکيون ڦاٽل! ڦوٽداريل ناسن مان ساهہ اٿين پئي آيو ۽ ويو ، مان ڄڻ هيبتناڪ جهنگلي سانُ هوس ، ۽ زندگيءَ ۽ موت جي مقابلي ۾ نڪري پيو هوس. ڏرتي مون کي پنهنجي پيرن هيٺان ڪنبندي محسوس ٿي. اندر مان هڪ ئي آواز جو پڙلاءُ بدن ۾ پئي آيو، مان ڏائڻ کي جيئرو نہ ڇڏيندس ، کيس قتل ڪندس. هوءَ گلاب گونگي جي قاتل آهي. مان کيس سزا ڏيندس. کيس ماري ڇڏيندس.

منهنجي وهم ۽ گمان ۾ بہ نہ هو تہ مان زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڏائڻ کان ايتريقدر نفرت ڪري سگهندس! جنهن کي مون گذريل ڪنهن جنم جي حوالي سان سڄاتو هو، تنهن کي ايڏي شدت سان ڌڪاري سگهندس! بکَ، اُڃ، ڪمزوريءَ ۽ تڪليف جي باوجود مان ظلم جهڙي رات ۽ واسينگن جهڙي جهنگ ۾ ڦٽڪندو رهيس ۽ وٽن سان وچڙندو رهيس،. پنهنجي اندر جو انت لهڻ جي ڪوشش ڪندو رهيس. ڏائڻ لاءِ منهنجي نفرت جو بنياد گلاب جي هلاڪت تي بيٺل آهي، يا مون سان ڪيل فريب تي؟ مان پاڻ کان پڇندو رهيس ، پڇندو رهيس.

پاڻ کان پڇيل سوال هميشہ جواب کان محروم رهجي ويندا آهن- ۽ پوءِ ، جڏهن ڪنهن سوال جو جواب نہ ملندو آهي ، تڏهن وجود سوالن جي انبار هيٺان دفن ٿي ويندو آهي، ۽ زندگي خود جواب کان محروم هڪ سوال وانگر محسوس ٿيندي آهي. هڪ هماليہ جيڏو سوال سِرَ تي کڻي مان سيڪٽر جي-سڪس ڏانهن وڌندو رهيس.

ڪجهہ ياد ڪونهي تہ درد جي رات ڪيئن گذري وئي. پرهہ ڦٽي تہ مان لال ڪوارٽرن جي ويجهو پهچي چڪو هوس. سوچيم، ڪيپيٽل ڊيولپمنٽ اٿارٽيءَ وارن اسان جهڙن جي سهولت ۽ سولائيءَ لاءِ ڪيڏو نہ ڪرم ڪيو آهي! سيڪٽرن جي وچ ۾ اهڙا اهڙا گهاٽا جهنگ ڇڏيا اٿانون، جهڙو سنڌ جا ٻيلا! **لڳي ٿو تہ زندگي مِرُن سان ڪچهري ڪندي گذري وڃي!**

ڪير وارا موٽر سائيڪلن سان ڪير جا دٻا هڏي سڙڪن تي نڪري آيا هنا. ڪُل وٽن جون مٽاهيون ٽاريون جهونجهڪڙي ۾ روشن ٿي پيون هيون. مان هيڏانهن هوڏانهن ڏسي، تيز ڊوڙندو، جهنگ مان نڪري لال ڪوارٽرن جي پٺيان وڃي

پهتس. برپيٽ صحرائيءَ جو ڪوارٽر پونين قطار جي آخري حصي ۾ هو. ڪوارٽرن جي پٺين سان لڳندو ۽ گسندو مان برپيٽ صحرائيءَ جي ڪوارٽر پٺيان وڃي بيٺس. پٺنين پاسي کان اڳڻ ۾ هڪ در هو. مون در کڙڪايو. ڪجهه دير تائين در کلڻ جو انتظار ڪرڻ کان پوءِ ٻيهر در کڙڪايم.

در کليو. در مان برپيٽ صحرائيءَ جي هڪ پٽ ليئو پاتو. مون تي نظر پيس ته واتڙو ٿي ويو. سڃاڻڻ لاءِ ٻه چار دفعا اکيون ٽمڪائي، مون ڏانهن ڏنائين ۽ پوءِ در ڦهڪائي پجي ويو.

ڪافي دير تائين ڪنهن ٻيهر در نه کوليو. مون در کڙڪايو.

در کليو. کليل در مان برپيٽ جي زال ليئو پاتو. پريشاني سندس چهري تي پوسٽر وانگر چنبڙيل هئي. مون کي هٿ ٻڌندي سڙٻاٽن ۾ چيائين، "ادا جوڳي، خدا جي واسطي هليو وڃ، خدا جي واسطي هليو وڃ. اسين ڏاڍا پريشان آهيون."

ڪمزوريءَ سبب مان در جي پرسان پٽ کي ٽيڪ ڏيئي ويهي رهيس. لڳم پئي، ساهه نڪري ويندو.

چيم، "مون کي پاڻيءَ جا ٻه ڍڪ ڏي ياجاڻي."

ياجاڻيءَ چيو، "تون هليو وڃ ادا جوڳي، خدا جي واسطي هليو وڃ."

ساڻي ساڻي ساهه سان چيم، "مان ٽن ڏينهن کان بکايل آهيان. مون کي ٻه ڍڪ پاڻي ۽ مانيءَ جو گره ڏي."

هوءَ منجهي پيئي ڄڻ ڪنهن فيصلي تي پهچڻ پئي چاهيائين. ڪجهه دير تائين ٻُڌَ ترَ ۾ بيٺي رهي.

ڄڻ ڪو فيصلو ڪري ورتائين. در بند ڪري هلي وئي.

ٻه چار ڪير وارا پنهنجيون موٽر سائيڪلون تيزيءَ سان ڊوڙائيندا لنگهي ويا. ڏينهن ڦٽڻ لڳو، سيءَ ۾ سُڪل ۽ ٺڙڪندڙ ڏينهن!

ڪجهه دير کان پوءِ در کليو. ياجاڻيءَ ڊڄندي ڊڄندي هيڏانهن هوڏانهن ڏٺو. کليل در جي وٿيءَ مان هٿ وڌائي. مون کي پاڻيءَ جو گلاس ڏنائين. هڪ گهيٽ ۾ مان سڄو پاڻي پي ويس. گلاس موٽائي ياجاڻيءَ کي ڏنم. ياجاڻيءَ هڪ ننڍڙي هڙ تڙ تڪڙ ۾ مون کي ڏيندي چيو، "هن ۾ مانيون ۽ تريل پٽاٽا آهن. هاڻي تون هليو وڃ ادا."

پڇيم، "برپيٽ ڪٿي آهي؟"

ساهه سڏڪن سان وچڙي پيس.

مان ڊڄي ويس، پڇيم، "خير ته آهي نه ياجاڻي."

چيائين، "ٻنهي جي پيءُ کي پوليس وارا وٺي ويا آهن."

"ڇو؟" مون تعجب وچان پڇيو، "برپيٽ ته ڏاڍو معصوم قسم جو ماڻهو آهي، هن کي ڇو وٺي ويا آهن."

رني جي ڪنڌ سان اکيون اُگهندي چيائين ، 'تنهنجيءَ گلاب جي باري ۾ پڇا ڪرڻ لاءِ وٺي ويا اٿس.'

پڇيم، 'ڪڏهن؟'

وراڻيائين ، 'ٻه ڏينهن ٿيا آهن.'

**مون محسوس ڪيو، مان ڪوڙهي آهيان. منهنجو وجود ڪوڙهه جي زخمن سان روڳي ٿيل آهي.** مون ڪي هتان وڃڻ گهرجي! وستين کي خيرآباد ڪري ويرانين ڏانهن رخ ڪجي! ماڻهن جي مون سان نفرت اجائي نه آهي.

مان اُٿي بيٺس.

**ياجانيءَ روئيندي چيو، 'پوليس وارا اسان جي ٻنهي وڏن پٽن ۽ منهنجيءَ سَسُ کي به وٺي ويا آهن.'**

مان ڪنبي ويس. پنهنجي ساءِ چيم، 'بريٽ جي والده کي به وٺي ويا آهن؟'

ياجانيءَ روئيندي چيو، 'ڪالهه شام جو مان ڪيس ملڻ ويني هيس.'

مون ڪجهه نه چيو.

هوءَ اُڇنگار ڏيئي روئي پيئي. چيائين ، 'ڏاڍو ماريو اٿانونس. ٻه ڏند پڃي ڇڏيا اٿانونس.'

**دل چاهيو جهنگ ۾ ڪاهي پوان. ماڻهن بدران مِرُن سان وڃي زندگي بسر ڪريان! سوئر، بگهڙ، ۽ نانگ هر حال ۾ انسان کان بهتر آهن. بهتر ان ڪري آهن جو هو سازشون ڪري نه سگهندا آهن.**

بنا ڪجهه چوڻ جي مون پٽنين پير هڻڻ شروع ڪيو.

'ادا جوڳي.' ياجانيءَ سڏ ڪيو ۽ وٺيءَ مان هٿ ٻاهر ڪڍيو. چيائين ، 'وٺُ!

ڪليل هٿ ڏانهس وڌايم. ياجانيءَ سؤ رپين جو نوٽ منهنجي هٿ تي رکي ڇڏيو ، ۽ پوءِ هڪدم در بند ڪري هلي ويئي.

# 22

مان پنيرو هنندو ويس، بريٽ صحرائيءَ جو ڪوارٽر مون ڪان پري ٿيندو ويو.

مون کي خبر هئي تہ مجرم ۽ جرائم پيشہ شخص مجبور ماڻهن کي هيومن شيلڊ، يعني انساني ڍال طور استعمال ڪندا آهن. هو پنهنجي ۽ قانون نافذ ڪرڻ وارن ڪارندن جي وچ ۾ مجبور ماڻهن کي ٻيهاري جڏيندا آهن. مون کي اها بہ خبر هئي تہ سنڌ ۾، ان جي برعڪس، ڌوڙارين کي بليڪ ميل ڪرڻ لاءِ قانون نافذ ڪرڻ وارن ادارن طرفان ڌوهارين جي پوڙهن مٽن مائٽن ۽ جوان زالن ۽ ڌيئرن ۽ ڀينرن کي حراست ۾ ورتو ويندو آهي، ۽ ان ڪاروائيءَ کي جائز سمجهيو ويندو آهي. محمد عالمڪوسو، ڌاڙيل عالمو ڪوسو ٿيڻ کان اڳ گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد ۾ پڙهندو هو. هاريءَ جو پٽ هو، وڏيري سان معمولي ڳالهہ جي اٿبٿ سبب وڏيري جي چوڻ تي پوليس محمد عالمڪوسي جي ٻن جوان ڀينرن کي لاڪپ ۾ رکيو هو، ۽ ڪين پوڙهي پيءُ آڏو بيعزت ڪيو هو. ان ڳالهہ جي خبر حيدرآباد ۾ جڏهن محمد عالمڪي پيني هئي، تڏهن هن ڳوٺ جو رخ ڪيو هو، ۽ وڏيري کي ماري سندس لاش ڪتن جي حوالي ڪيو هو. ان کان پوءِ ڏهن سالن تائين سنڌ ۾ عالمو ڪوسي جي دهشت جو راڄ هو. هن کي ان پوليس آفيسر جي ڳولا هئي، جنهن سندس ڀينرن کي لاڪپ ۾ بيعزت ڪرايو هو. ٻٽ هڪڙي ڏينهن بند پرسان جيپ ۾ ويندي انسپيڪٽر، عالمو ڪوسي کي ور چڙهي ويو. عالمءَ ڪيس الف اگهاڙو ڪري ٻيڙيءَ جي سڙهہ سان ابتو لٽڪائي ڇڏيو. ڪيس ٻيڙي ڪاهي وچ درياهہ ۾ ڪاهي ويو. ڇهن ڪلاڪن تائين سندس جسم کي خنجر سان چيريندو رهيو. ڪجهہ عرصي کان پوءِ عالمو ڪوسو پوليس سان مقابلي ۾ مارجي ويو هو.

بريٽ صحرائيءَ جي ڪوارٽر کان پنيرو پري ٿيندي مون سوچيو، ڪٿي انيئن تہ ناهي، مضبوط مرڪز جي راڄ ڌانيءَ ۾ موجوده دور جي عالمو ڪوسي لاءِ ماحول سازگار ٿي رهيو آهي! بريٽ صحرائيءَ جي ٻن پٽن ۽ پوڙهي ماءُ کي پوليس وارا پڪڙي وٺي ويا آهن! بعيد ناهي تہ ڪجهہ عرصي کان پوءِ ملڪ واسين کي ڌاڙيل بريٽ صحرائيءَ جو نالو ٻڌڻ ۾ اچي! مون اڪثر محسوس ڪيو آهي تہ قانون نافذ ڪرڻ وارن ادارن وٽ ڌاڙيل ۽ ڌوهاري پيدا ڪرڻ جون فيڪٽريون آهن. هڪ دفعي لاءِ پوليس جي ور چڙهي وڃڻ کان پوءِ ماڻهو يا تہ ڌاڙيل يا

ڏوهاري ٿي پوندو آهي، يا وري ملڪ جو باغي ۽ غدار!

ڏينهن، شينهن! چڙهندو آيو. لال ڪوارٽرن جي پرسان ڪامورن لاءِ بنگلن جي اڏوات جو ڪم شروع ڪيو هنانون. ٽولن ۾ مزدور ڪم لاءِ نڪري آيا هنا. ڪي رازا، مستري، ڊڪڻ ۽ واڍا وجي ڪم سان لڳا ۽ ڪي وجي جهوپڙين ۾ ٺاهيل هوٽلن ۾ ويٺا. ڪن نيرن ڪني ۽ ڪن چانهه جون سرڪيون پريون. ان دوران هو پاڻ ۾ ڳالهيون ڪندا رهيا ۽ خوش ٿيندا رهيا.

مان مانڙي ڪري ٻاڪڙا هوٽل جي هڪ ڪنڊ ۾ وڃي ويهي رهيس. هڙ ڪولي تختي تي رکيم ۽ گره ۾ تريل پٽاٽا وجهي ڪائڻ لڳس. ٻاڪڙي واري جو ڇوڪرو ميري ۽ گدلي ڪوپ ساسر ۾ چانهه کڻي آيو. پاسي ڪان ڊالڊا جي ڇپي دٻي پرسان جست جو غليظ گلاس رکيو هو. ٻه چار گره پيٽ ۾ لٿا ته دماغ جا چاريني طبق روشن ٿي پيا. اهو شخص وڏو ڏاهو هو، جنهن چيو هو، انَ هو، ايمان هو! يا، بک بڇڙو ٽول، دانا ديوانا ڪري!

مون کي ياد ناهي ته مون اڳ ڪڏهن زندگيءَ ۾ ايڏي لذيذ نيرن ڪني هني. پيٽ پرڻ کان پوءِ مون گذريل ٽن چئن ڏينهن جو جائزو نئين سر ورتو.

سوچيم، ٻه ڳالهيون اهم آهن. هڪ، گرفتاريءَ کان اڳ ضمانت، ۽ ٻيو گذريل ٽن چئن ڏينهن ۾ پوليس ڪهڙي قسم جون خبرون اخبارن، ريڊيو ۽ ٽيليويزن کي جاري ڪيون آهن.

ڏائڻ هٿان دغا ڪائڻ کان پوءِ ضمانت وارو ڪم ذري گهٽ ناممڪن ٿي پيو هو. باقي رهي پوليس جي خبرن واري ڳالهه ته ان لاءِ گذريل ٽن چئن ڏينهن جون اخبارون پڙهڻ ضروري سمجهيم.

لال ڪوارٽرن کان آبپاره پري ناهي. وٺن جي قطار جو وچي پاسو ورتم. ماڻهن کان لڪندو، بچندو مان آبپاره وٽ پهتس. ٽي چار اخبار فروش سائيڪلن تي اخبار رکي ببٺا هنا. ماحول جو جائزو وٺڻ لاءِ مان اخبار وارن کي پٺي ڏيني، ٻاٽا جي دڪان ٻاهران بوٽن جي شوڪيسن ڏانهن منهن ڪري ببهي رهيس. ٻاٽا جو دڪان نه کليو هو. اندر اونده هني،. شوڪيسن جي شيشن ۾ منهنجي پس منظر وارو سمورو نظارو چٽي عڪس ۾ نظر پئي آيو.

ياجي پتيءَ، گوشت مڇيءَ ۽ سيڌو سامان وٺڻ وارا ايندي ويندي اخبار وارن وٽ ببهي پئي رهيا، ۽ اخبارن جون سرخيون پڙهي اڳتي وڌي پئي ويا. ڪي ته اخبارن کي بنهه ڇنبڙي پئي پيا. اهڙا شخص گهڻو ڪري ڪراڙا بورچي ۽ ڪامورن جا اردلي پئي لڳا، جن کي گهر ۾ آيل اخبارن کي هٿ لائڻ جي اجازت نه هوندي آهي. ان دوران ڪا ڪا گهڙي اهڙي به پئي آئي، جڏهن اخبار فروش اڪيلا رهجي پئي ويا. گهڙي کن لاءِ خيال آيو ته وک کڻي به ٽي اخبارون خريد ڪريان، پر انين ڪندي عجيب قسم جو ڊپ محسوس پئي ٿيو. ان وقت مون

محسوس ڪيو تہ لکڻ لاءِ نہ فقط جھر جھنگ، پر ماڻھن جو جھنگ بہ مناسب ھوندو آھي. اڪيلو انسان نمايان ٿي پوندو آھي، نظرن ۾ ايندو آھي. ماڻھن جي جھنگ ۾ انسان پنھنجي انفرادي شناخت، سڃاڻپ وڃائي ويھندو آھي. ھجوم ۾ شامل ھو اجتماعيت جو حصو ٿي پوندو آھي، ڪنھن کي نظر نہ ايندو آھي. مون سوچيو اخبار فروشن وٽ جڏھن مفت ۾ اخبارون پڙھڻ وارن جي پيھہ وڌي ويندي، مان ڦيرو کائي، ھڪدم پيھہ ۾ وڃي شامل ٿيندس ۽ اخبارون وٺي کسڪي ويندس.

ڪجھہ دير کان پوءِ اخبار فروشن وٽ پيھہ وڌي ويني. موقعو مناسب لڳو. وڪ کڻي پيھہ ۾ وڃي بيٺس. بہ انگريزي ۽ ھڪ اردو اخبار وٺي، مان ڪجھہ دير اتيني پيھہ ۾ بيٺو رھيس، ۽ اخبارن جون سرخيون پڙھندو رھيس. ڪالا باغ ڊيم ٺھندو، ڪالا باغ ڊيم نہ ٺھندو. سنڌ ۾ ڌاڪن جا ٿھري ڪارناما. فيصل آباد ۾ بينڪ کي لٽيو ويو. بہ عورتون اغوا، شريعت بل منظور، شريعت بل نامنظور، سنڌ ۾ ھندستان جي را ايجنسيءَ جا ايجنٽ!

تڏھن ھڪ خبر تي نگاھہ پوڻ سان منھنجي جسم ۾ ڊوڙندڙ رت جو دورو بيھي رھيو. گھڙي کن لاءِ دل ڌڙڪڻ ڇڏي ڏنو. لکيل ھو، سنڌي دھشت گردن جي بدنام سرغني جي تلاش جاري. سندس ساٿي گرفتار. گلاب جو تفتيشي آفيسرن آڏو حلفيہ بيان. اڄ گلاب کي پريس ڪانفرنس ۾ پيش ڪيو ويندو. ڇرڪائيندڙ انڪشافن جي توقع.

مان آھستي آھستي پٺيرو ھٽندي، پيھہ مان نڪري ويس.

وسيع دنيا اوچتوني اوچتو، ٻن چئن ڏينھن اندر منھنجي لاءِ ايتريقدر تنگ ٿي ويني ھني، جو مٿي لڪائڻ جيتري جاءِ بہ مون کي ميسر نہ ھني. سوچيم، اسلام آباد ۾ رھڻ خطري کان خالي نہ آھي، ۽ سڀ کان وڏي ڳالھہ تہ رھجي تہ ڪنھن وٽ رھجي! پاڻي ڪڍڻ لاءِ جنھن کوھہ ۾ ڏول وڌوسين، سو کوھہ سُڪل نڪتو. اھڙيءَ صورتحال ۾ فقط ھڪ واٽ سمجھہ ۾ پئي آئي. گلاب گونگي کي نصيب ۽ حالتن جي حوالي ڪري اسلام آباد مان فورن پڇي وڃان.

پر، گلاب گونگي ۽ مون ڪيو ڇا آھي؟ ڪھڙو ڏوھہ ڪيو آھي؟ اسين بيوقوف قسم جا غير سياسي ماڻھو آھيون. **دغا ۽ فريبن جي دنيا ۾ عشق جا عَلمَ کڻي گھمندا آھيون، ۽ عشق جي صليبن تي دم ڏيني ڇڏيندا آھيون.** ھا، اسان جو ھڪ ڏوھہ قابل سزا آھي. ان ڏوھہ جو ڇيھہ مقتل ۾ آھي. اسان جي سوچ، اسان جو ڏوھہ آھي، **حاڪميت حق جي آھي، باقي سڀ ڪجھہ فنا آھي.** اھا سوچ اسان جو ذاتي فعل آھي. ان سوچ کي اسان اڃا تائين عام نہ ڪيو آھي. سوچ جي سزا سرمدن، عنايتن ۽ منصورن جھڙن درويشن کي ملندي آھي. مان گنھگار آھيان. مان اِن لائق نہ آھيان، جو حق جي راھہ ۾ ساھہ جو صدقو ڏيني ڇڏيان! اسان جي نصيب ۾ معاني ناما لکيل آھن. **اسان جي حياتي نہ ڪيل ڏوھن ۽ گناھن**

بابت پنهنجي بيگناهي ثابت ڪندي گذري ويندي آهي.

مون کي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته سرڪار سڄوريءَ جي قانون نافذ ڪرڻ وارن ادارن کي ڪيئن وجي سمجهايان ته اسان جو توهان جي اسلام سان ڪو واسطو ڪونهي. گلاب گونگو آبپاره وٽ قاضي محمد اسلام آف روهڙي شريف لاءِ بينر کڻي بيٺو هو، بني ڪنهن سياسي مقصد لاءِ نه بيٺو هو. جيئن پنجابي زبان ۾ اشرف کي اچو، پرويز کي پيجو ۽ رشيد کي شيدا سڏيندا آهن، تيئن اسين سنڌي ٻوليءَ ۾ ڏتي بخش کي ڏنو، ۽ نبي بخش کي نبن ۽ پير محمد کي پيرل سڏيندا آهيون. گلاب گونگو جنهن اسلام لاءِ آبپاره وٽ بينر کڻي بيٺو هو، سو بينر اصل ۾ قاضي محمد اسلام آف روهڙي شريف لاءِ هو. ان جو تعلق سياست سان نه هو. پر، اهي ڳالهيون ڪنهن سان ڪجن، ۽ ڪنهن کي وڃي ٻڌائجن! هر سياسي حڪيم وٽ ڦودني جي ڦڪي آهي. سنڌي ڏاڙيل آهن، غدار آهن، ۽ هندستان جا ايجنٽ آهن!

عافيت ان ۾ نظر پئي آئي ته ڪوشش ڪري اسلام آباد مان نڪري وڃان. پر ڪيئن؟ منهنجي کيسي ۾ نوي پنجانوي ڪن رپيا هنا. انهن پيسن مان ملتان تائين پهچڻ به محال هو. روهڙيءَ تائين ڪيئن پهچندس؟ بنا ٽڪيٽ جي سفر ڪريان؟

تڏهن، اوچتو خيال آيو ته مان اڄ شام ڪيئن به ڪري ان پريس ڪانفرنس ۾ ويندس، جنهن ۾ قانون نافذ ڪرڻ وارن ادارن جا آفيسر گلاب گونگي کي صحافين آڏو پيش ڪندا، ۽ جنهن ۾ پوليس وارن کي ڇرڪائيندڙ انڪشافن جي توقع هئي.

مون اسلام آباد مان ڀڄي وڃڻ جو ارادو ملتوي ڪري ڇڏيو. ●

# 23

اخبارن جون سرخيون پڙهڻ کان پوءِ سوچيم، ياسمين گارڊن ڏانهن هليو وڃان، ۽ کنهن نويڪلي ڪنڊ ۾ ويهي تفصيل سان خبرون پڙهان. ياسمين گارڊن ۽ شڪر پڙيان جي وچ تي، اسٽيل جي چند تاري پرسان بيرکن جهڙي هڪ وٿواڳ عمارت لاوارث پيئي آهي. ان عمارت ۾ صادقين انسان جي ارتقا، جفاڪشيءَ، محنت، محبت ۽ تشدد، آخر ۾ صنعتي انقلاب جي حوالي سندس عظمت جي تصوير ڪشي ڪندي، هڪ سڄ ويهہ فٽ ڊگهو ميورل تيار ڪيو هو. ان کان پوءِ اها عمارت خالي پيئي آهي. در درين جا شيشا ڀڳل، ڇتين ۾ ڏار، ڇتين مان لڙڪندڙ جارا، چمڙن جا ٻرَ، ڪبوتر، ڪونا، ڏيک اهڙو پوانتو، جڻ غيبات جو واسو هجيس. هونءَ تہ لڪي ويهڻ لاءِ ان کان بهتر ٻي ڪا جاءِ اسلام آباد ۾ نہ آهي، پر، دهشتگردن جي تلاش ۾ پوليس سڀ کان اڳ ان قسم جي جاين تي ڇاپو هڻندي آهي. صادقين جي ورڪشاپ ۾ لڪي ويهڻ جو خيال مون دل مان ڪڍي ڇڏيو.

اڪيلائپ ۽ انفراديت ۾ مون کي تحفظ نظر نہ آيو. اجتماعيت ۾ مون کي عافيت نظر آئي. نظر ڦيراڻي ڏٺم. ايڪڙ ٻيڪڙ سپاهي نظر آيو. اسلام آباد ۾ سياري جو صبح ماٺهوءَ جي ٻيخ ڪڍي ڇڏيندو آهي. سپاهين سگريٽ جا سوٽا هڻي پنهنجي وجود ۾ گرمائش داخل ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. ڪي سج جي تڙڪي ۾، هٿ بغلن ۾ وجهي بيٺا هئا، ۽ آهستي آهستي ڪنبي رهيا هئا.

گوشت ۽ ڀاڄين جي دڪانن تي پيهہ وڌي وئي هئي. گوشت ۽ ڀاڄين جي دڪانن وٽان خبرداريءَ سان لنگهندي، مان آبپاره جي چوسول وٽ پهتس. چوسول جي پرئين پاسي گورنمينٽ ٽرانسپورٽ جو اڏو آهي، جتان مري، ايبٽ آباد، مظفر آباد، لاهور، فيصل آباد وغيره لاءِ بسون روانيون ٿينديون آهن، ۽ موٽي اچي دنگ ڪنديون آهن. اڏي جي ٻاهران راولپنڊيءَ لاءِ بسن، ويگنن ۽ سوزوڪين جو ڏاڍو مصروف اڏو آهي. مان گورنمينٽ ٽرانسپورٽ جي پوئين حصي ۾ چانهہ واري جي ڪيبن وٽ وڃي بيٺس. ڪائنس چانهہ جو ڪوپ وٺي ڪيبن جي پرسان هڪ بينچ تي ويهي رهيس، جنهن تي ٽي چار ڄڻا اڳواٽ ويٺا هئا.

چانهہ جون ٻہ چار سرڪيون پري، اردو اخبار کولي گوڏن تي رکيم. اخبار ۾ دهشتگردن جي خبر وڌي شد مَدَ سان شايع ڪئي هئانون. تفصيل پڙهڻ شروع ڪيم تہ منهنجي لونءَ لونءَ ڪانڊراجي وئي. مون کي دهشتگردن جو سرغنو

ظاهر ڪيو هئائون. لڪيو هنائون تہ تفتيشي ادارن جي رپورٽ موجب سرغني جو اصل نالو تارا چند آهي، ۽ سيوهڻ جي ويجهو راڌڻ شهر جو رهواسي آهي، پر پاڻ کي جوڳيءَ جي نالي سان سڏائيندو آهي ۽ پاڻ کي روهڙيءَ جو رهواسي ظاهر ڪندو آهي.

مون ڪان چرڪ نڪري ويو. ڪوپ کي ڇُلڪو آيو. ڪجھ چانھ وچي پَٽَ تي پيئي. پاسي ڪان ويٺل ماڻهن ڪنڌ وراڻي مون ڏانهن ڏٺو. مون پاڻ سنڀالي ورتو، ۽ خوامخواه مُرڪڻ جي ڪوشش ڪئي.

ٻہ چار چانھ جون سُرڪيون ڀري ٻيهر خبر پڙهيم. لڪيو هنائون تہ سرغني ۽ سندس ساٿي گلاب جي فليٽ تي ڇاپي دوران پوليس کي ڪافي اهڙو مواد هٿ چڙهيو آهي، جنهن مان ملزمن جي دهشتگرد هئڻ جا واضح ثبوت ملن ٿا. جهڙوڪ دهشتگرديءَ ۾ تربيت حاصل ڪرڻ لاءِ جڳ مشهور ڪتاب 'دي ٽيررسٽ'.

ٽيررسٽ! **دهشت گرديءَ** جو ڪتاب آهي! ڪِلَ بدران اول مون کي صحافتي جهالت تي افسوس ٿيو ۽ پوءِ ڪاوڙ آئي. اڳتي پڙهيم تہ منهنجا ڪَنَ ڳاڙها ٿي ويا. لکيل هو تہ ٽيررسٽ ڪتاب ۾ دهشتگرديءَ بابت دنيا جي خوفناڪ ۽ خطرناڪ دهشتگردن جا احوال ڏنل آهن ۽ دهشتگرديءَ ۾ جديد طريقن جي **تفصيل** سان سمجهاڻي ڏنل آهي،. تارا چند عرف جوڳي، ۽ سندس ساٿي گلاب چند پنهنجي فليٽ تي مخصوص ماڻهن کي دهشتگرديءَ جي تربيت ڏيندا هئا، ۽ کين ٽيررسٽ ڪتاب پڙهي ٻڌائيندا هئا.

اوچتو، هڪ لمحي لاءِ مون کي خودڪشيءَ جو خيال آيو. سمورو معاشرو بڪواس، ڪوڙو، رزيل ۽ فريبي محسوس ٿيو. ليمبرڪ جي تاريخي ڪتاب ٽيررسٽ کي دهشتگرديءَ جو ڪتاب ثابت ڪري تفتيشي ادارن ايندڙ نسلن جو انصاف تان ارواح ڪڍائي ڇڏيو هو. ليمبرڪ جو ڪتاب ٽيررسٽ انگريزن خلاف حرن جي بيمثال جدوجهد جو ڪتاب آهي. هڪ تاريخي دستاويز آهي. اهڙي ڪتاب کي دهشتگرديءَ جو ڪتاب ظاهر ڪري تفتيشي ادارن پنهنجي بدنيتيءَ جو ثبوت ڏنو هو.

اهڙي ڪم ظرف معاشري ۾ زنده رهڻ زندگيءَ جي توهين آهي. ذلت جي زندگيءَ کان عزت جو موت بهتر آهي. مون کي هيءُ ماحول، هن ماحول جو انصاف قبول نہ آهي. انصاف جي نالي ۾ بي انصافين خلاف احتجاج طور مان خودڪشي ڪندس. مان آپگهات ڪندس! منهنجي وجود مان احتجاجي آواز اُڀرندا رهيا.

منهنجيون نگاهون اخبار تي کُتل هيون، ۽ خيال منتشر! ڪجھ سمجھ ۾ نہ پئي آيو تہ ڇا ڪريان!

**اسلام آباد جي ڪوفي ۾ ڪنهن تي اعتبار ڪريان، ڪنهن کي دانهن ڏيان! مان ۽ گلاب پنهنجي نيءَملڪ ۾ پنهنجي شناخت، پنهنجي سڃاڻپ وڃائي**

**ويٺا آهيون!** گلاب علي اوچتوني اوچتو گلاب چند ۽ مان جوڳيءَ مان تارا چند تي پيو آهيان! اوچتو خيال آيو، بريٽ صحرانيءَ کي ڪهڙو نالو ڏنو هونداٿون؟

پوليس آڏو پيش پوڻ ۾ مون کي مسئلي جو حل نظر نہ آيو. سوچيم، نئين جمهوري دور ۾ سنڌ جا انيڪ نوجوان اسلام آباد ۾ وزير اچي ٿيا آهن، جو نہ هنن سان ملجي! نوجوان آهن، جذبن سان ڀرپور آهن. منهنجي ڳالهہ ٻڌندا. منهنجي مسئلي کي حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا! علي نواز شاهہ، پرويز علي شاهہ، مهر علي شاهہ، قائم علي شاهہ، مولا علي شاهہ ۽ ان قسم جا انيڪ نوجوان شاهہ منهنجا واقفڪار هنا. ڳڙهي ياسين، سلطان ڪوٽ ۽ شڪارپور وارو آغا طارق بہ واقف هو. سوچيم، جو نہ وڃي نوجوانن جو در کڙڪايان! واڳ ڏٺي آهي. اسان جو مسئلو حل ڪرڻ ۾ ويرم نہ ڪندا. اخباري خبرن مان خبر پيئي تہ اسيمبليءَ جو اجلاس هليو پئي. ان جو مطلب هو تہ بينظير ڀٽو جي حڪومت جا نوجوان وزير ۽ اسيمبليءَ جا ميمبر مضبوط مرڪز ۾ موجود هنا. پر، هنن وٽ پهچجي ڪينءَ؟ ڪينءَ وڃي سندن در ونجي؟

تڏهن، الائي ڪينءَ مون کي روهڙيءَ ۾ پنهنجي ماڻهن جو خيال آيو. اخبارون منهنجي ۽ گلاب گونگي بابت خبرن سان ڀريل آهن. منهنجن ۽ گلاب جي ماڻهن اهي خبرون ضرور پڙهيون هونديون. اسان جا ماڻٽ ڇا سوچيندا هوندا ,اسان جي باري ۾؟ اسان جي بيگناهيءَ تي يقين ڪندا، يا الزامن جي تصديق ڪندا؟

"دهشت گردن بابت ڇا ٿي لکي اخبار؟" منهنجي پرسان بينچ تي ويٺل هڪ شخص پڇيو.

مون چرڪ ڀري هن ڏانهن ڏٺو. فيصل آباد، ملتان، سيالڪوٽ، چنيوٽ، فتح جنگ اهڙا علائقا آهن، جتي روزانو ڌاڙا لڳندا آهن، خون ٿيندا آهن، اغوا جون وارداتون ٿينديون آهن. پر انهن خبرن بابت اخبارن ۾ نہ سرخيون شايع ٿينديون آهن ۽ نہ ئي اهڙين خبرن کي اهميت ڏيئي اخبارن جي پهرين صفحن تي شايع ڪيو ويندو آهي. "اسلام آباد ۾ سنڌ جا دهشتگرد"، اخبارن جي مستقل سرخي ۽ وڏي خبر هني. سنڌ جو ذڪر ائين ڪيو هنانون، جڻ هندا! دهشتگرد جڻ سنڌ جا نہ، بلڪہ هند جا هنا- ۽ ملڪ جي ساليمت، يڪجهتيءَ ۽ ڀائيچاري کي خطري ۾ وجهي ڇڏيو هنانون.

"دهشتگردن جي سرغني کي پڪڙيو اٿانون، يا اڃا روپوش آهي." پاسي کان ويٺل شخص ٻيهر پڇيو.

مون اردو اخبار ڏانهس وڌائي. هن اخبار موٽائيندي چيو، "مان پڙهيل نہ آهيان."

ڪانئس اخبار وٺندي چيم، "دهشتگردن جي سرغني کي اڃا نہ پڪڙيو اٿانون."

"ٻيو ڇا ٿي لکي اخبار؟" هن پڇيو.

چيم، "چنيوٽ جي هڪ ڳوٺ ۾ زميندارن عورتن کي اُگهاڙو ڪري جلوس ڪڍيو آهي."

"نہ نہ،" هن هڪدم چيو، "اخبارن دهشتگردن جي باري ۾ ڇا لکيو آهي؟"

"لکيو اٿانون تہ دهشتگردن کي کيفر کردار تائين پهچايو ويندو." اجنبيءَ ڏانهن ڏسندي چيم، "۽ لکيو اٿانون تہ دهشتگردن جي ناپاڪ ارادن کي وقت سر خاڪ ۾ ملايو ويو آهي."

"آمين." هن منهن تي هٿ ڦيرايو ۽ اٿندي مون سان هٿ ملايو. چيائين، "الله هن ملڪ جي حفاظت ڪندو. منهنجي بس اچي ويني آهي. رب راکا"

"رب راکا." مون ساڻس هٿ ملايو. هو ڊوڙ پائي وڃي بس ۾ ويٺو.

تڏهن، اوچتو لاهور مان آيل هڪ بس مان مون مجيد کي لهندي ڏٺو، مجيد اسان جي قاضي محلہ روهڙي شريف جو نهايت نيڪدل نوجوان آهي. واپڊا ۾ نوڪري ڪندو آهي، ۽ پنهنجو گهڻو وقت تبليغي جماعت سان نيڪ ڪمن ۾ گذاريندو آهي. اسان سيني کي نيڪ راهن تي هلڻ جي تلقين ڪندو آهي. ڪيس بس مان لهندي ڏسي مون کي ڪجهہ گهڙين لاءِ تعجب ٿيو، پر پوءِ مون کي سمورو مامرو سمجهہ ۾ اچي ويو.

هو هڙ سنڀاليندو، منهنجي پرسان اچي لنگهيو. سڄي رات سفر سبب گهوماٽين ۾ پئي لڳو. واڻڙو واڻڙو، ٿاڪا پئي ڪاڏائين. مان ڏانهس ڏسندو رهيس. هن ڀاڪڙي واري ڪان چانهہ جو ڪوپ ورتو ۽ منهنجي پاسي ۾ اچي ويٺو. سرڪيون ڀريندو رهيو، ۽ چانهہ جو ڪوپ خالي ڪندو رهيو. ڪوپ خالي ڪرڻ ڪان پوءِ جڻ سامت ۾ آيو.

مون ڏانهن ڏسڻ کان سواءِ اخبار ۾ هٿ وجهندي چيائين، "ڀائي صاحب، هم وڙي ٿوڙي دير ڪي واسطي يہ اخبار لي سکتا هون،"

مون ڪيس اخبار ڏيئي ڇڏي.

"مهرباني" اخبار وٺندي هن مون ڏانهن ڏٺو ۽ پنڌ پهڻ تي ويو. ●

# 24

مجيد جي شايد خواب خيال ۾ بہ نہ هو تہ سندس اهڙي اوچتي ۽ غير متوقع نموني مون سان ملاقات ٿيندي. ڪيس بس مان لهندي ڏسي مون کي الائي ڇو يقين ٿي ويو هو تہ هو مون سان ملڻ لاءِ اسلام آباد آيو هو.

مون کي پنهنجي پرسان ويٺل ڏسي مجيد پنڊ پهڻ ٿي ويو. هو ٽڪ ٻڌي مون ڏانهن ڏسندو رهيو. ڄڻ پنهنجين اکين تي اعتبار نہ پئي آيس. مون کي لڳو. ڪجھ دير جي خاموشيءَ کان پوءِ هن جي وات مان رڙ نڪري ويندي.

ان کان اڳ جو حيرت وچان سندس وات مان رڙ نڪري وڃي، مون انگريزي اخبار تي اکيون ڪپائيندي سڙٻاٽن ۾ چيو، "مجيد، مون ڏانهن نہ ڏس. اخبار ۾ اکيون اٽڪائي ڇڏ ۽ منهنجي ڳالھ غور سان ٻڌ."

هن ائين ئي ڪيو. اکيون اخبار ۾ کپائي ڇڏيائين. پر، ان کان اڳ جو مان ڳالهايان، هن ڳالهايو. چيائين، "مان تنهنجي لاءِ ۽ گلاب گونگي لاءِ ماڻن جو نياپو کڻي آيو آهيان."

اخبار ۾ ڏسندي چيم، "چئہ."

چيائين، "ماما مجن، ماما پيرل، ماما ميرل، ماما خشن، ۽ چاچا واحد بخش، چاچا قادربخش، چاچا مولا بخش، ۽ چاچا علي بخش علڻ، ۽ سائين آچر شاھ معصوميءَ چيو آهي تہ اسان گلاب گونگي ۽ توکي قاضي محمد اسلام جي ڳولا ۾ اسلام آباد موڪليو هو. پر، اسلام کي ڳولڻ بدران توهين ٻئي اسلامي جمهوريہ پاڪستان جي راڄڌانيءَ ۾ تخريبڪاريءَ کي لڳي ويا آهيو! افسوس، صد افسوس."

مون محسوس ڪيو تہ قومي اخبارن ۽ اخباري خبرن هٿي وجهي هنڌ ڪيو هو. اسان جا ماڻٽ اسان کان بدظن ٿي پيا هئا.

مون اخبار جي صفحن ۾ ڏسندي چيو، "اهو درست آهي تہ گلاب گونگو ۽ مان اسلام آباد ۾ اسلام کي ڳولڻ ۾ ناڪام ٿيا آهيون. پر، اهو سراسر غلط آهي تہ اسين تخريبڪاريءَ يا دهشت گرديءَ ۾ ملوث آهيون."

مجيد اخبار جا صفحا اٿلائيندي سڙٻاٽن ۾ چيو، "اخبار لکيو آهي تہ پوليس کي تنهنجي فليٽ تان تخريبڪاريءَ بابت واضح ثبوت هٿ آيا آهن."

"ڪهڙا ثبوت هٿ آيا آهن!" سمجهان ٿو، ڪاوڙ سبب مون ڪجھ وڏي آواز ۾ ڳالهايو هو.

"آهستي ڳالها ڪَ." مجيد چيو، "مون کي بہ مارائيندين ڇا؟"

هڪدم آواز جهڪو ڪري چڏيم. سڙٻاٽن ۾ چيم، "خبر اٿئي، پوليس کي ڇا مليو آهي، ڇا لڌو آهي منهنجي فليٽ تان! هي ڏس، اخبار جي پهرين صفحي تي ڪالمٽنين ڪان ڇهين تائين سرخي پڙهہ- منهنجي فليٽ تان ليبرڪ جو ڪتاب ٽيررسٽ مليو اٿن ۽ خدابخش ابڙي جا دڙانن ڪيل ڪارد! هيو ڇا مليو اٿن! ڪلاشن ڪوف، گرنيڊ، ٽائيم بم، راڪيٽ لانچر، ڇا مليو اٿن!"

مجيد آهستي چيو، "ڪجهہ جٽن جو ڏيان اسان ڏانهن ڇڪجي ويو آهي."

چيم، "تون ٻاڪڙي واري کي ڪوپ موٽاني، پيسا ڏيني سڌو آبپاره مارڪيٽ ۾ هليو وڃ."

پڇيائين، "۽ تون؟"

ورائيم، "مان لال مسجد وٽان ڦري، سي ڊي اي اسپتال ۾ ڊاڪٽر سولنگيءَ وٽ ٿو وڃان. سمجهان ٿو مون کي بخار ٿي پيو آهي. ٽڙيءَ ۾ سخت سور آهي."

پڇيائين، "ڪٿي ملندين؟"

چيم، "ڊاڪٽر سولنگيءَ وٽ. هاڻي تون اٿي وڃ."

مجيد اخبار ويڙهي مون کي ڏني. چيائين، "ٻاني، آپڪا بڑا بڑا مهرباني."

ٻاڪڙي واري کي چانھ جو ڪوپ موٽاني ڏنائين. ڪيسي مان پيسا ڪڍي دخل تي رکيائين. ريزگاري موٽاني وٺڻ بدران برنيءَ مان بہ بسڪوٽ ڪائيندو، مجيد آبپاره مارڪيٽ ڏانهن هليو ويو.

مان ڪجهہ دير تائين ويٺو رهيس. اخبار پڙهندو رهيس. خالي ٽيبل جاءِ تي بہ مسافر اچي ويٺا. ويهڻ شرط پنجابي ڳاڙ اردوءَ ۾ مون کان اخبار گهريائون. مون اردو اخبار ڪين ڏيني ڇڏي. هو ٻني اخبار پڙهندا رهيا، ۽ وڏي واڪ تبصرا ڪندا رهيا.

هڪڙي جٽي چيو، "ڪشمير جي معاملي تان ماڻهن جي توجہ هٽائڻ لاءِ دهشت گرديءَ جو شوشو ڇڏيو اٿانون."

ٻني جٽي هڪڙي خبر پڙهندي، خبر اڌ ۾ ڇڏي بيان ڏيندي چيو، "بينظير جي حڪومت شريعت جي معاملي ۾ سچي ناهي."

پهرين شخص ڦيرو ڪاني مون کان پڇيو، "ٻانو، تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟ بينظير جي حڪومت شريعت بل جي باري ۾ سنجيده آهي، يا ماڻهن کي چڪر ڏيني رهي آهي؟"

پنهنجين پريشانين جي جار ۾ ڦٽڪندي چيم، "مون ان باري ۾ نہ سوچيو آهي."

"ڪمال آهي!" هن چيو، "شريعت بل جي منظوريءَ لاءِ مخالف ڌرين حڪومت کي سگن تي ڪنيو آهي، ۽ تون چوين ٿو تہ ان باري ۾ تو نہ سوچيو آهي."

آهستي ورائيم، "مون ان باري ۾ نہ سوچيو آهي."

پڇيائون، "مسلمان آهين؟"
هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيم.
"تون ڪهڙي قسم جو مسلمان آهين!" هڪ ڇٽي چيو، "سموري ملڪ ۾ هي موضوع زير بحث آهن، شريعت بل ۽ دهشت گردي! شريعت بل جي باري ۾ ته تو نه سوچيو آهي. دهشت گرديءَ جي باري ۾ تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟"
مون هنهي ڏانهن غور سان ڏٺو. نوجوان هئا. برجستا، سگهارا، ۽ اڻ گهڙيل. چيم، " ملڪ ۾ زباني دهشت گردي وڌي ويئي آهي."
"زباني دهشت گردي!" وائڙا ٿي ويا. پڇيائون، " اها ڪهڙي قسم جي دهشتگردي آهي."
"دهشت گرديءَ جو سڀ کان وڌيڪ هاڃيڪار طريقو." مون نوجوانن کان پڇيو، "توهين ڇا ڪندا آهيو؟"
وراڻيائون، "اسين شاگرد آهيون، ۽ اسين شاگردن جي تنظيم فدايان شريعت و اسلامي جمهوريه پاڪستان جا ڪارڪن آهيون."
باقي اخبارون به کين ڏيندي، ۽ کانئن موڪلائيندي چيم، "توهان هنهي سان ملي مون کي تقويت ملي آهي ته منهنجي سوچ غلط نه آهي. پاڪستان ۾ زباني دهشتگردي وڌي ويئي آهي. "
هنهي جي نرڙ تي گهنڊ پئجي ويو. ڀرون ڳنڍجي وين. مئيون ڀيڪوڙيل. اکين ۾ شور! **ان کان اڳ جو جوشيلا نوجوان مون کي مسلمان مان ٻيهر مسلمان ڪرڻ لاءِ لتن ۽ لوتشن سان اڌ مئو ڪري ڇڏين، مون اتان کسڪي وڃڻ ۾ پنهنجي لاءِ عافيت سمجهي.**
دخل واري کي چانهه جا پيسا ڏيئي مان لال مسجد ڏانهن روانو ٿي ويس. نيول هيڊ ڪوارٽر ۽ اسلام آباد هوٽل وٽان ٿيندو، مان سي ڊي اي اسپتال جي ٻاهران وڃي بيٺس. مريض، جن ۾ ٻارن ۽ عورتن جي اڪثريت هئي، اسپتال ۾ داخل ٿي رهيا هئا. سي ڊي اي اسپتال جا ڪافي ڊاڪٽر منهنجا سڃاتل هئا. سوچيم، اخبارن منهنجي لاءِ خواريءَ ۾ ڪا ڪسر نه ڇڏي آهي. ڊاڪٽر ڏسي ولندا ته ڇا سوچيندا! سولنگي پنهنجو آهي. هو مون کي چڱي طرح سڃاڻي. ڪيس خبر آهي ته مان زندگيءَ ۾ فقط خواب ڏسندو آهيان. خوابن جي تعبير منهنجي نصيب ۾ نه آهي! بس، اک بچائي مان ڊاڪٽر سولنگيءَ سان وڃي ملندس. جيڪڏهن بخار ۽ نڙيءَ جي سور جي دوا نه ورتم ته ڪجهه دير کان پوءِ بيهوش ٿي ڪري پوندس!
مريضن ۾ شامل ٿي، ايمرجنسي وارڊ جي پوئين پاسي، مان ڊاڪٽر سولنگيءَ جي ڪمري ٻاهران وڃي بيٺس. دريءَ مان ليئو پائي ڏٺم. سولنگيءَ وٽ مجيد ويٺو هو. مون دريءَ جي شيشي تي ڪڙڪو ڪيو. مجيد ۽ ڊاڪٽر سولنگيءَ مون

ڏانهن ڏٺو.

سولنگي چال ماري دريءَ وٽ اچي بيٺو. لوهي سيخن مان هٿ ڪڍي، مٺ منهنجي ويٺيءَ ۾ وجهي ڇڏيائين.

پڇيائين، "ڪنگهه به اٿني؟"

چيم، "نڙيءَ ۾ سخت سور آهي."

چيائين، "سامهون امام واڙي ۾ هڪ شيعه عالم جي چاليهي جي مجلس هلي رهي آهي. توهين ٻني وجي اتي ويهو. مان تنهنجي لاءِ دوا ڪٺي ٿو اچان."

مجيد تواني ٿي ويو. ان ڪان اڳ جو هو ڪو اعتراض ڪري، ڊاڪٽر سولنگيءَ چيو، "مجيد وڃ. دير نه ڪر. جوڳيءَ ڪي جيڪڏهن ڪنهن هتي ڏسي ورتو، ته وڏي گڙٻڙ ٿي پوندي."

مجيد ٻاهر آيو.

ايمرجنسي وارڊ جي پوئين پاسي ڪان پٽ ٽپي اسين پاسي واري گهٽيءَ ۾ امام واڙي جي سامهون وڃي بيناسين. اندر مجلس هلي رهي هني. هال ماڻهن سان سٽيو پيو هو.

مجيد چيو، "ڪجهه به ٿي پوي، مان امام واڙي ۾ نه ويهندس."

مجيد تبليغي جماعت جو ميمبر هو. مون کي سندس انڪار تي تعجب نه ٿيو. هن چيو، "مان اسڪول جي ٻاهران ڇولن واري جي گاڏي وٽ وڃي بيهان ٿو. تون پل اندر وڃ."

مان امام واڙي ۾ هلندڙ مجلس ۾ شامل ماڻهن جي وچ ۾ وڃي ويهي رهيس. ●

# 25

اسڪول جي ٻاهران ڇولن واري جي گاڏي پرسان مجيد بيهي رهيو. مان امام واڙي ۾ داخل ٿي، هلندڙ مجلس جي ماٿهن ۾ ويهي رهيس. ڪنهن به منهنجي اچڻ تي ڌيان نه ڏنو. ماڻهو ذاڪر جي دردناڪ لهجي کان متاثر ٿي روئي رهيا هئا. مون هيڏانهن هوڏانهن ڏٺو. سوچيم، ممڪن آهي ڪنهن گماشتي مون کي ڏسي ورتو هجي، ۽ ڪجهه نه دير ۾ نفري وٺي امام واڙي تي ڇاپو هڻي! اندر داخل ٿيڻ لاءِ به در هئا. هڪ در بند ڪري ڇڏيو هنائون. هال ۾ چئني طرف دريون هيون. سيءَ سبب دريون به بند ڪري ڇڏيون هنائون.

مان سرندو، چرندو هڪ نويڪلي دريءَ وٽ وڃي ويٺس. خبرداريءَ سان دريءَ جا بلٽ لاهي ڇڏيم. سوچيم، جيڪڏهن گماشتن ۽ سندن ڇاڙتن ڇاپو هنيو، ته دري کولي پٺي ويندس. جيستائين گماشتا اچن، يا ڊاڪٽر سولنگي اچي، مان منهن مونن ۾ ڏيئي ويهي رهيس ۽ مجلس ٻڌڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس.

خيال منتشر هئا. انديشا سوچ تي حاوي هئا. وهم وراني ويا هئا. مون کي رکي رکي مجيد جو خيال پئي آيو. هو ڇا ڪرڻ آيو آهي! ڇا هو به مون وانگر ۽ گلاب گونگي وانگر اسلام آباد ۾ گم ٿي ويل اسلام کي ڳولڻ آيو آهي؟ جيڪڏهن منهنجي يا گلاب گونگي جي ڪا مدد ڪرڻ آيو آهي ته پاڻ سان غير واجبي الزامن جي فهرست جو ڪٿي آيو آهي!

اسلام آباد ۾ مختلف سرڪاري ۽ نيم سرڪاري ادارن جا ڪيترائي ڇوٽا موٽا ۽ گڙنگ ڪامورا ڪليو ڪلايو تبليغي جماعت جا ميمبر آهن. هڪ نظر ۾ سڃاڻي سگهبا آهن. ڏاڙهي سيني کان هيٺ، ڏري گهٽ ڏن تائين، مٿي تي اڇي ٽوپي، اکين ۾ پاءُ ڪن سرمو، ۽ نڪ هيٺان ڪن جون مڇون صاف! اڪثر سٿڻ قميص ۾ نظر ايندا آهن. سٿڻ جا پاڇا هميشه مُرن کان مٿي. ڳالهائڻ جا ڌيما، پر آفيس جي ڪم ڪار ۽ ميٽنگن ۾ کهرا ۽ سخت! هڪ ٻئي لاءِ غار جا يار وارو محاورو استعمال ڪندا آهن. اسلام آباد ۾ گذريل سال ساليانو اجتماع ڪيو هنائون. ويهارو هزار کن جماعت جا ميمبر اچي گڏ ٿيا هئا. مجيد به ان اجتماع ۾ آيو هو. اجتماع جي ختم ٿيڻ کان پوءِ مجيد اسلام آباد ۾ رهي پيو هو، ۽ گڙنگ ڪامورن سان تبليغي جماعت جي ناتي عليڪ سليڪ ڪري ويو هو. اي کان وٺي سيڪريٽريٽ جي زيڊ بلاڪ تائين ڪنهن به ڪاتي جي ڪنهن به ميمبر کي نه ڇڏيو هنائين.

مجلس ٻڌندي خيال آيو تہ مجيد جي معرفت ڪنهن اثر رسوخ واري ڪاموري کي هٿ ڪبو، ۽ ڪيس سموري حقيقت کان آگاهہ ڪبو. تبليغي جماعت جا ميمبر هڪبني تي اکيون بند ڪري اعتبار ڪندا آهن. هڪ عدد سٺو وڪيل ڪري ڏنائون تہ سندن وڏا وڙ! ڪيس ۾ ڪجهہ بہ ڪونهي، پهرين شنوائيءَ ۾ معاملو ختم ٿي ويندو!

پر، مجيد کي ڪينن يقين ڏيارجي تہ گلاب گونگو ۽ مان تخريبڪار يا دهشتگرد نہ آهيون. **اسان تي لڳايل الزام ۱۹۷۱ کان اڳ مشرقي پاڪستان جي بنگالين تي لڳايل الزامن کان مختلف نہ آهي!** اهي ڳالهيون مجيد کي ڪهڙي نموني ذهن نشين ڪرانجن!

ڊاڪٽر قصي جي سڀ کان وڌيڪ دردناڪ ۽ الناڪ واقعي جي بيان تي اچي پهتو هو. مجلس ۾ ويٺل ماڻهو اوڇنگارون ڏيئي، ۽ هنجون هاري روئي رهيا هئا. ان وقت مون ڊاڪٽر سولنگيءَ بدران ڊاڪٽر امان الله خان کي مجلس واري هال ۾ داخل ٿيندي ڏٺو. مون تي نظر پيس. وجهہ وٺي منهنجي پرسان اچي ويٺو.

ڊاڪٽر امان الله اصل ۾ افغانستان جو هو. پر، خيبر ميڊيڪل ڪاليج مان ايم بي بي ايس ڪرڻ کان پوءِ پاڪستان جي شهريت وٺي ڇڏي هئائين. بيحد ذهين هو. هميشہ مصروف ۽ پيچ پچان ۾ نظر ايندو هو. جنگ جي شروعاتي دور کان وٺي هو ڇاپامار دستن سان گڏ روسي فوجن تي اوچتا حملا ڪندو هو. سندس دهشت جي هاڪ پشاور کان ڪابل تائين، ۽ ڪابل کان ماسڪو تائين هُلي ويئي هئي. هن روس جي ٻن ناراض اديبن، بورس پيسٽرناڪ ۽ سولزسٽن جي تحريرن مان ڏاڍو فيض پرايو هو. هڪ دفعي بي بي سي کي انٽرويو ڏيندي چيو هئائين ، اسين انسان جي فڪري، ذهني ۽ اظهار جي آزاديءَ لاءِ جنگ لڙي رهيا آهيون. اسان جي مذهب ۽ عقيدي کي ڪميونزم کان ڪو خطرو نہ هو.

ورهين تائين امان الله ۽ سندس ساٿي روسي فوجن سان وڙهندا رهيا. پر پوءِ اڳتي هلي جنگ جي مقصدن تي جڏهن مُلن جو غلبو ٿيندو ويو تہ جڏهن هنن جنگ مان هٿ ڪڍي ڇڏيو، بظاهر هو جنگ کان لا تعلق ٿي ويو هو.

ڊاڪٽر امان الله خان سان منهنجي ملاقات ڊاڪٽر سولنگي وٽ ٿي هئي. ڪجهہ عرصي کان پوءِ مون محسوس ڪيو هو تہ امان الله خان بظاهر افغان جنگ کان لاتعلق ٿي ويو هو، پر هو اندرين خاني، خفيہ نموني ڪنهن مهم تي ڪم ڪري رهيو هو. هن واضح ڪري ڇڏيو هو تہ روس خلاف جنگ جي عيوض هو افغانستان تي مُلن جو قبضو ڪرڻ نہ ڏيندو! ان سلسلي ۾ هو ڇا ڪري رهيو هو، مون کي تڏهن ڪا خبر نہ هئي.

ڊاڪٽر امان الله خان کي مون ڪڏهن بہ نوڪري وڃڻ ۽ وڃائڻ جي ڊپ ۾

گرفتار نہ ڏنو هو. چوندو هو ۽ مان آهيان هاريءَ جو پٽ. نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏيانون تہ وڃي هر هلائيندس.

هڪ دفعي صحت واري وزير ڪي لاجواب ۾ وانڙو ڪري ڇڏيو هنائين . ڪنهن ميٽنگ ۾ وزير صاحب نوجوان ڊاڪٽرن تي چوهہ ويٺي چنڊيا تہ نوجوان ڊاڪٽر ڳوٺن ۾ وڃڻ لاءِ ، ۽ ڳوٺاڻن جو علاج ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهن. ڊاڪٽر امان الله خان اٿي بيهي رهيو هو. وزير صاحب کي چيو هنائين: پاڪستان جي ڪنهن بہ ڳوٺ ۾ مون کي هڪ ليبارٽري ۽ دوائون مهيا ڪري ڏيو. مان هينئر جو هينئر ڳوٺن ۾ وڃڻ لاءِ تيار آهيان. پر، دوائن ۽ ليبارٽريءَ کان سواءِ ڊاڪٽر ڇومنتر سان مريضن کي صحتياب ڪندو ڇا!

وزير صاحب پنهنجي تقرير اڌ ۾ ڇڏي هليو ويو هو. اسان سڀني جي نگاهن ۾ ڊاڪٽر امان الله خان جو مانُ ۽ مرتبو وڌي ويو هو. اهڙو هو ڊاڪٽر امان الله خان!

ڊاڪٽر امان منهنجي پاسي کان اچي ويٺو. دوائن جو پڙو ۽ هڪ چٺي مون کي ڏنائين. چٺي کولي ڏٺم. لکيل هو، لال ڪوارٽرن جي ڪرڪيٽ گرائونڊ وٽ منهنجي ڪار بيٺي آهي. تون وڃي ڪار ۾ ويهہ ۽ منهنجو انتظار ڪر.

هن مون کي ڪار جي چابي ڏني ۽ اک سان ڪسڪي وڃڻ جو اشارو ڏنو. مان دوائن جو پڙو ۽ چابي کڻي، آهستي آهستي کسڪندو مجلس مان نڪري ويس.

امام واڙي مان ٻاهر نڪري هيڏانهن هوڏانهن ڏٺم، مجيد مون کي نظر نہ آيو. مون کي تعجب ٿيو. اسڪول جي ٻاهران بيهڻ ۽ مجيد بابت ڪنهن کان پڇا ڪرڻ مناسب نہ سمجهيم. لال ڪوارٽرن ڏانهن وڌي ويس. ڪرڪيٽ گرائونڊ وٽ ڊاڪٽر امان جي ڪار بيٺي هئي. هڪ وڻ جي اوٽ ۾ مان ترسي پيس. ڪار ۾ ويهي امان جو انتظار ڪرڻ مون کي ٺيڪ نہ لڳو.

پنجن منٽن کان پوءِ ڊاڪٽر امان کي ڏري ڪُهٽ ڊوڙندي، ايندي ڏٺم. هو سڌو وڃي پنهنجي ڪار وٽ بيٺو. ڪار جي هينڊل ۾ هٿ وجهي در کولڻ جي ڪوشش ڪيائين. در نہ کُليس. ڪار خالي ڏسي وانڙو ٿي ويو. تڏهن، مان وڻ جي اوٽ مان نڪري، رستو پار ڪري ڊاڪٽر امان جي سامهون وڃي بيٺس. هٿ وڌائي کيس چابي ڏنم.

هن هڪدم ڪار جو در کولي ڇڏيو. ٻئي پاسي جو در کولي مون کي ويهڻ لاءِ چيائين. مان سندس پاسي کان ويهي رهيس. هن چابي ڦيرائي موٽر جي انجڻ کي حرڪت ۾ آندو ۽ پوءِ تيزي سان اُتان روانو ٿي ويو.

"مون کي تنهنجي ڳالهہ وڻي، "هن ڪار هلائيندي چيو.

پڇيم، "ڪهڙي؟"

چيائين، "اڪيلي سر ڪار ۾ نہ ويهڻ واري."

ايف-ڏهين جي رخ ۾ هو ڪار ڊوڙائڻ لڳو. مون ڪانئس مجيد بابت پڇيو. وراڻيائين، "مجيد پنهنجي ڊاڪٽر سولنگيءَ وٽ آهي."

ڪجهه دير ڪان پوءِ، جڻ منهنجي هورا ڪورا دور ڪرڻ لاءِ ڳالهايائين. چيائين، "توکي ڪجهه ڪماشتن اسپتال ۾ داخل ٿيندي ڏٺو هو. جڏهن ڪان تو وارو معاملو متو آهي، ڊاڪٽر سولنگي ڪماشتن جي اک ۾ آهي."

مان خاموش ويٺو رهيس.

ڊاڪٽر امان چيو، "ايف- ٽين ۾ هڪ پرائيويٽ اسپتال آهي. منهنجي ماروٽ جي آهي. مان اسپتال ۾ توکي پنهنجو مريض ڪري داخل ڪرائيندس."

منهنجو تاثر ڏسڻ لاءِ هن ڪنڌ ورائي مون ڏانهن ڏٺو. مون پاڻ کي حالتن جي حوالي ڪري ڇڏيو هو. خاموش ويٺو رهيس.

ڊاڪٽر امان چيو، "جيستائين تنهنجي لاءِ ڪنهن وڪيل جو بندوبست ڪريون، تيستائين توکي پوليس کان بچائڻ ضروري آهي. اسان جي پرائيويٽ اسپتال نهايت محفوظ جاءِ آهي."

ڊاڪٽر امان الله خان ايف-ٽين جي آخري حصي ۾ هڪ پرائيويٽ اسپتال ۾ اندر وڃي ڪار پورچ وٽ بيهاري ڇڏي. ●

# 26

ڊاڪٽر امان الله خان جي ڪڍ مان ايف-ٽين جي پرائيويٽ اسپتال ۾ داخل ٿيس. هن مون کي رسيپشن وٽ ترسڻ لاءِ چيو ۽ پاڻ اسپتال جي انچارج ڊاڪٽر دراڻيءَ جي ڪمري ۾ لنگهي ويو.

اسپتال صاف ۽ روشن هئي. سيءَ سبب هيٽر ٻريا پئي. رسيپشن تي هڪ پڪي عمر واري نرس ويٺي هئي. پنجاهه جي لڳ ڀڳ هئي، پر مشڪل سان ٽيهن پنجٽيهن سالن جي پئي لڳي. سهڻي هئي. ساڻس گڏ ٻه ننڍي عمر واريون نرسون ويٺيون هيون، ۽ مختلف ڪمرن ۾ داخل مريضن جا چارٽ ڏسي، ۽ ترتيب وار ٺاهي رهيون هيون. اسپتال جيئن ته هڪ وڏي بنگلي ۾ کولي هئانون، تنهنڪري اسپتال جو ماحول ڪجهه ڪجهه گهريلو پئي لڳو. مون هڪ ٻه دفعا وڏي عمر واري نرس ڏانهن ڏٺو. هن جي منهن تي مُرڪ تري آئي.

انچارج ڊاڪٽر جو ڪمرو سامهون هيو. ڊاڪٽر امان الله خان ٻاهر آيو. مون کي پريان ئي هٿ جي اشاري سان پاڻ ڏانهن سڏ ڪيائين. مان ڊاڪٽر امان جي سامهون وڃي بيٺس. ڊاڪٽر امان چيو، "ڊاڪٽر دراڻي منهنجو مامو آهي. مون تنهنجي باري ۾ ڪيس سڀ ڪجهه ٻڌائي ڇڏيو آهي. اچ ته تنهنجي ساڻس ملاقات ڪرائي ڇڏيان."

ڊاڪٽر امان سان گڏ مان ڊاڪٽر دراڻيءَ جي ڪمري ۾ داخل ٿيس. ڊاڪٽر دراڻي قدآور ۽ پُرڪشش شخص هو. اٿي اچي مون سان هٿ ملايائين. ڊاڪٽر امان الله پشتو ۾ ڪيس ڪجهه ٻڌايو. هن کلي اچي ٻيهر مون سان هٿ ملايو. منهنجو هٿ لوڏيندي چيائين، " ڪو فڪر نه ڪر. تون اسان جو مريض آهين. توکي ٽيومر آهي، ۽ ڪجهه عرصي کان پوءِ تنهنجي آپريشن ڪنداسين."

مون تعجب وچان ڪنڌ ورائي ڊاڪٽر امان الله خان ڏانهن ڏٺو. هن جي منهن تي مرڪ هئي. چيائين، "تون منهنجو مريض آهين. تنهنجو نالو قلندر آهي - قلندر بخش."

ڊاڪٽر دراڻيءَ منهنجي پٺي ٺپيندي چيو، "تون ڊاڪٽر امان سان وڃي رسيپشن تي پنهنجو نالو وغيره لکاءِ."

مون ٻيهر ڊاڪٽر دراڻيءَ سان هٿ ملايو. هن منهنجو هٿ ٻنهي هٿن ۾ جهليندي چيو، "مون کي انقلابي وڻندا آهن."

مان وارڊ تي ويس. مون ڊاڪٽر امان ڏانهن ڏٺو. امان چيو، "اچ، رسيپشن تي

تنهنجي رجسٽريشن ڪراڻي ڇڏيان.“

ڊاڪٽر دراڻي ڪمري جي در تائين هليو آيو.

ڪمري مان نڪري ڊاڪٽر امان الله ۽ مان رسيپشن تي وڃي ويٺاسين. ڊاڪٽر امان پشتو ۾ سينئر نرس سان ڳالهايو. هوءَ هڪ رجسٽر کڻي آئي. ڊاڪٽر امان خان پنهنجن هٿ اکرن ۾ منهنجي باري ۾ تفصيل لکيا. تفصيل ڏسي وانڊرو ٿي ويس. منهنجو نالو قلندر بخش هو، مون کي ٽيومر هو، ۽ ايندڙ هفتي بائپسيءَ جي رزلٽ کان پوءِ منهنجي آپريشن ڪندا. مريض جي انفرادي چارٽ تي لکيائين، ته منهنجو بخار نارمل هو، پر بلڊپريسر 100 - 160 هو. مون کي اسپيشل وارڊ جي ڪمري نمبر 8 ۾ رکيائون.

ڊاڪٽر امان الله خان چابيون کڻي مون کي ڪمري تائين ڇڏڻ آيو. ڪمرو ڪشادو، روشن ۽ صاف هو. اسپتال جي ڏاکڻي ڪنڊ ۾ هو، تنهنڪري نويڪلو هو. پردو هٽائي ڏٺم، سامهون مارگله جا جبل نظر آيا.

ڊاڪٽر امان چيو، ”مان شام جو تنهنجي لاءِ ڪپڙن جا هڪ ٻه وڳا ۽ شيو جو سامان کڻي ايندس. وساري ڇڏ ته تنهنجي ڪنهن کي تلاش آهي. سڀ ٺيڪ ٿي ويندو.“

ڊاڪٽر امان کان پڇيم، ”ڊاڪٽر دراڻيءَ کي ڇا ٻڌايو اٿئي.“

وراڻيائين، ”ڇا جي باري ۾؟“

چيم، ”منهنجي باري ۾.“

”ڪجهه خاص نه“ وراڻيائين، ”ته تون هڪ پڙهيل ڪڙهيل نوجوان آهين ۽ پوليس تنهنجي ڪڍ لڳل آهي.“

پڇيم، ”انقلابيءَ وارو قصو ڪينئن آهي؟“ کلي پيو. چيائين ”مامي جو خيال آهي ته تون انقلابي آهين.“

ڪجهه سوچي هڪدم چيائين، ”مامو پاڻ وڏو انقلابي آهي. انقلابين جي عزت ڪندو آهي.“

مون کي پاڻ کان شرم آيو.

ڊاڪٽر امان الله چيو، ”**منهنجي ڳالهه ٻڌ ۽ غور سان ٻڌ. تنهنجو نالو قلندر بخش قلندر آهي. تون بيمار آهين. توکي ٽيومر آهي. مان، ڊاڪٽر امان الله خان، تنهنجو علاج ڪري رهيو آهيان. ٺيڪ آهي؟**“

چيم، ”ٺيڪ آهي.“

مون سان هٿ ملائيندي چيائين، ”شام جو ملنداسين. تون هينئر بالڪل بيفڪر ٿي آرام ڪر.“

ڊاڪٽر امان الله خان هليو ويو.

منهنجا ڪپڙا ايتريقدر ميرا ۽ گدلا هئا، جو اڇي اُجري پلنگ تي ليٽندي ڊپ

محسوس ٿيو. پنجن ڇهن ڏينهن جي وچ وچان ۽ پنجن ڇهن راتين جي اوجاڳي سبب ڏاڍو ٿڪجي پيو هوس. نه چاهيندي به مان پلنگ تي ليٽي پيس. پلنگ ايتري قدر آرام ڏيندڙ ۽ نرم ۽ گرم هو، جو ليٽڻ شرط گهيرٽن ۾ وڃي پيس.

ان وقت سينئر سسٽر هڪ ننڍي عمر واري نرس کان چانهه جي ٽري کڻائي آئي.

مان هڪدم اٿي ويهي رهيس.

پاسي کان پيل ميز تي چانهه جي ٽري رکي ننڍي نرس هلي ويئي. سينئر سسٽر منهنجي لاءِ چانهه ٺاهڻ لڳي. پڇيائين، 'کنڊ نه پيئندو آهين نه؟'

هڪدم وراڻيم، 'ها، پيئندو آهيان.'

پڇيائين، 'هڪ چمچو يا به.'

چيم، 'ٻه'

چانهن جو ڪوپ تيار ڪري مون کي ڏنائين. پنجن ڇهن ڏينهن ۽ راتين جي وچ وچان ۽ تڪليفن منهنجي حالت بظاهر ابتر ڪري ڇڏي هئي. سينئر سسٽر چيو، 'فڪر نه ڪر، ڊاڪٽر امان الله خان نوجوان ضرور آهي، پر ٽيومرز جي علاج ۾ وڏو ماهر آهي. تون ته هلين ڦرين پيو، هتان، اسٽريچر تي آيل مريض نوبنا ٿي روانا ٿيا آهن.'

سوچيم، ان جو مطلب آهي ته ڊاڪٽر دراني ۽ کان سواءِ اصل حقيقت کان ڪوبه واقف نه آهي!

مون مُرڪي سينئر نرس ڏانهن ڏٺو.

سينئر نرس چيو، 'قلندر، منهنجو نالو زيتون آهي- سسٽر زيتون.'

سندس نالو مون کي ڏاڍو عجيب لڳو. زيتون! هوءَ جيتريقدر سهڻي هئي، ۽ باوقار هئي، سندس نالو به ايتريقدر سهڻو هجي ها! جينن، بينا، سسٽر بينا، سسٽر ڪيٿرين، سسٽر حنا، سسٽر ماريا وغيره! مون کي پنهنجي سطحي ۽ عاميانه سوچ تي کل آئي.

'ڇو؟' پڇيائين،' کلين ڇو ٿو؟'

'بس، ائين ئي.' چيم، 'ڪا خاص ڳالهه ڪونهي.'

'هڪ شخص هيو هو، جنهن کي منهنجو نالو ٻڌي کل آئي هئي. 'سسٽر زيتون هڪدم، گهڙي کن لاءِ اداس ٿي، وري ٻهڪي پيئي. چيائين، 'هو مون کي زيتون بدران زيتي سڏيندو هو.'

'بس، ته پوءِ ٺيڪ آهي.' چيم 'مان به توکي زيتون بدران زيتي سڏيندس- سسٽر زيتي. ڪينن!'

'نه نه.' هوءَ اُٿي بيهي رهي. عمر جون ريکائون سندس چهري تي ظاهر ٿي پيون.

تعجب وچان پڇيم، 'ڇو؟ ڪو خاص سبب آهي؟'

'نه' چيائين، 'ڪو خاص سبب ڪونهي.'

مون ڏانهن ڏسڻ کان سواءِ ، اکين ۾ اُبري آيل اُداسائي لڪائيندي ، هوءَ ڪمري مان هلي وئي.

مان تعجب وچان نہ کيس روڪي سگهيس ۽ نہ ڪجهہ سوچي سگهيس ، ۽ نہ پڇي سگهيس.

ڪجهہ دير کان پوءِ هڪ نرس چانهہ جي ٽري کڻي آئي.

"سسٽر." مون ڳالهايو. پڇيم، "هتي هڪ مريض آيو هو نہ، جيڪو سسٽر زيتون کي زيتي سڏيندو هو."

نرس اچرج وچان مون ڏانهن ڏٺو.

پڇيم. ، "ڪير هو، هو؟"

نرس وراڻيو، "سترهن ارڙهن سالن جو ڇوڪرو هو. کيس برين ٽيومر هو. سسٽر زيتون کيس پنهنجو پٽ ڪيو هو."

پڇيم، "سسٽر زيتون کي پنهنجي ڪا اولاد ڪونهي؟"

چيائين ، "سسٽر زيتون **شادي نہ ڪئي آهي**."

هوءَ چانهہ جي ٽري ڪٽي وڃڻ لڳي. مون کيس سڏ ڪيو. هوءَ بيهي رهي. پلنگ تان اُٿي وڃي سندس سامهون بيٺس. کائنس پڇيم، "سسٽر زيتون جو پٽ ٺيڪ ٿيو؟"

نرس غور سان مون ڏانهن ڏٺو. اهڙي نموني ڏٺائين ، جڻ منهنجي سوال جو جواب ڏيڻ نہ پئي چاهيائين.

پڇيم، "ڇا ٿيو هو سسٽر؟"

**مون ڏانهن پٺي ڪري بيهي رهي. پوءِ وراڻيائين ، "هو آپريشن جي دوران ، آپريشن ٿيٽر ۾ مري ويو هو."**

سسٽر هلي ويئي.

ڪمرو دردناڪ خاموشيءَ ۾ ٻڏي ويو. ●

# 27

ننڍي نرس ماحول کي اُداس ڪري هلي ويني. ٿوريءَ دير لاءِ سڀ ڪجهه مون کي جڙتو ۽ ڊراماڻي محسوس ٿيو. پر، اُداسائيءَ جو احساس وڌندو رهيو. دل جڻ ڪا وساريل وستي هئي، جنهن تي غم جي ڏنڊ لهي آئي. اوچتو جُڙي پوڻ، ۽ جُڙي پوڻ کان پوءِ ٽُٽي پوڻ وارن رشتن تي مون کي ڏاڍو تعجب لڳندو آهي. اهڙا رشتا مون کي ڏاڍا پُراسرار لڳندا آهن. سسٽر زيتون جو اتفاق سان اسپتال ۾ آيل ۽ داخل ڪيل ڇوڪريءَ لاءِ پنهنجي وجود ۾ ممتا جي هلچل محسوس ڪئي! اهو ڇوڪرو ٻيءَ ڪنهن اسپتال ۾ بہ داخل ٿي سگهيو ٿي! محض اتفاق جي ڳالهہ هئي جو هُن کي ايف ٽين جي پرائيويٽ اسپتال ۾ آندو ويو هو، ۽ مري وڃڻ کان اڳ هُن سسٽر زيتون جي اندر ۾ يادن جو اڱڻ آباد ڪري ڇڏيو هو. **تصور ڏاڍو ظالم ۽ هوشربا ٿيندو آهي. انسان کي وسوسن جي حوالي ڪري ڇڏيندو آهي.**

سوچن جي ڪوهيڙي ۾ ڪا واٽ نظر نہ آئي. ٿڪل هوس، ننڊ ڪئي ويئي. ڪلاڪن جا ڪلاڪ شعور سان منهنجو رابطو ختم ٿي ويو. مان آسمان جي وسعتن ۾ اُڏامندو رهيس. موٽ تڏهن ڪاڏم جڏهن ڪنهن ٻانهن کان جهلي مون کي ڏونڌاڙيو. مون اک کولي ڏٺو، ڊاڪٽر امان الله خان هو. منهن تي مُرڪ هئس. چيائين، "تو تہ ويچارين نرسن کي ڊيجاري ڇڏيو آهي"

"مون؟" تعجب وچان پڇيم، "ڪيئن؟"

چيائين، "گذريل چئن ڪلاڪن کان هڪ پاسي تي ننڊ ڪئي اٿئي. منجهند جي مانيءَ تي سسٽر توکي ننڊ مان جاڳائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، پر تو ڪو ريسپانس نہ ڏنو."

چيم، "مان ڏاڍو ٿڪل هوس."

چيائين، "مون کي خبر آهي."

پڇيائين، "ماني کائيندين؟"

پڇيم، "وقت ڇاهي؟"

وراڻيائين، "ٽي ٿيا آهن."

چيم، "بک ڪونهي. چانهہ پيئندس، ۽ ماني رات جو کائيندس."

"ٺيڪ آهي." ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "مون تنهنجي لاءِ ڪجهہ وڳا آندا آهن، ۽ شيو جو سامان بہ آندو اٿم."

چيم، "مان تنهنجا ٿورا وساري نہ سگهندس."

هو کِليو، چيائين، "اسان تي وقت آيو تہ مون کي سنڌ ۾ پناهہ ڏيندين نہ؟"

مان هڪ وڳو کڻي باٿ روم ۾ هليو ويس. گرم پاڻي کولي اڌ ڪلاڪ کن وهنتس. ٻاهر آيس تہ ميز تي چانهہ جي ٽري رکي هئي. ڊاڪٽر امان چانهہ ٺاهيندي پڇيو، "ڪو ڪم ڪار هجيني، يا ڪنهن شيءِ شڪل جي ضرورت هجيني تہ بنا حجاب جي ٻڌائجانءِ."

چيم، "اڄ شام جو ڇهين لڳي گلاب گونگي کي پريس ڪانفرنس ۾ پيش ڪندا، ۽ ڪانئس وڏي ڪنهن ڏوهہ جو اعتراف ڪرائيندا."

"مون کي خبر آهي." ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "مون اجوڪين اخبارن ۾ پڙهيو آهي."

"ڊاڪٽر امان! "مون ڊاڪٽر امان ڏانهن ڏسندي ڳالهايو. چيم، "اهو ممڪن ناهي تہ اسان جو پنهنجو ڪو ماڻهو پريس ڪانفرنس ۾ موجود هجي! گلاب جو ڳالهائڻ امڪان کان ٻاهر آهي. هو پيدائشي گونگو آهي."

"ان جو بندوبست ٿي ويو آهي." ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "ڊاڪٽر سولنگي ۽ مجيد پريس ڪانفرنس ۾ وڃڻ جي ڪوشش ڪندا."

"ڪوشش ڪندا!" مون تعجب وچان پڇيو.

"سمجهہ تہ ذري ڳهٽ مڪمل بندوبست ٿي ويو آهي." ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "مون ڊاڪٽر سولنگيءَ ۽ مجيد لاءِ صحافين وارا ڪارڊ ٺاهرائي ورتا آهن."

"تون ڪمال جو ماڻهو آهين، ڊاڪٽر امان." مون اُٺي وڃي احترام وچان ڪيس ڀاڪر ۾ پريو.

"نہ نہ." ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "توکي جيستائين عزت سان سنڌ روانو نہ ڪنداسين، گلاب گونگي سميت، تيستائين سمجهنداسين تہ توهان لاءِ ڪجهہ نہ ڪيوسين!"

ڊاڪٽر امان الله خان کي ٻنهي ٻانهن کان جهلي ڪجهہ دير تائين ڏسندو رهيس. اوچتو، درد جي چُڀڪي وانگر مون کي مُراد ٺاٺاري جو خيال آيو. ڪينن، ملڻ تہ پري رهيو، ڳالهائڻ کان بہ انڪار ڪري ڇڏيو هنائين! سندس هڪ جملو ٻڳل شيشي جي ذري وانگر دل ۾ چيڀ لڳو، جاني مارائيندين چا!

**انسان ويچارو تمام ڪمزور ۽ نہل آهي. ترقيءَ جي بلندين تي پهچڻ کان پوءِ سهڪي پوندو آهي. نگاهہ جهڪي ٿي پوندي اٿس. سڀ ڪان اڳ ڪيس اُهي نظر نہ ايندا آهن، جن جي سامهون هن جون ترقيءَ جون منزلون طي ڪيل هونديون آهن!**

"ڇا پيو سوچين؟" ڊاڪٽر امان الله خان جي آواز تي مان ڇرڪي پيس. موٽي وڃي پلنگ تي ويهي رهيس.

ڊاڪٽر سولنگيءَ سان منهنجي ڪا گهاٽي دوستي نہ هئي. همدرد قسم جو نوجوان

هو. سندس مان آيل ڪو اجنبي يا اوپرو ونس لنگهي ويندو هو تہ سندس علاج، ۽ دوا دارونءَ ۾ دير نہ ڪندو هو. اسان وانگر چڙو چانگ هو. جڏهن بہ ڪا شام واندي ملندي هئس تہ اسان وٽ هليو ايندو هو، يا اسان کي پنهنجي فليٽ تي گهرائي وٺندو هو. ڪيس ڊاڪٽرس ڪالونيءَ ۾ فليٽ مليل هو. مان جڏهن بہ ونس ويس، ڊاڪٽر امان الله خان کي ونس ويٺل ڏٺو هيم. ڊاڪٽر امان الله خان جي باري ۾ مون اندازو لڳائي ڇڏيو هو تہ سياسي طور تي هو پختونن جي ڏتڙيل طبقي لاءِ جدوجهد ڪري رهيو هو. ملڪ جي مختلف اخبارن ۾ رسالن ۽ سندس مضمون شايع ٿيندا هئا، جن ۾ هو انهن پختون نوجوانن جو دفاع ڪندو هو، جن کي پختون سردارن صدين کان ڍال طور استعمال ڪيو آهي، ۽ تعليم کان محروم رکي ڪين ڏوهن ۾ ملوث ڪيو آهي. چرس، گانجي ۽ هيرونن جي سمگلنگ دوران ڪوڙڪن ۾ ڦاسي پيل ٽرڪ ڊرائيورن ۽ ڪلينرن جي آتم ڪٿا ۾ ڪيس بڪ، ۽ بيروزگاريءَ جو پيانڪ راڪاس، ۽ راڪاس جا مالڪ پختون سردار ۽ خان نظر ايندا هئا.

مون ڪيس هڪ دفعي ڏاڍيءَ احتجاجي ڪيفيت ۾ ڏٺو هو. مٿيون پيڪوڙيل، منهن جون مشڪون ڇڪيل، آواز ۾ طيش! ڊاڪٽر سولنگيءَ سان پئي ڳالهايائين. چيائين پئي، "هيرونن ۽ هشيش جا ڪارخانا هلائيندڙ ڪنهن پختون سردار کي اڄ تائين گرفتار ٿيندي ٻڌو اٿني؟ اتفاق سان جيڪڏهن ڪو سردار قانون جي ور چڙهي ويندو آهي، تہ ڪيس ڪڏهن سزا ڀوڳيندي ٻڌو اٿني؟ ڦاسندا ۽ ڦاهين جي ڦندي تائين پهچندا فقط ڊرائيور ۽ ڪلينر آهن. سردار حُجرن ۾ جرگا هلائيندا آهن، ۽ چوندن ۾ ويهندا آهن."

"اڙي بابا، تون ڪهڙن پورن ۾ پنجي ويو آهين!" ڊاڪٽر امان الله خان مون کي ڏوري کان جهلي ڏونڌاڙيو. چيائين، "يار، سڀ خبر آهي. سڀ ٺيڪ آهي، تون فڪرمند ڇو آهين؟ ڪا پريشاني اٿني؟"

مون ڏانهس ڏٺو. ايڏي حب ۽ همدرديءَ اندر اڏ ڪري ڇڏيو. چيم، "امان الله، مون کان ۽ گلاب گونگي کان سواءِ بہ منهنجا سنا سنگتي بہ اجايو مصيبت ۾ پنجي ويا آهن."

تعجب وچان پڇيائين، "ڪير آهن."

چيم، "تون ڪين نہ سڃاڻين."

پڇيائين، "ڪٿي آهن؟"

"هڪڙي جو نالو چارڻ آهي." چيم، "هو ٻن پٺاڻن وٽ سوگهو آهي."

نرڙ تي گهنڊ پنجي ويس. سمجهيم، منهنجي ڳالهہ ناگوار لڳي اٿس. پر نہ منهنجو انديشو غلط نڪتو. پڇيائين، "ڪير آهن اُهي پٺاڻ؟"

چيم، هڪڙي جو نالو دلبر خان آهي ۽ ٻئي جو نالو ڪشمير خان آهي. بظاهر

ياجين جو ڪاروبار ڪندا آهن، پر اندرين خاني هٿيارن جي سمگلنگ ڪندا آهن."
هڪدم چيائين، "فڪر نہ ڪر. هني دوست جي باري ۾ ٻڌاءِ."
چيم، "هيو دوست ويچارو ٻچڙيوال آهي. نالو اٿس بريٽ صحراني. سنڌيءَ ۾ انقلابي شاعري ڪندو آهي. هن کي ۽ سندس پوڙهي ماءُ ۽ جوان پٽ کي پوليس وارا ٻڌي ويا آهن."
ڊاڪٽر امان الله خان جي نرڙ تي گهرو گهنڊ پنجي ويو. پڇيائين، "تون پريس ڪانفرنس ڪندين!"
تعجب وچان پڇيم، "موجوده حالتن ۾ ائين ڪرڻ ممڪن آهي- ۽ هيو تہ ڇاجي باري ۾ پريس ڪانفرنس؟"
چيائين، "بريٽ صحراني، سندس والده ۽ پٽ جي باري ۾ پريس کي ٻڌائڻ لاءِ."
چيم، "پر، مان ڪينن سيني جي سامهون اچي سگهندس!"
هڪدم وراڻيائين، "تنهنجي سامهون اچڻ جي قطعي ضرورت نہ آهي."
پڇيم، "تہ پوءِ پريس ڪانفرنس ڪينن ٿيندي؟"
وراڻيائين، "تون ان ڳالهہ کي ڇڏي ڏي تہ پريس ڪانفرنس ڪينن ٿيندي. تون فقط ايترو ٻڌاءِ تہ تون پريس ڪانفرنس لاءِ تيار آهين؟"
مان سوچ ۾ پنجي ويس.
ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "قانون نافذ ڪرڻ وارن جي غير قانوني حرڪتن ۽ ڏوهن کي ثابت ڪرڻ ۽ منظر عام تي آڻڻ ضروري آهي."
سوچيم، گلاب گونگو، چارڻ ۽ بريٽ صحراني منهنجي ڪري مصيبتن جي منهن ۾ وجي پيا آهن. هڪ منهنجي ڪري سموري سنگت لاءِ پوليس جي اک ۾ اچي ويني آهي، سيني لاءِ تڪليف جو ڪارڻ مان آهيان.
ڊاڪٽر امان الله خان ڏانهن ڏسندي چيم، "ڊاڪٽر امان، مان پريس ڪانفرنس لاءِ تيار آهيان." ●

## 28

پريس ڪانفرنس لاءِ مون ڪان حامي ڀرائي، ڊاڪٽر امان الله خان هليو ويو. وڃڻ مهل بہ سندس نرڙ تي سوچ ۽ تڪليف وارو گهنڊ هو. اڪيون چنجهيون. نڪ جون ناسون ڦونداريل، چپ ڀيڪوڙيل. جڻ مقابلي لاءِ ميدان ۾ لهڻ لاءِ آتو هجي! چارڻ ۽ گلاب گونگي جي اڌيتن ڪيس ايتريقدر نہ ڏونڌاڙيو هو، جيترو بريٽ صحرائيءَ ۽ سندس والده جي الميءَ. مون جيئن ني ڪيس ٻڌايو هو تہ بريٽ جي پوڙهي والده کي پوليس وارا ٽاڻي تي وٺي ويا آهن، سندس چهري جو رنگ ٽامڻي ھٽي ويو، ۽ سندس سمورو جسم ونجي سنجي لوهہ تي ويو هو. جڻ برداشت ڪري نہ سگهيو. مون سمجهيو هو، **فقط اسين ماءُ کي عبادت جي حد تائين چاهيندا آهيون. پر، ڊاڪٽر امان الله جهڙا شخص بہ آهن، جيڪي ٻني ڪنهن شخص جي والده جي بيحرمتيءَ جو فقط ذڪر ٻڌي مرڻ مارڻ واري ڪيفيت ۾ وڪوڙجي ويندا آهن.** ڊاڪٽر امان الله خان جي وڃڻ کان پوءِ مون سوچيو جيڪڏهن زندگيءَ ۾ اهڙو المناڪ وقت ڊاڪٽر امان الله تي اچي ها تہ هو سڌو سنئون ٿاڻي تي حملو ڪرڻ کان نہ ڪيباني ها. ٻن چئن کي ماري، پاڻ بہ مري وڃي ها!

ڊاڪٽر امان الله خان کي اوچتو پريس ڪانفرنس جو خيال ڪيئن آيو؟ ڪيس وڪيل ڪري هاءِ ڪورٽ ۾ رٽ پٽيشن ڪرڻ جو خيال ڇو نہ آيو؟ اِن باري ۾ مون گهڻو سوچيو، پر ڪنهن بہ حتمي نتيجي تي پهچي نہ سگهيس. مون سوچيو، **ورهين جا ورهيہ اسڪولن، ڪاليجن، يونيورسٽين، درسگاهن ۽ ڪتبخانن ۾ گذارڻ جي باوجود انسان جي وجود ۾ قديم، جنگجو، وحشي ۽ مرڻ مارڻ لاءِ تيار رهڻ وارو انسان جيئرو رهندو آهي.** مون محسوس ڪيو تہ پريس ڪانفرنس اصل ۾ اسلام آباد جي پوليس تي ڊاڪٽر امان الله خان جو ڀرپور وار آهي!

پريس ڪانفرنس لاءِ مون حامي تہ ڀري ڇڏي هئي، پر مون کي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ مان پريس ڪانفرنس ۾ صحافين آڏو ڪيئن ايندس! پوليس مون کي گرفتار ڪندي ويرم نہ ڪندي! ڊاڪٽر امان ڪهڙي قسم جي پريس ڪانفرنس بابت سوچيو آهي؟ صحافين کي دعوت ڏيڻي اسپتال وٺي ايندو؟ ائين ڪرڻ سان پاڻ قانون نافذ ڪرڻ وارن ادارن جي اک ۾ اچي ويندو. سندس اسپتال سياسي پناهگاهہ تصور ڪئي ويندي- ۽ پوءِ شايد ڊاڪٽر دراني ۽ ڊاڪٽر امان الله ڪنهن بہ سياسي شخص کي پنهنجي اسپتال ۾ پناهہ ڏيڻي نہ سگهن! سوچيم،

پريس ڪانفرنس لاءِ شايد مون کي ڪنهن ڏورانهين ۽ مخفي مقام تي وٺي ويندا ۽ اُتي پنهنجي اعتماد جا ڪجهه صحافي وٺي ايندا!

جڏهن ڪنهن به نتيجي تي پهچي نه سگهيس، تڏهن ذهن تي دٻاءُ ۽ دل تي مونجهه محسوس ڪرڻ لڳس. مٿي ۾ لونڊڙين وٽ سور محسوس ڪيم. خيال مٽائڻ خاطر ڪمري جي هڪ ڪنڌ کان ٻيءَ ڪنڌ تائين هلندو رهيس. لونڊڙين وٽ مٿي ۾ سور وڌندو رهيو. ڪجهه دير کان پوءِ محسوس ڪيم ته لونڊڙين وٽان سور سبب مٿو ڦاٽي پوندو.

ڪمري مان نڪري سڌو رسيپشن ۽ نرسن جي ڪمري وٽ وڃي بيٺس. مون کي رسيپشن وٽ ڏسي سسٽر زيتون کي جڻ تعجب ٿيو. هڪدم مون ڏانهن هلي آئي. پڇيائين، "چو خير ته آهي نه؟"

چيم، "سسٽر، مون کي مٿي ۾ سخت سور آهي. لڳيم ٿو، لونڊڙين وٽان مٿو ڦاٽي پوندو."

"اڙي!" هن مون کي ٻانهن ۾ هٿ وڌو.

چيائين، "مٿي ۾ سور اٿني، ۽ تون هيڏانهن هليو آيو آهين! اڙي چريا، تنهنجي ڪمري ۾ ڊاڪٽر ۽ نرسن کي سڏڻ لاءِ ٻي سنچ لڳل آهن."

هوءَ مون کي ٻانهن کان جهلي، موٽائي ڪمري ۾ وٺي آئي. مون کي هڪدم ليٽي پوڻ لاءِ چيائين. مان ليٽي پيس.

چيم، "مون کي ٻي ڪابه تڪليف نه آهي. تون مون کي به ايسپرو جون گوريون آڻي ڏي."

چيائين، "اتفاق جي ڳالهه آهي، هن وقت اسپتال ۾ هڪ به ڊاڪٽر ڪونهي."

"ڊاڪٽر کي ڇڏ." چيم، "منهنجو مٿو ٿو ڦاٽي. تون مهرباني ڪري مون کي ايسپرو يا پيراسيٽامول جون به گوريون آڻي ڏي. مان ٺيڪ ٿي ويندس."

"اهو عام سور ناهي قلندر، جو ايسپرو يا پيراسيٽامول سان لهي وڃي." سسٽر زيتون چيو، "توکي مٿي ۾ ٽيومر آهي ۽ ٽيومر جو مريض ڪنهن ڪنهن وقت مٿي ۾ سخت سور محسوس ڪندو آهي."

ٻنهي هٿن ۾ مٿو جهلي مان ويهي رهيس. سسٽر زيتون کي ڪينن ٻڌايان ها ته منهنجي مٿي ۾ ڪنهن به قسم جو، ڪو به ٽيومر نه آهي. هيءُ سڀ ڪجهه ڊرامو آهي! پر مون کي مناسب نه لڳو ته ڊاڪٽر امان الله ۽ ڊاڪٽر درانيءَ جي اعتبار کي ڇيهو رسايان. جڏهن، هنن سسٽر زيتون کي ڪجهه نه ٻڌايو هو، تڏهن مون کي ڪهڙو حق پئي پهتو، جو مان زيتون کي پنهنجي باري ۾ ڪجهه ٻڌايان!

مون کي ايسپرو يا پيراسيٽامول جي ٻن گورين جي سخت ضرورت هني. مون کي هڪ ترڪيب سمجهه ۾ آئي. مون سسٽر زيتون کي چيو، "توهان جي اسپتال ۾ اچڻ کان اڳ مون کي ڪراچيءَ جي جناح اسپتال جي نيورالاجي وارڊ ۾ داخل

ڪيو هنانون. اُتي مون کي جڏهن به مٿي ۾ سور محسوس ٿيندو هو، ڊاڪٽر ۽ نرسون مون کي ايسپرو، پيراسيٽامول يا پونسٽان جون ٻه گوريون ڏيندا هئا.'

'توکي مٿي جي سور لاءِ ايسپرو ڏيندا هئا!'

سسٽر زيتون تعجب وچان پڇيو، 'ءِ اِهو ڄاڻندي به، ته توکي مٿي ۾ ٽيومر آهي!'

'ها، اِهو ڄاڻندي به ته منهنجي مٿي ۾ ٽيومر آهي.' چيم، 'هو مون کي ايسپرو ڏيندا هئا.' سسٽر زيتون وائڙي ٿي ويني. ڪجهه سمجهه نه آيس. ماٺ ۾ ويٺي رهي. ڪجهه دير کان پوءِ چيائين، 'مان ڊاڪٽر امان الله سان فون تي مشورو ٿي ڪري اچان.'

سسٽر زيتون هلي ويئي.

مان پلنگ تي ليٽي پيس. آرام نه آيو. باٿ روم ۾ وڃي، نلڪي هيٺان مٿو ڏيئي پاڻي کولي ڇڏيم. پاڻي ٿڌو هو. سڄي بدن مان سيسڙاٽ نڪري ويو. ٽوال سان وار اُگهي مان موٽي وڃي پلنگ تي ليٽي پيس.

سسٽر زيتون موٽي آئي، چيائين، 'ڊاڪٽر امان خان چيو آهي ته توکي ايسپرو جون ٻه گوريون کارائي ڇڏيان.'

منهنجي منهن تي مُرڪ تري آئي.

ايسپرو جون ٻه گوريون منهنجي هٿ تي رکيائين ۽ پوءِ پاڻيءَ جو گلاس ڏيندي چيائين، 'عجيب ڳالهه آهي'

ايسپرو جون گوريون زبان تي رکي پاڻيءَ جا ٻه چار ڍڪ ڀري گلاس سسٽر زيتون کي موٽائي ڏنم. پڇيم، 'ڇا عجيب آهي.'

چيائين، 'اڄ تائين سخت کان سخت سور جي باوجود ڊاڪٽر امان الله خان ٽيومر جي ڪنهن به مريض کي سور گهٽ ڪرڻ لاءِ ايسپرو يا پيراسيٽامول يا ان قسم جي ڪا به دوا نه ڏيندو آهي.'

ان موضوع تي سسٽر زيتون سان وڌيڪ ڳالهائڻ مناسب نه سمجهيم. موضوع مٽائڻ خاطر پڇيم، 'چانهه جو هڪ ڪوپ ملي سگهندو؟'

ڪمري مان ٻاهر ويندي چيائين، 'موڪليانءِ ٿي.'

ٿوري دير کان پوءِ هڪ نرس وارڊ بواءِ کان چانهه جي ٽري کڻائي آئي. مون کي چانهه جو ڪوپ ٺاهي ڏنائين ۽ خاموشيءَ سان ٽري کڻائي هلي ويئي.

چانهه جو ڪوپ کڻي مان ڪرسيءَ تي ويهي رهيس. سِپَ سِپَ ڪري چانهه پيئڻ لڳس. مون ٻيهر پريس ڪانفرنس جي باري ۾ سوچڻ جي ڪوشش ڪئي، ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو.

ان وقت الائي ڪيئن، ۽ ڇو مون کي ڏاڏڻ جو خيال آيو. هڪ دفعي چيو هنائين، 'جوڳي، ڏک سک جو ساٿي ٿيڻ لاءِ ضروري ناهي ته شادي ڪري ويهي رهجي. هوندن به شادي سک گهٽ، ۽ ڏک وڌيڪ ڏيندي آهي.'

جملو اڌ ۾ ڇڏي ڏنو هنائين. اُداس ٿي پيني هني. ہن ناڪام شادين جو الميو اڪين ۾ تري آيو هيس. چيو هنائين، "سخت ڪان سخت آزمائش ۾ بہ تون مون کي پاڻ کان پري نہ ڏسندين."

ڪوڙي ! دغا باز! فريبي! سوچيم، ڪيس فون تي گاريون ڏيندس. سندس بيعزتي ڪندس. اهڙيون ست سُريون ٻڌائيندومانس، جو جيستائين جيئري رهندي، مون کي ياد ڪندي.

چانهہ جو ڪوپ ميز تي رکي مان ڪمري مان نڪري آيس. رسيپشن تي سسٽر زيتون کي چيم، "مون کي هڪ ضروري فون ڪرڻي آهي."

"اڙي!" سسٽر زيتون چيو، "تون وري ڪمري مان نڪري آيو آهين!"

چيم، "مون کي هڪ ضروري فون ڪرڻي آهي."

سسٽر زيتون چيو، "فون رسيور تنهنجي ڪمري ۾ آهي. آپريٽر کان لائين وٺي تون ڊائريڪٽ بہ ڳالهائي سگهين ٿو. اسان جي اسپتال مان فون تي ڳالهائڻ تي ڪابہ بندش نہ آهي."

مان ڪمري ۾ موٽي ويس. آپريٽر کي ڊاڪٽر جو نمبر ڏيڻ بدران ڪانئس ڊائريڪٽ لائين ورتم.

ڏاڻڻ جو نمبر ڊائل ڪرڻ کان اڳ دل هڪ گهڙيءَ لاءِ ڪنبي ويئي.

دل پڪي ڪري ڏاڻڻ جو نمبر ڊائل ڪيم. ●

# 29

گذريل ڇهن ستن ڏينهن ۾ جيڪي ڪجهه ٿي گذريو هو، ۽ جهڙي نموني چاهتن، محبتن ۽ يقين جي رشتن کي ڇيهو رسيو هو،. تنهن ڪان پوءِ شاليءَ کي فون ڪندي دل جو ٽُٽڪي پوڻ ڏاڍو عجيب محسوس ٿيو.

ڊانل ڪندي آگرين جو ڪنبي پوڻ بيمعنيٰ نه لڳو. هُن ته مون سان دوکو ڪيو هو! هن ته مون کي فريب ڏنو هو! مون کي گرفتار ڪرائڻ لاءِ ڏاڍو رنگين ناٽڪ رچايو هنائين! وڏي دغاباز آهي- مڪار. مون کي اڌ ٺهيل عمارت ۾ سوگهو ڪري ڪيئن نه ٻن گماشتن کي وٺي آئي هئي! اهو سڀ ڪجهه خواب نه هو. مون سڀ ڪجهه پنهنجين اکين سان ڏٺو هو. اُن فريب ڪان اڳ جيڪي ڪجهه هو، سو سڀ خواب هو، ته پوءِ، دل جو ٽُٽڪي پوڻ، ۽ ڊانل ڪندي آگرين جي ڪنبي پوڻ جو مطلب ڇاهي! **ڪٿي ائين ته ناهي، عڪس سلامت آهي ۽ لفقط اميدن جو آئينو ٽٽي پيو آهي!**

مان هٿ روڪي ويهي رهيس. فون جو ڊانل نه ڦيرايم. سوچيم، شاليءَ کي گاريون ڏيئي سگهندس؟ جنهن سان بي نام رشتو جوڙيو اٿم، تنهن کي گهٽ وڌ ڳالهائي سگهندس؟ **جنهن جي موجودگيءَ ۾ مون کي ڪائنات پهريون دفعو پيرويءَ جي سُرن سان ڀريل محسوس ٿي هئي، تنهن کي سنڌيءَ واريون سٺ سُريون ٻڌائي سگهندس؟**

سيني سوالن جو جواب مون کي نفيءَ ۾ مليو. تخليقڪار طرفان اسان کي ورثي ۾ ڏڪ ڪاني دعا ڏيڻ واري وصف ملي آهي. اسين وار سهندا آهيون، وار ڪندا نه آهيون. مُرڪي فريب کائيندا آهيون، فريب ڏيندا نه آهيون. جنهن کي هڪ دفعو چاهيوسين، تنهن کان جنم جنم جي جدائيٰ ته برداشت ڪري سگهنداسين، پر سندس دل آزاري نه ڪنداسين!

سوچ جي متضاد قوتن جي وچ ۾ مان ولوڙجي ويس. ٿڪجي پيس. موٽي وڃي پلنگ تي ليٽي پيس. ٻني ٻانهون ڪنڌ هيٺان ڏيئي ڇت ڏانهن ڏسڻ لڳس. مان ڇا ٿو چاهيان؟ مان ڇا ٿو چاهيان؟ مان شاليءَ جي محبت کي ياد رکي، شاليءَ کي وساري ڇو نه ڇڏيان؟ مان وساري ڇو نه ٿو ڇڏيان ته ٻڙ جي پرسان چبوتري تي، هڪ دفعي، جڏهن ڪيس بخار هو، سندس هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهليندي مون چيو هو، شالي! اسين سنڌ ملڪ جا ماڻهو هڪ دفعو، جنهن جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ وٺندا آهيون، تنهن سان قيامت تائين توڙ نڀائيندا آهيون.

جواب ۾ ڪجهه نه چيو هنائين، فقط پڇيو هنائين، "توهين سنڌي به پنهنجين زالن کي ماريندا آهيو؟"

چيو هيم، "اهوئي ته اسان ۾ ۽ هين ۾ فرق آهي، شالي!"

ان رات مون کي ٻُڌل ڳالهه جي تصديق ٿي ويئي هئي ته شاليءَ جو ڊپٽي ڪمشنر مڙس شاليءَ کي بيدرديءَ سان ماريندو هو!

جيڪي مرد پنهنجي زال کي ماريندا آهن، سي مونکي خنزير لڳندا آهن. دل چاهيندي آهي، اهڙن مردن کي رسن سان قابو، ڪري، جيپ جي بمپر سان ٻڌي ان وقت تائين رستن تي گهليندو رهان، جيستائين ماس سندن لڱن کان ڌار نه ٿي وڃي! سندن اکين جي جوت ۾ تيزاب وجهي کين انڌو ڪري ڇڏيان! سندن بي رحم هٿ ٻاهه ۾ تتل مُترڪن سان چٽي چور ڪري ڇڏيان!

اُن وقت، جڏهن مان ٻني ٻانهون مٿي هيٺان ڏيئي پلنگ تي ليٽي پيو هوس ۽ چت ڏانهن نهاري رهيو هوس، مون کي ڏاڍو عجيب خيال آيو هو. مون سوچيو، ڪٿي انين ته ناهي، ڊپٽي ڪمشنر سان منهنجي بيپناهه نفرت، شاليءَ لاءِ منهنجي محبت جو بنيادي سبب ٿي پئي آهي؟ ڪٿي انين ته ناهي شاليءَ سان هڪ شخص جي ڏاڍ ۽ ڏمر جو مان محبت جي نالي ۾ بليدان ڏيئي رهيو آهيان؟

مان چرڪ ڀري اُٿي ويهي رهيس.

اُن وقت سسٽر زيتون ڪمري ۾ داخل ٿي، منهنجو چهرو ڏسي وچ ڪمري ۾ بيهي رهي. سمجهان ٿو مختلف سوچن جي ولوڙ ۾ منهنجو چهرو ليڪن ۽ گهنجن سان ڀرجي ويو هو.

هڪدم اڳتي وڌي آئي. منهنجي ٻانهن ۾ هٿ وجهندي پڇيائين، "مٿي جو سور ڪينن اٿني؟"

"هون!" مون تعجب وچان سسٽر زيتون ڏانهن ڏٺو.

پڇيائين، "مٿي جو سور ڪينن اٿني؟"

چيم، "شايد ٺيڪ آهي."

چيائين، "اهو شايد ڇاهي؟"

چيم، "لهي ويو آهي".

پڇيائين، "پر، تنهنجو چهرو ايتريقدر ڇڪيل ڇو آهي؟"

پڇيم، "منهنجو چهرو ڇڪيل آهي."

"ها." چيائين، "انين پيو لڳي، ڄڻ وڏي تڪليف ۾ آهين."

مون اُٿي، وڃي آئيني ۾ پنهنجو چهرو ڏٺو. منهنجيون ڀروون ڳتيل، ۽ نرڙ تي گهنڊ هو.

ٿرماس مان گلاس ۾ پاڻي ڀري، هڪ ڍُڪ سان پي ويس. ڪرسيءَ تي ويهي رهيس.

سسٽر زيتون چيو، "مان سمجهان ٿي، تنهنجي طبعيت ٺيڪ نه آهي."
سسٽر زيتون بلڊپريشر ڏسڻ لاءِ اوزار منهنجي ٻانهن سان ويڙهي ڇڏيو.
پاڻيءَ جو گلاس پيئڻ ۽ ڳالهائڻ سبب مان سوچ جي ولوڙ مان نڪري آيس. چهرو ٽاننيڪو ٿيڻ لڳو.
سسٽر زيتون پڇيو، "ڇا پئي سوچيءِ؟"
"ڪجھ خاص نه." چيم، "ائين ئي، اجايو سڄايو وئي سوچيم."
بلڊپريشر واري اوزار ۾ پمپ ڪري هوا ڀريائين، اسٽيٿسڪوپ ڪنن سان لڳائي هڪ ٻه دفعا هوا جو پريشر گهٽ ڪري، ٻيهر ڀري، وري بلڊپريشر ڏٺائين.
پڇيم، "ڪيترو آهي."
چيائين، "هاءِ سائيڊ تي آهي. سؤ ۽ هڪ سؤ چاليهه."
اوزار منهنجي ٻانهن مان جدا ڪندي پنهنجي ساءِ چيائين، "ايسپرو ڪائڻ سان بلڊپريشر هيٺ ٿيندو آهي. مان سمجهان ٿي ڪلاڪ ڪن ۾ ڪجھ لهي ايندو."
ٿرماميٽر وات ۾ وجهي، واچ ۾ وقت ڏٺائين. ڪجھ دير ڪان پوءِ ٿرماميٽر ڪڍي، حرارت جو درجو ڏٺائين چيائين، "نارمل آهي."
سامان ڪٺي ٻاهرين در ڏانهن هلي وئي. ڪجھ سوچي در وٽ بيهي رهي.
پڇيائين، "ڪنهن کي فون ڪرڻ پئي چاهيءِ، ڪيءِ؟"
چيم، "نه."
پڇيائين، "آپريٽر لائين ڏني اٿئي؟"
چيم، "ها."
هوءَ هلي وئي.
مون دريءَ مان ٻاهر ڏٺو، **مارگلا ٽڪرين جي پويان، هڏمت جي شهر ٽڪسيلا وٽ سج لهي ويو هو. آسمان لينڊ اسڪيپ پينٽر جي ڪينواس وانگر ڇڪيل نظر آيو، جنهن تي ڳاڙهو رنگ سرمئي رنگ تي حاوي هو.**
مان دريءَ وٽان هٽي، فون وٽ وڃي ويٺس. ڪجھ دير تائين فون ڏانهن ڏسندو رهيس. دل ۽ دماغ جي ڇڪتاڻ ۾ ڇڇندو رهيس. موٽي وڃڻ واري ڪا ٻاٽ نظر نه آئي. مون شاليءَ جو نمبر ڊائل ڪيو.
ٻن ٽن گهنٽين کان پوءِ شاليءَ جو آواز آيو. مخصوص لهجي ۾ چيائين، "شالي اسپيڪنگ."
دل جڻ ڏک کاڌل ابابيل هجي! ڦٿڪي پئي.
هن ٻيهر چيو، "شالي اسپيڪنگ."
مان ساهه روڪي ويهي رهيس.
ڪجھ دير تائين خاموش رهڻ کان پوءِ شاليءَ جو آواز آيو. چيائين، "جوڳي! مون کي خبر آهي ته تون آهين."

مان خاموش رهيس.

شاليءَ چيو، "خدا جي واسطي فون بند نہ ڪجانءِ ، جوڳي! مون سان ڳالهاءِ ... مون سان ڳالهاءِ . جوڳي ، جوڳي."

مان ماٺ.

شاليءَ جو آواز آيو. چيائين ، "مان ڏاڍي پريشان آهيان. تون ڪيئن آهين؟ ڪٿي آهين؟ مون سان ڳالهاءِ ، جوڳي ، خدا جي واسطي ڳالهاءِ ."

انين لڳو، جڻ روني پوندي.

چيم، "شالي ، تون چئي تہ ڏسين ها ، مان پاڻ کي پوليس جي حوالي ڪري ڇڏيان ها.. پر ، تون مون کي دوکي سان گرفتار ڪرائڻ جي رٿ نہ رٿين ها."

هڪدم چيائين ، "چريو ٿي پيو آهين ڇا! مان توکي گرفتار ڪرائيندس!"

"ٻُڌل ڳالهہ ۾ شڪ جي گنجائش هوندي آهي." چيم، "مون تہ اکين سان سڀ ڪجهہ ڏٺو هو."

"ڇا ڏٺو هيءِ ؟ جوڳي. "شاليءَ ڏک واري لهجي ۾ چيو، "ڇا ڏٺو هيءِ ؟"

"اِن ڳالهہ کي ڇڏي ڏي تہ ڇا ڏٺو هيم". چيم، "تون فقط اشارو ڪرين ها ، مان بنا ڪجهہ ڪڇڻ جي پاڻ کي پوليس جي حوالي ڪري ڇڏيان ها. مون کي دوکو نہ ڏنين ها. مون سان دغا نہ ڪرين ها. مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو آهي."

"ڪهڙيون چرين جهڙيون ڳالهيون پيو ڪرين!" تڪليف واري لهجي ۾ چيائين ، "مان توکي دوکو ڏينديس ! توسان دغا ڪنديس! جوڳي مان؟ جوڳي مان؟ اِهو ممڪن آهي؟"

چيم، "زندگيءَ ۾ گهڻو ڪجهہ ممڪن ٿي پوندو آهي، شالي! اڄ نهيل جاءِ ۾ توسان گڏجي آيل ٻہ اوپرا ماڻهو سادن ڪپڙن ۾ پوليس اهلڪار نہ هئا تہ ڪير هئا ؟"

"اوه جوڳي ، اوه جوڳي!" شاليءَ چيو ، "هو ٻئي وڪيل هئا. مون تنهنجي لاءِ گرفتاريءَ کان اڳ ضمانت لاءِ آندا هئا."

مان پنڊ پهڻ ٿي ويس. ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ آيو تہ جواب ۾ ڇا چوان ، ڇا نہ چوان. مون کي پنهنجين لونڊڙين تي پگهر وهندي محسوس ٿيو.

مون رسيور رکي ، فون بند ڪري ڇڏي. ●

# 30

بند ڪرڻ خاطر فون بند ڪري ڇڏيم، شاليءَ سان ڳالهائڻ جو سلسلو منقطع ڪري ڇڏيم، پر وجود ۾ هڪ فرد جو سيمينار هلندو رهيو. هڪ بيحد وڏي هال ۾، جنهن ڪي نه پتيون هيون، ۽ نه ڇت، هڪ شخص خود ني سوال پڇي رهيو هو، ۽ خود ني جواب ڏيني رهيو هو. خود ني پنهنجو ڇيد ڪري رهيو هو، ۽ خودئي پاڻ کي صحيح ۽ ڪڏهن غلط ثابت ڪري رهيو هو. بحث جي شروعات به پاڻ پني ڪيائين، ۽ بحث جي پڇاڙي به پاڻ.

نيڪ آهي، حالتون منهنجي حق ۾ نه آهن. پر ڇا، اسين سڀني بدترين حالتن ۾ هڪٻني تان يقين ۽ ويساهه کٽي ڇڏيندا آهيون! يا فقط اُهي، جن جا ويساهه جر جي ڦوٽي وانگر هوندا آهن، سي شڪ جو شڪار ٿي پوندا آهن!

سوالن جي جهنگ ۾ مان ڀٽڪڻ لڳس.

مون ڇو محسوس ڪيو ته اڏ نهيل عمارت ۾ شاليءَ سان گڏجي آيل ٻه اوپرا ماڻهو پوليس جا گماشتا هنا؟ اگر ڪڏهن شاليءَ مون کي اهڙي نموني دوکو ڏيڻ جي ڪوشش ڪني هني؟ نه، ڪڏهن به نه. هن خود زندگيءَ ۾ ايترا دوکا کا:ا هنا، جو لازمي طرح هن کان هر شخص دوکو کائڻ جي گمان ۾ غرق رهندو هو. منهنج لاشعور ۾ به سندس ٻن شادين جي حوالي [illegible]ش ڪري رهيو هو. ٻنهي شادين ۾ هن دوکو کاڌو هو- ۽ پوءِ، ٽنين درجي وارين فلمن جو هڪ مڪالمو ذهن ۾ پڙاڏو ڪري رهيو هو ته عورت جڏهن انتقام تي لهندي آهي، تڏهن بي رحم کان بي رحم ۽ جابر کان جابر شخص کي پوئتي ڇڏي ڏيندي آهي- ۽ ڪنهن ڏاهي به ته چيو هو، شايد شيڪسپيئر چيو هو، ته اي عورت تنهنجو ٻيو نالو بيوفائي آهي.

مان شاليءَ کان، بلڪ پاڻ کان دوکو کائي ويٺو آهيان! مان پنهنجي ني شڪ جو شڪار ٿيو آهيان!

بيچيني وجود کي ولوڙڻ لڳي. سرديءَ جي باوجود مون دري کولي ڇڏي تير جهڙي تيز هوا ڪمري ۾ ڪاهي پيئي. درن درين جا پردا ابليس جي رقص وانگر نچڻ لڳا.

"ڇو خير ته آهي؟" ڊاڪٽر امان الله خان جو آواز ٻڌم. منهن ورائي ڏٺم. ڊاڪٽر امان الله جي چهري تي ايڏي گمڀيرتا مون اڳ نه ڏٺي هني. بريٽ صحرائيءَ جي والده جي بيحرمتيءَ واري ڳالهه ٻڌڻ کان پوءِ مون سندس چهري تي جيڪو جلال ڏٺو هو، سو شايد ڪربلا جي آخري شام وانگر گمڀيرتا ۾ بدلجي ويو هو!

ان کان اڳ جو مان ڪجهه چوان، ڊاڪٽر سولنگي ۽ مجيد روهڙائي ڪمري ۾ داخل ٿيا. هو ٻئي پڻ غير معمولي نموني سنجيده هئا.

ڊاڪٽر امان الله چيو، "اسين پريس ڪانفرنس ۾ ويا هئاسين."

مون يڪدم پڇيو، "گلاب گونگي پوليس آڏو ڳالهايو آهي، ڇا؟"

مون کي پنهنجي احمقاڻي سوال تي پشيماني محسوس ٿي.

ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "جوڳي، توکي حيرت ٿيندي ته هن پوليس جي تفتيشي ٽيم آڏو ڳالهايو آهي."

مون کان ڇرڪ نڪري ويو. اڳ ڪمري ۾ تير وانگر ڪاهي آيل سرد هوا ۾ مون کي ڪنبڻي محسوس نه ٿي هئي. ڊاڪٽر امان الله خان جي ڳالهه ٻڌي مون کي ڪنبڻي وٺي وئي. **جيڪا ڳالهه امڪان کان ٻاهر هئي، سا ممڪن ڪيئن ٿي پئي! گلاب پيدائشي گونگو هو. هن جو ڳالهائڻ ناممڪن هو- ته پوءِ، هن ڪيئن ڳالهايو!**

مون ڊاڪٽر امان الله کي چيو، "اهو ناممڪن آهي. گلاب نه ڳالهايو آهي. گلاب بدران پوليس ڳالهايو آهي."

"بهرحال، جيئن به آهي، پوليس جي چوڻ مطابق هن تفتيشي ٽيم آڏو ڳالهايو آهي، ۽ ڇرڪائيندڙ حقيقتن تان پڙدو کنيو آهي." ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "هن پنهنجي اعترافي بيان ۾ پوليس کي ٻڌايو آهي ته تون، يعني جوڳي، اسلام آباد ۾ سنڌ مان آيل تخريبڪارن جو سرغنو آهين- ۽ جيڪي ڪجهه ٿي رهيو آهي، سو تنهنجي نظرداريءَ ۽ هدايتن مطابق ٿي رهيو آهي."

مان پلنگ تي ليٽي پيس. ڪجهه سمجهه ۾ نه پئي آيو ته اهڙي احمقاڻي بيان تي ڪهڙو تبصرو ڪريان! ڇا چوان، ۽ ڇا نه چوان!

مجيد چيو، "تو ڏاڍو غلط ڪم ڪيو آهي."

مون کي باهه وٺي وئي. اٿي ويهي رهيس. چيم، "ڪهڙو غلط ڪم ڪيو اٿم؟ بم سان مارڪيٽ ٽڪريون اڏائي ڇڏيون اٿم! بازارين ۾ ماڻهن جو قتل عام ڪيو اٿم! ڇا ڪيو اٿم! ڇا ڪيو اٿم!"

مجيد چيو، "اڙي بابا، محمد اسلام جي لاءِ چوڪ تي بينر ڪٽي بيهڻ لاءِ گلاب کي ڪنهن چيو هو؟"

"مون نه چيو هو، مون نه چيو هو." مون آواز جهڪو ڪندي چيو، "مان به ته اسلام آباد ۾ اسلام کي ڳولڻ آيو هوس. مون ڪيس ڳوليو. ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڳوليو، پر اسلام مون کي نه مليو. مون اسلام کي ڳولڻ جو ارادو دل مان ڪڍي ڇڏيو. توهان روهڙيءَ وارن مون کي بيوقوف سمجهي گلاب گونگي کي اسلام جي تلاش ۾ اسلام آباد ڏياري موڪليو. واه جو فيصلو ڪيو هيو."

مجيد چيو، "پر، اسان کي اها خبر نه هئي ته تون گلاب کي بينر ڏيئي چونڪ تي

بيهاري ڇڏيندين.'
هڪدم چيم، 'اهو غلط آهي. بهتان آهي. گلاب گونگو پاڻ، پنهنجي ساءِ، پنهنجيءَ مرضيءَ سان اسلام لاءِ بينر کڻي آبپاره چونڪ تي وڃي بيٺو هو.'
ڊاڪٽر سولنگيءَ چيو، 'اسان هڪ وڪيل سان ملي آيا آهيون. هو سياڻي گلاب گونگي جي ضمانت لاءِ درخواست ڏيڻي ڇڏيندو.'
مون منهن ورائي ڊاڪٽر امان الله خان ڏانهن ڏٺو.
ڊاڪٽر امان الله خان چيو، 'تنهنجي ضمانت لاءِ درخواست في الحال نه ڏيندا سين. درخواست ڏيڻ شرط توکي عدالت ۾ پيش ٿيڻو پوندو.'
ڪجهه دير جي ماٺ کان پوءِ ڊاڪٽر امان ۽ ڊاڪٽر سولنگيءَ کان پڇيم، 'گلاب کي ماريو ته نه هنائون.'
هنن، ٻنهي، هڪٻئي ڏانهن ڏٺو.
مجيد چيو، 'ڏاڍو ماريو اٿائونس. ساڄي اک بند هئس، ۽ ساڄي پاسي منهن سڄيل هوس. هٿ ۽ ٻانهن تي به پٽي ٻڌل هئس. منڊڪائي هليو پئي.'
اندر اڌ ٿي پيو. پڇيم، 'صحافين مان ڪنهن نه پڇيو ته گلاب زخمي ڇو هو؟'
مجيد وراڻيو، 'ڪجهه صحافين پهريون سوال گلاب جي زخمي هئڻ بابت ڪيو هو.'
پڇيم، 'ڪهڙو جواب مليو هين؟'
چيائين، 'پوليس ٻڌايو ته گرفتاريءَ مهل، ۽ تفتيش دوران گلاب مزاحمت ڪئي هئي. مزاحمت دوران هن تفتيشي آفيسرن تي حملو به ڪيو هو، ۽ نتيجي ۾ زخمي ٿي پيو هو.'
مون کي ڏاڍو ڌڪ ٿيو. پڇيم، 'هن توکي ڏٺو هو؟'
مجيد چيو، 'مان سمجهان ٿو، هو هوش ۾ نه هو.'
ڊاڪٽر امان الله خان چيو، 'منهنجو ۽ ڊاڪٽر سولنگيءَ جو خيال آهي ته مجيد کينن به ڪري، پهرين بس، يا پهرين ملندڙ ٽرين، هوائي جهاز ۾ هتان هليو وڃي.'
مجيد چيو، 'پر، مان ماڻن کي ڇا وڃي ٻڌائيندس! هنن مون کي مفصل احوال آڻڻ لاءِ موڪليو آهي.'
مجيد مون کي احمق محسوس ٿيو.
ڊاڪٽر سولنگيءَ چيو، 'ياءُ مجيد، پوليس اڄڪلهه هر ان شخص جي ڳولا ۾ آهي، جنهن جو اٿڻ، ويهڻ واسطو جوڳيءَ سان آهي. اسان کي ڊپ آهي ته تون ڪٿي پڪڙجي نه پوين. تون لهجي مان پڪو پڪو سنڌي ٿو لڳين.'
مجيد پنهنجو سوال ورجايو. چيائين، 'پر، مان ماڻن کي ڇا ٻڌائيندس.'
ڊاڪٽر سولنگيءَ چيو، 'هنن جيڪي ڪجهه اخبارن ۾ پڙهيو آهي، سو سڀ غلط آهي. انهن ني غلط آهي، جينن گلاب جو ڳالهائڻ.'

مجيد منجهي پيو.

مون مجيد کي چيو، "ٻني ڊاڪٽر ٺيڪ پيا چون. شڪ ۾ جيڪڏهن تـوکي پڪڙي ورتائون ته سمجهه گلاب کان گهٽ جٺ نه ڪندءِ."

مجيد ٻنهي ڊاڪٽرن ڏانهن ڏٺو.

ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "روالپنڊي ۽ اسلام آباد جي پوليس ناڪا بندي ڪري ڇڏي آهي. مجيد کي مون فتح جنگ جي رستي ڪوهاٽ موڪلڻ جو بندوبست ڪري ڇڏيو آهي. اتان هو پشاور رستي پي آئي اي ذريعي ڪراچيءَ هليو ويندو."

مجيد جو ڄڻ ساهه سڪي ويو. هن مون ڏانهن ڏٺو.

چيم، **"هينئر تنهنجي ۽ منهنجي وس ۾ ڪجهه به ڪونهي. اسان جي باري ۾ جيڪو فيصلو دوست ڪندا، درست ڪندا."**

مجيد چيو، "پر، مون وٽ پي آئي اي جي ٽڪيٽ لاءِ پئسا نه آهن."

ڊاڪٽر سولنگيءَ چيو، "يانو، تون فڪر نه ڪر. اسان سمورو بندوبست ڪري ڇڏيو آهي."

ڊاڪٽر امان الله خان مجيد سان ڳالهائيندي چيو، "ايف-اليون وٽ بجريءَ جي ٽرڪ تنهنجي انتظار ۾ بيٺي آهي. دير نه ڪر."

مجيد وائڙو ٿي ويو.

ڊاڪٽر سولنگيءَ چيو، "يانو مجيد، سوچڻ جو وقت گذري ويو آهي. دير نه ڪر. هَلُ."

مجيد منهنجي سامهون اچي بيٺو. اسان ٻنهي، هڪٻئي کي ڀاڪر ۾ ڀري ورتو. مجيد جي اکين ۾ لڙڪ لڙي آيا. جدا ٿي، مون ڏانهن ڏسڻ کان سواءِ هو ڪمري جي ٻاهرين در وٽ وڃي بيٺو. ڊاڪٽر امان الله خان در وٽان منهن ورائي چيو، "چارڻ جو هتي رهڻ ٺيڪ نه هو. دلبر خان ۽ ڪشمير خان کي وٺي، مون کيس پشاور موڪلي ڇڏيو آهي. جيستائين معاملو صاف ٿئي، هو اتي رهندو."

ڊاڪٽر امان الله خان ۽ ڊاڪٽر سولنگي مجيد کي وٺي ڪمري مان ٻاهر نڪري ويا. ●

# 31

پاڪستان جي جيلن ۾ بيشمار اهڙا ماڻهو بہ قيد آهن، جن کي نہ ڪڏهن الزامن کان آگاهہ ڪيو ويو آهي، ۽ نہ شنوائيءَ لاءِ ڪڏهن ڪنهن عدالت ۾ پيش ڪيو ويو آهي. ان قسم جا انيڪ قيدي بنا ڪنهن داد فرياد جي جيلن جي خوفناڪ ماحول ۾ ڦٿڪي ڦٿڪي مري ويا آهن، ۽ مري رهيا آهن. سرد ڪمري جي اڪيلائيءَ ۾ مون شدت سان محسوس ڪيو تہ مان اُنهن ۽ اهڙن ني ڦيڏين مان هڪ آهيان. منهنجي ضمانت نہ ٿيندي، شنوائيءَ لاءِ ڪنهن عدالت ۾ منهنجي پيشي نہ ٿيندي. وڪيل منهنجي حق ۾، ۽ منهنجي خلاف زوردار جرح نہ ڪندا. مان بہ ڪنهن گمنام قيديءَ وانگر مري ويندس. فرق فقط ايترو آهي جو هو جيل ۾ مري ويندا آهن، ۽ مان ڪنهن پناهہ گاهہ ۾ مري ويندس.

مون آپريٽر کان لائين ورتي. ڊائل ڪري شاليءَ جو نمبر ملايم. رسيور شاليءَ پاڻ کنيو ۽ چيو، "هيلو."

چيم، "شالي."

هڪدم چيائين، "جوڳي! جوڳي تون ڪٿي آهين."

چيم، "جتي بہ آهيان، محفوظ آهيان."

"مون کي نہ ٻڌائيندين؟"

"ضروري نہ ٿو سمجهان."

"مون کان ڪاوڙيل آهين؟"

"نہ. پاڻ کان ڪاوڙيل آهيان." چيم، "ماڻهو جڏهن ٻين تي ڪاوڙ ڪري نہ سگهندو آهي، تڏهن پاڻ تي ڪاوڙ ڪندو آهي."

"تون مون تي تہ ڪاوڙ ڪري سگهين ٿو!"

چيائين، "اسان هڪٻئي کي اهڙو حق نہ ڏنو آهي، ڇا؟"

جواب ۾ چوڻ لاءِ ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ آيو. گهڙي کن خاموش رهيم، پوءِ چيم، "شالي، تون سنڌ جي ڪجهہ ايم اين ايز کي سڃاڻين نہ؟"

وراڻيائين، "چڱيءَ طرح، بلڪ چڱيءَ چڱيءَ طرح."

چيم، "مناسب سمجهين تہ منجهانئن ڪنهن هڪ سان منهنجي باري ۾ ڳالهائي ڏس."

اچرج وچان پڇيائين،. "تنهنجي باري ۾؟"

چيم، "ها ، منهنجي باري ۾. جيڪي ڪجهه ٿي رهيو آهي، مون سان ، تنهن جي باري ۾."
ٻنهيءَ ۾ پنجي ويني.
پڇيم، "ڇا پيني سوچين؟"
چيائين ، "مان نه ٿي سمجهان ته سنڌ جي ڪنهن ايم اين اي ۾ ايترو دم خم آهي ، جو خفيه ايجنسين جي معاملي ۾ دخل اندازي ڪري سگهي."
اچرج وچان پڇيم، "خفيه ايجنسيون! خفيه ايجنسيون منهنجي ڪڏ لڳل آهن!"
"نه نه. مون کي ته ڪا خبر ڪونهي." آواز وچڙي پيس. چيائين ، "ممڪن آهي ، انين هجي، ۽ ممڪن آهي، انين نه به هجي."
چيم، "پر، ڪنهن ايم اين اي سان ڳالهائڻ ۾ ڪو پولو ته ڪونهي."
چيائين ، "مان کين چڱيءَ طرح سڃاڻان. وسري ويو اٿني ته بيروزگار نوجوانن کي کينن گوهيون ڏيندا آهن."
چيم، "اسين کين نوڪريءَ لاءِ ته منٿ نه ڪنداسين."
وراڻيائين ، "مان تنهنجي چوڻ تي هڪ ٻن نوجوان ايم اين ايز سان ملنديس. مان نه ٿي سمجهان ته ڪو ڪڙتيل نڪرندو."
چيم، "ڪوشش ڪري ڏسڻ ۾ ته ڪا خرابي ڪانهي نه."
"ڪا خرابي تـه ڪـانهي ، ظاهري طرح." سوچيندي رهي، ۽ ترسي ترسي ڳالهائيندي رهي. چيائين ، "منهنجي صلاح جي باري ۾ ڇا سوچيو اٿئي؟"
پڇيم، "ڪهڙي صلاح؟"
چيائين ، "گرفتاريءَ کان اڳ ضمانت واري."
مان منجهي پيس. ڊاڪٽر امان الله خان واري ڳالهه دل تي تري آئي. ضمانت لاءِ توکي عدالت ۾ پيش ٿيڻو پوندو، ۽ اهو مناسب نه آهي!
"ڇا پيو سوچين؟" شاليءَ پڇيو.
"سوچيان پيو..." جملو پورو ڪري نه سگهيس.
"اسان ٻنهي جي وچ ۾ ڪا به اهڙي ديوار نه آهي ، جيڪا اندر جو حال اورڻ کان اسان کي روڪي سگهي." شاليءَ چيو، "تون شڪ جو شڪار ٿيو آهين ، مان نه."
"نه نه. انين ناهي." هڪدم چيم، "مان ڪجهه دير لاءِ شڪ جو شڪار ٿيو هوس ، ڪجهه دير لاءِ."
"جوڳي." شاليءَ چيو ، "تنهنجو نالو ته جوڳي آهي، پر توکي محبت ۾ مرڻ جي معنيٰ سمجهه ۾ نه آئي آهي."
اهڙي نموني اڳ ، هن ڪڏهن به سنجيدگيءَ سان نه ڳالهايو هو. اڪثر اندر جو حال اوريو هنائين ، پر اچاتري نموني. تڏهن سموري سنگت چوندي هئي. جوڳي ، اها عورت ڏاڍي اٿئي. سيني مان دل ڪڍي ڪاني چڙهيندي آهي.

اها ڳالھ ڪنھن حد تائين هئي بہ درست. اسلام آباد جي اڊيشنل سيڪريٽرين، جوائنٽ سيڪريٽرين، ڪرنلن ۽ جرنلن جي سيني مان دل ڪڍي ڪاني ويني هئي. هر ڪو سندس دوستيءَ جو دم پيو ڀري! هڪ دفعي ٽولي ڪندي چيو هنائين، مون ہڏو آهي سنڌي ڏاڍا عاشق مزاج ٿيندا آهن! ۽ پوءِ ٺهڪ ڏيني ڪلي پيني هئي. مان سندس سامهون وجي ويٺو هوس. سندس اکين ۾ ڏسندي چيو هيم، **اسين عشق جا پيغمبر آهيون.** منهنجي ڳالھ ٻڌي سندس اکين مان ڊپ لينو پاڻي ورتو هو.

چوڻ خاطر، گھٽو اڳ مون چئي ڇڏيو هو، تہ اسين عشق جا پيغمبر آهيون، پر مون جملي جي مفهوم تي غور نہ ڪيو. ان ڏينهن فون تي شاليءَ سان ڳالهائيندي مون اڳ ڳالهايل جملي جو واضح پڙاڏو ٻڌو.

"**اسين عشق جا پيغمبر آهيون،** شالي." چيم، "**محبت ۾ مرڻ اسان جي روايت آهي، اسان جي ريت آهي**"

هڪدم چيائين، "محبت ۾ مرڻ وارا شڪ نہ ڪندا آهن."

مون کي لاجواب ڪري ڇڏيائين.

چيائين، "مون ڏانهن هليو آءُ- يا، مون کي پتو ڏي. مان تو وٽ هلي ايندس. تنهنجو ڪم آهي وڪالت نامي تي صحيح ڪرڻ. باقي ڪم مون تي ڇڏي ڏي."

مان منجهي پيس. چيم، "ضمانت لاءِ منهنجو عدالت ۾ پيش ٿيڻ ضروري ناهي ڇا؟"

شاليءَ چيو، "مون اسلام آباد جا ٻہ وڏا وڪيل انگيج ڪيا آهن. عدالت ۾ پيش ٿيڻ کان سواءِ هو تنهنجي ضمانت ڪرائي ڇڏيندا."

مون کي اڻ تڻ ۾ وجهي ڇڏيائين. مون کي سمجھ ۾ نہ پئي آيو تہ شاليءَ جي ڳالھ تي اعتبار ڪريان، يا ڊاڪٽر امان الله جي ڳالھ تي.

شاليءَ چيو، "مون ڏانهن هليو اچ، يا ڏس ڏي تہ مان تو وٽ هلي اچان."

گھڙي کن لاءِ سوچيم ۽ چيم، "مون کي سوچڻ جي مهلت ڏي."

جڻ ڌڪ ٿيس. چيائين، "جيئن مناسب سمجھين."

مون رسيور نہ رکيو.

پڇيائين، "تون، آهين تہ ٺيڪ نہ؟"

وراڻيم، "ٺيڪ آهيان."

وراڻي پڇيائين، "ڪنهن تڪليف ۾ تہ نہ آهين؟"

چيم، "نہ."

پڇيائين، "مون کي ٻيهر فون تہ ڪندين نہ؟"

چيم، "ها."

نہ هن رسيور رکيو، ۽ نہ مون.

چيم، "شالي، رسيور ڇو نہ ٿي رکين؟"

پڇيائين، ”تون رسيور ڇو نہ ٿو رکين؟“

وراڻيم، ”مان توکي ٻيهر فون ڪندس، شالي.“ ۽ رسيور رکي ڇڏيم.

ضمانت کان سواءِ انين پني لڳو ڄڻ مان اڻ ڄٽيو قيدي هوس. منهنجي ڪا بہ شنوائي ٿيڻي نہ هئي. منهنجو ڪو بہ مقدمو هلڻو نہ هو. منهنجي حق ۾ ڪابہ جرح ٿيڻي نہ هئي.

ڊاڪٽر امان الله خان جي اسپتال مان ڀڄي وڃڻ بابت سوچيم. ظاهري طرح ممڪن محسوس پني ٿيو. اسپتال تي پهرو بيهاريل نہ هو. رات جي وڳڙي ۾ سولائيءَ سان نڪري وڃڻ ممڪن پني لڳو. پر، هتان نڪري وڃڻ کان پوءِ ڪيڏانهن ويندس؟ ڪنهن جو در وڃي کڙڪائيندس؟ مان سوالن جي بند گهٽيءَ ۾ گهبرائجي بيهي رهيس. مون کي انين لڳو، مان زخمي هرڻ هوس، ۽ سوين خونخوار بگهڙ منهنجو پيڇو ڪري رهيا هئا. ●

# 32

سوچيندي سوچيندي ذهن برپٽ بيابان ٿي ويو، جنهن ۾ اڏامندڙ واريءَ، رڃ، اُڃ ۽ ويرانيءَ کان سواءِ ڪجهه نه هو. فرار جي ڪاراه نظر نه پئي آئي. مسئلي جو حل سمجهه ۾ نه پئي آيو. پاڻ تي رحم ڪائڻ، ۽ ماڻهن ۾ پنهنجي لاءِ همدرديءَ جي جذبي جاڳائڻ کان مون کي نفرت آهي. مون کي پاڻ کان نفرت ٿيڻ لڳي. پلنگ تي ليٽي پيس. ٿڌي هوا ڪمري ۾ ڪاهيندي پئي آئي. پاڻ ۾ ايتري سگهه نه سمجهيم، جو پلنگ تان اٿي دريون بند ڪري ڇڏيان. پيرانديءَ کان رکيل ڪنبل ڪٽي پنهنجي مٿان وجهي ڇڏيم. ڪمري جي اونده ۽ ٻاهران ايندڙ روشنيءَ ۾ درين جا لڏندڙ پڙدا مون کي بدروح محسوس ٿيڻ لڳا، جيڪي ابليس جي رقص ۾ محو هئا. مون کي اهڙا آواز ٻڌڻ ۾ پئي آيا، جن جو ڪو مفهوم، ڪا معنيٰ نه هئي. دڙن، نغارن، ائن، گهوڙن، حملا آورن، ۽ زخمين جي مليل جليل آوازن جو طوفان هو، جيڪو لمحي لمحي ويو پئي وڌندو. مون محسوس ڪيو ته بگهڙن جي نرغي ۾ مان اڪيلو نه هوس. مون کان سواءِ گلاب گونگو، برپٽ صحرائي، سندس پوڙهي والده، ۽ ٻه پٽ ٻه خونخوار بگهڙن جي نرغي ۾ هئا ا پونڪندا، تڙڳهڻ مان خوفناڪ آواز ڪڍيندا، الرون ڪندا خونخوار بگهڙ اسان بيوسن تي حملو ڪندا پئي آيا، سندن اکيون ٽاندن وانگر ٻرندڙ، زبانون لڙڪندڙ ۽ چنهنباني ڊگها ڏند رت هاڻا هئا. مون کي محسوس ٿيو، ٿوريءَ دير ۾ بگهڙ اسان کي چيري ڦاڙي ڇڏيندا، اسان جون ٻوٽيون ٻوٽيون ڪري ڇڏيندا! مون هوا ۾ انين هٿ هنيا، جڻ حملا آور بگهڙن کان پاڻ کي بچائڻ جي ڪوشش پئي ڪيم. ان دوران سمجهان ٿو، منهنجي وات مان ڪي آواز به نڪتا هئا، جڻ بگهڙن کان بچڻ واري جدوجهد ۾، بگهڙن سان هٿين خالي جنگ پئي جوٽيم. وڏي يڌ پئي هلي. مٽيءَ سان گڏ اسان جو ماس وڍجي وڍجي اڏامي رهيو هو. جنگ ايڏي گهمسان جي، جو نه ڪجهه ڏسڻ ۾ پئي آيو، ۽ نه ڪجهه ٻڌڻ ۾ پئي آيو. دز ۽ اڏامندڙ مٽيءَ ۾ ڌرتيءَ ۽ آسمان جي وچ مان مفاصلو ختم ٿي ويو هو. مون آسمان ڏانهن ٻانهون ايبون ڪندي وڏي واڪ چيو ،هن جنگ جو شاهد رهجانءِ ، گواه رهجانءِ -

هٿڻ، هڪلڻ، ٻيلي سارڻ، مانجهيان اي مَرَڪ،
وجهن تان نه فرق، رُڪ وهنديءَ راند ۾.

تڏهن، ڪجهه ماڻهن مون کي ڪنبي ورتو. ٻانهن، ڪلهن ۽ ڪنڌ کان جهلي مون

ڪي خوب ڏونڌاڙيائون- وڏن آوازن ۾ سڏ ڪيائون ، جوڳي ، جوڳي ، جوڳي!

اوچتو ، جنگ بند ٿي ويني. دڦن ، نغارن ، اٺن ، گهوڙن ، بگهڙن ، تلوارن ۽ بندوقن جا آواز ، حملہ آورن ۽ زخمين جا ڪوڪڙاٽ بند ٿي ويا . ماٺ جا مَڻ مٿان لهي آيا . تڏهن بہ مون چپن ۾ جهونگاريو پني 'هٺڻ ، هڪلڻ ، ٻيلي سارڻ ، مانجهيان اي مرڪ- رُڪ وهندي راند ۾ ، وجهن تان نہ فرق .'

'جوڳي ، جوڳي ، جوڳي!' آواز آيو.

مون اطراف جو جائزو ورتو.

سينئر نرس ، سسٽر زيتون ، بہ ٻي ٻين نرسون ، ۽ هڪ بہ وارڊ بوائہ بيٺا هنا .

'تون ٺيڪ تہ آهين نہ ، جوڳي؟' سسٽر زيتون پڇيو.

'مان!' مون تجسس ، ۽ تعجب وچان پڇيو ، 'هتي ڪجهہ ٿيو هو؟'

سسٽر زيتون چيو ، 'تو وڏي واڪ ، رڙيون ڪندي سنڌيءَ ۾ ڪجهہ چيو هو.'

ورجايم ، 'مون سنڌيءَ ۾ ڪجهہ چيو هو!'

سسٽر زيتون وراڻيو ، 'ها ، زور زور سان ڪجهہ چيو هئي ، ۽ ٽنگون ٻانهون ائين پني هلائيہ ، جڻ ڪنهن سان وڙهئين پني.'

ٿڌو ساهہ کنيم. ماميري جي مامہ تانين پهتم. چيم ، 'ها سسٽر وڙهيم پني.!

تعجب وچان پڇيائين ، 'ڪنهن سان؟'

چيم ، 'بگهڙن سان.'

حيرت ولي ويس. چيائين ، 'بگهڙن سان!'

وراڻيم 'ها ، بگهڙن سان ، جن جون زبانون لڙڪندڙ ۽ اکيون ٽانڊن جهڙيون ، ۽ ڏند رت هاڻا هنا.'

نرسن ۽ وارڊ بوائز عجيب نظرن سان هڪٻئي ڏانهن ڏٺو. سندن تجسس مون کي سمجهہ ۾ اچڻ لڳو.

چيم ، 'خواب پني ڏٺم ، بلڪ نائٽ ميئر. تون تہ خواب ڏسندي آهين نہ ، سسٽر زيتون؟'

'ها ، ڏسندي آهيان.' سسٽر زيتون وراڻيو ، 'پر ، اهڙي خوفناڪ نموني جا نہ ، جنهن جو ذڪر تو هينئر ڪيو آهي.'

سسٽر زيتون ٻين نرسن ۽ وارڊ بوائز کي وڃڻ لاءِ چيو. هو هليا ويا.

سسٽر زيتون چيو ، 'خبر اٿئي ، تو ڇا پني ڪيو؟'

چيم ، 'ها وڙهيم پني بگهڙن سان.'

سسٽر زيتون چيو ، 'تو چڙيون پني هڻون ، ۽ رڙيون پني ڪيون- جڻ دورو پيو هجني!'

چيم ، 'مون اڳ بہ خواب ۾ بگهڙ ڏٺا آهن ، پر اهڙي نموني جا خوفناڪ ۽ خونخوار نہ ، جهڙا اڄ ڏٺا اٿم. لڳو پني مون سان گڏ گلاب گونگي ، بريسٽ صحراني ، سندس والده ۽ ٻن پٽن کي بہ چيري ڦاڙي ڇڏيندا.'

سسٽر زيتون ڪجهه ڪجهه حيرت وچان پڇيو، ”اهي سڀئي ڪير آهن ، ڪهڙو واسطو آهي ، هنن جو توسان؟“

تڏهن ، مون کي غلطيءَ جو احساس ٿيو. اسپتال ۾ مان ڊاڪٽر امان الله خان جو مريض هوس. مون کي مٿي ۾ ٽيومر هو. منهنجو آپريشن ٿيڻو هو. اسلام آباد ۾ منهنجو ڪوبہ مٽ مائٽ ڪونهي. ڳالهہ لنوائيندي چيم، ”منهنجا مائٽ آهن ، روهڙيءَ ۾ رهندا آهن.“

پڇيائين ، ”توکي ڏاڍا عزيز آهن؟“

”ها.“ چيم، ”مون کي عزيز آهن، تڏهن تہ خواب ۾ ايندا رهندا آهن ، ۽ خواب ۾ مون سان گڏ پوڄيندا آهن.“

سسٽر زيتون سوچ ۾ پئجي ويئي. پڇيائين ، ”تون ان قسم جا خواب ڏسي پريشان تہ نہ ٿيندو آهين؟“

الائي ڪيئن چپن تي مُرڪ اچي ويئي ، چيم، ”تون ڇا ٿي سمجهين ، ان قسم جا خواب ڏسي ڪو خوش ٿي سگهندو آهي!“

”نہ نہ ، منهنجو مطلب اهو نہ هو.“ سسٽر زيتون بہ ذري گهٽ کلي پئي.

سسٽر زيتون ڏانهن ڏسندي چيم، ”مون ٻڌو آهي، سسٽر جن کي مٿي ۾ ٽيومر هوندو آهي ، سي اڪثر ان قسم جا خواب ڏسندا آهن؟“

اکين ۾ وحشت تري آيس. چيائين، ”نہ نہ. ضروري ناهي. ها ، ڪن مريضن کي ان قسم جا خواب ايندا آهن- سڀني کي نہ.“

سسٽر زيتون کي پڪ هئي تہ منهنجي مٿي ۾ ٽيومر هو، ۽ ايندڙ هفتي منهنجو آپريشن ٿيڻو هو.

چيم، **”سسٽر، مون کي لڳي ٿو، اسان جو معاشرو خونخوار بگهڙن جو معاشرو آهي. خونخوار بگهڙ اسان سڀني کي چيري ڦاڙي ڇڏيندا ، ۽ معاشري ۾ مستحڪم ٿي ويندا.“**

منهنجي ڳالهہ سسٽر زيتون ڏاڍي تعجب سان ٻڌي. پوءِ چڻ بيهر ٻڌڻ لاءِ ڳالهايائين. چيائين ، ”اسان جو معاشرو بگهڙن جو معاشرو آهي!“

”ها سسٽر.“ چيم، ”اسين سڀئي سيهڙ آهيون ، زخمي هرڻ آهيون. خونخوار بگهڙ اسان جي تعاقب ۾ آهن.“

سسٽر زيتون جي اکين مان خوف ظاهر ٿيڻ لڳو.

”هي مون ڇا ٻڌو آهي ، جوڳي؟“ ڊاڪٽر امان الله خان ڪمري ۾ داخل ٿيو.

چيائين ، ”جاڳندي خواب پئي ڏٺني ، يا ننڊ ۾ هئين؟“

چيم، **”ڪجهه ماڻهو جاڳندي خواب ڏسندا آهن، مان انهن مان هڪ آهيان.“**

پڇيائين ، ”ٻيو ڪو پرابلم تہ ناهي نہ؟“

”ڇا جو؟“ پڇيم، ”ڇا جو پرابلم؟“

ڊاڪٽر امان الله خان جواب ڏيڻ کان اڳ سسٽر زيتون ڏانهن ڏٺو.
سسٽر زيتون ڪمري مان هلي وئي.
ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "مجيد کي مون ڪوهاٽ روانو ڪراڻي ڇڏيو آهي. ان قسم جا ماڻهو تنهنجو نقصان ڪندا."
مون ڪجهه نہ چيو.
ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "گلاب جي ضمانت لاءِ مون هڪ سٺو وڪيل ڪيو آهي. سڀاڻي سندس ڪاغذ جج آڏو پيش ٿيندا."
مان خاموش رهيس.
ڳالهائڻ کان اڳ ڊاڪٽر امان الله خان جو چهرو سرخ ٿي ويو. چيائين، "برپٽ ۽ سندس والده جي باري ۾، ۽ ٻنهي جي حوالي سان سڀاڻي تون پريس ڪانفرنس ڪندين". ●

# 33

ڪُل ڪائنات ۾ سڀ کان عظيم رشتو ماءُ جو آهي، پر، مرد شخصي بنيادن تي جنگ فقط محبوبا لاءِ جوٽي آهي. ٽراءِ جي هيلن، مصر جي قلو پطرا ۽ هندستان جي درو پتيءَ لاءِ مرد يادگار جنگيون لڙيون آهن. پر، مون کي ياد نہ پئي آيو تہ تاريخ جي ڪهڙي دور ۾، ۽ ڪڏهن مرد ڪائنات ۾ سڀ کان مقدس رشتي، ماءُ لاءِ ڪا يادگار جنگ جوٽي هئي! سسٽر زيتون مون کي ننڊ لاءِ گوريون ڪاراني وڃي هئي. پر، ڊاڪٽر امان الله خان جي اکين ۾ ماءُ لاءِ جنگ جو ميدان ڏسي گوريون بي اثر ٿي پيون هيون- ۽ ماءُ بہ ڪنهن ٻئي شخص جي!

سموري رات پاسا ورائيندو رهيس، ۽ سوچيندو رهيس. رکي رکي پاڻ کان سوال پڇندو رهيس. ڊاڪٽر امان الله خان معاشري جي بيپناهہ ناانصافين خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ واٽ ڳولي رهيو آهي، يا سچ پچ بريٽ صحرائيءَ جي مظلوم ماءُ لاءِ ڦٽڪي پيو آهي؟ مون وٽ ڪو جواب نہ هو. مون کي ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ پئي آيو. بريٽ صحرائيءَ جي ماءُ لاءِ ڊاڪٽر امان الله خان ايتريقدر جنوني ڇو ٿي پيو هو! ماءُ جي حوالي سان ڪا طويل ڪهاڻي سندس لاشعور ۾ ٻرندڙ جبل جي لاوي وانگر پچري ۽ ڪامي رهي هئي! مون کي ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ پئي آيو. مون کي اهو بہ سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ روپوشيءَ واري ڪيفيت ۾ ڊاڪٽر امان الله خان ڪينئن ۽ ڪهڙي نموني منهنجي پريس ڪانفرنس ڪرائيندو! صحافين کي اسپتال ۾ وٺي ايندو، يا مون کي ڪنهن مخفي مقام تي پريس ڪانفرنس لاءِ وٺي ويندو!

اُٿڻ ۽ وسوسن ۾ الاتي ڪڏهن مون کي ننڊ ڪٽي ويئي. گورين جو اثر هو، يا سموري رات اڻ سُليل سوالن جي جوابن لاءِ ڦٽڪندو رهيو هوس، جو صبح جو اک کلي تہ مٿو ڳرو هو. اکين ۾ چيڪو پئي محسوس ڪيم. واچ ۾ وقت ڏٺم. صبح جا اٺ ٿيا هئا. بيل وڄايم. ڪجهہ گهڙين کان پوءِ هڪ نرس هلي آئي.

ڪانئس پڇيم، "سسٽر زيتون ڪٿي آهي؟"

وراڻيائين، "منجهند جو هڪ وڳي ايندي."

مان سوچ ۾ پئجي ويس. پڇيم، "هتي اسپتال ۾ ڪو هال وغيرہ آهي ڇا؟"

انڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندي وراڻيائين، "نہ."

پنهنجي ساڻ ڳالهايم، چپن ۾ پٽڪيم، تہ پوءِ پريس ڪانفرنس ڪٿي ڪندا؟

نرس پڇيو، "پريس کي ڇا ڪندا؟"

"هون!" مون هڪدم نرس ڏانهن ڏٺو. ڳالهہ بدلائيندي چيم، "اخبارن جي باري ۾

پني سوچيم. ملي سگهنديون؟"

وراڻيائين، "چو نہ، چانهہ سان گڏ موڪليانءِ ٿي."

نرس هلي ويئي. غسلخاني مان وهنجي سهنجي ٻاهر آيس. ميز تي ٻہ اخبارون ۽ چانهہ جي ٽِري رکي هئي. چانهہ جو ڪوپ ٺاهي، اخبارون کڻي ڪرسيءَ تي ويهي رهيس.

اردو اخبار جي پهرين صفحي تي چئن ڪالمن جي سرخيءَ سان اسان جي باري ۾ خبر هئي، منهنجي ۽ گلاب جي باري ۾. اسين تخريبي ڪاروائين ۽ دهشتگرديءَ جو پلان ٺاهي پاڪستان ۾ داخل ٿيا هئاسين. گلاب چند، جو بيان ضمني سٽ ۾ لکيل هو، صحافين آڏو گلاب چند جو ڳالهائڻ کان انڪار. سندس اعترافي بيان پڙهي ٻڌايو ويو.

معاشري ۽ ماحول کان سخت ڪراهت منهنجي وجود ۾ رت وانگر ڊوڙڻ ۽ سوچ وانگر ڪامڻ لڳي. مون محسوس ڪيو، **هيءَ دنيا ڪوڙ، مڪر ۽ فريب جي سِگ تي بيٺل آهي. هتي، اسان مولائين، ۽ بيوقوفن لاءِ زنده رهڻ جي ڪابہ گنجائش نہ آهي.** هيءَ دنيا انهن لاءِ نہ آهي جن دولاب بدران دل جي ڳالهہ مڃي آهي. جن بهارن کان منهن موڙي خزانن سان لڙن لڳايو آهي! نہ ڪڏهن ووٽ ڏنوسين، ۽ نہ ڪڏهن ووٽ وٺڻ جي تمنا ڪئيسين- نہ ڪڏهن قانون ٺاهيوسين، ۽ نہ ڪڏهن قانون ڊاهيوسين. هتان جو قانون اسان لاءِ نہ آهي. اسين هتان جي قانون لاءِ نہ آهيون. بقول اسان جي انقلابي دوست چارڻ چربي جي، هتان جا جيل خانا ۽ ڦاهي گهاٽ اسان لاءِ آهن، ۽ اسين جيل خانن ۽ ڦاهي گهاٽن لاءِ آهيون.

اخبارن ۾ آيل گلاب گونگي ۽ پوليس جي پريس ڪانفرنس جو اکين ڏٺو احوال وحشتناڪ هو. هڪ صحافيءَ جي سوال جي جواب ۾ تہ گلاب زخمي ڇو هو، ذميدار پوليس آفيسر وراڻيو هو،

تفتيش ۽ آڏي پڇا دوران گلاب اوچتو وحشي ٿي پيو. هن اعليٰ آفيسرن ۽ ماتحتن تي حملو ڪري ٻن سپاهين کي زخمي ڪري وڌو، جن کي علاج لاءِ اسپتال ۾ داخل ڪرايو ويو آهي! نتيجي ۾ پاڻ زخمي ٿي پيو!

۽ صحافين سڀ ڪجهہ قبول ڪيو هو!

زندگيءَ ۾ سياست سان منهنجو نہ ڪڏهن سڌو ۽ نہ ڪڏهن اڻ سڌو واسطو رهيو آهي. پر، اخبارون پڙهي، لفظ جي حرمت تان منهنجو ايمان کڄي ويو. مون زندگيءَ ۾ پهريون دفعو سوچيو تہ مان هيءُ ملڪ ڇڏي هليو وڃان ۽ ٻني ڪنهن ملڪ ۾ وڃي سياسي پناهہ وٺان. **جڏهن صحافت جي سچائي حڪومت وقت جو اکيون بند ڪري ساٿ ڏيندي آهي، تڏهن وڻ ڇانو ڏيڻ ڇڏي ڏيندا آهن، ۽ درياهن جي مٺي پاڻيءَ ۾ سمنڊ کاهي پوندو آهي، ۽ مٺي پاڻيءَ کي کارو ڪري ڇڏيندو آهي.**

ڇا جي پريس ڪانفرنس!

مان اُتي ويهي رهيس. مون کي ڪا ضرورت نہ آهي. سڀ ڪجهہ بيڪار ۽ بڪواس آهي. مان پريس ڪانفرنس ۾ شريڪ نہ ٿيندس! **انين ڇو آهي، جو اسان جي زندگي پنهنجي بيگناهي ثابت ڪرڻ جي جدوجهد ۾ بيمقصد گذري ويندي آهي!** چوندا آهن، قانون جي نگاهن ۾ انسان بيگناهہ آهي، جيستائين هو گنهگار ثابت ٿئي. پر، ساڳيو قانون اسان لاءِ ابتڙ آهي. اسين گنهگار آهيون، جيستائين پاڻ کي بيگناهہ ثابت نہ ڪريون.

پريشان ذهن سان فيصلو ڪري ڇڏيم، تہ مان پريس ڪانفرنس ۾ نہ ويهندس. حڪومت جي ڍنڍورچي صحافين سان نہ ڳالهائيندس.

چانهہ ٺري ويني هئي. مون پنهنجي لاءِ چانهہ جو ٻيو ڪوپ ناهيو. اخبارون پلنگ تي اُڇلائي ڇڏيم، ڪرسيءَ تي ويهي رهيس. سِپَ سِپَ ڪري چانهہ پيئڻ لڳس، ۽ پنهنجي آئيندي بابت سوچڻ لڳس.

مون شاليءَ جي سچائيءَ تي شڪ نہ ڪيو، پر سندس صلاح مون کي صحيح محسوس نہ ٿي. ضمانت لاءِ پيش ٿيڻ کان پوءِ پڪ نہ هئي تہ جج، ملڪ سان غداريءَ جي الزام هيٺ تلاش ٿيندڙ مفرور ملزم کي ڇڏي ڏيندو، يا هڪدم پوليس جي حوالي ڪري ڇڏيندو! ڊاڪٽر امان الله خان جو فيصلو مون کي درست لڳو. پر، ڪيستائين؟ مان ڪيستائين نہ ڪيل ڏوهن جا الزام سِرَ تي کڻي مفرورن واري زندگي گذاريندس؟ ڪيستائين؟ مون وٽ ڪو جواب نہ هو. فقط غير يقيني هئي.

گذريل ڇهن ستن ڏينهن دوران رونما ٿيندڙ حالتن جو جائزو ورتم. لڳم تہ تاريخ، تمام گهٽ عرصي اندر پاڻ کي دهرائي رهي هئي، ورجائي رهي هئي. بنگالين وانگر سنڌي هئڻ، ۽ سنڌي سڏائڻ ڏوهہ ٿي پيو آهي. **ملڪ سان غداري، دشمن سان سازباز ۽ دهشتگردي اسان جي نصيب ۾ آئيني ترميم وانگر شامل آهن.** ڇهہ ست ڏينهن اڳ منهنجي خواب ۽ خيال ۾ بہ نہ هو تہ ڪڏهن ڪو اهڙو وقت بہ ايندو جو مان سياسي بنيادن تي حالتن جو چيد ڪرڻ تي مجبور ٿي پوندس. منهنجي وهم ۽ گمان ۾ بہ نہ هو تہ هڪ ڏينهن مان تاريخ جي هڪ دور جو تاريخ جي ٻئي دور سان موازنو ڪندس- پيٽ ڪندس. مان عام رواجي، مولاتي قسم جو هڪ مڙس سموري سانحي کي معاشرتي ناهمواريءَ جي زاويي کان ڏسندس! ذهن جي غفائن ۾ سوالن جا چمڙا ۽ چهرا ويهي رهيا هئا. آخر هن ذهڻ مان ڪينئن نڪربو؟

ان وقت ڊاڪٽر امان الله خان ڪمري ۾ داخل ٿيو. هٿ ۾ بريف ڪيس هوس. بريف ڪيس ميز تي رکي، منهنجي سامهون اچي ويٺو.

”چو؟“ پڇيائين، ”ڏاڍو فڪرمند ٿو لڳين؟“

چيم، "سوچيو اٿم، پريس ڪانفرنس نہ ڪندس. ڪٿن بريٽ صحرانيءَ جا ياڳ."
"ڇو، ڇا ٿيو؟" ڊاڪٽر ذري گهٽ واتڙو ٿي ويو.
پلنگ تان اخبارون کڻي ڪيس ڏيکاريندي چيم، "ڏس، ڏس تہ ڇا لکيل آهي."
اخبارون مون کان وٺي موٽاني پلنگ تي رکيائين چيائين، "مون پڙهيون آهن. خبر اٿني تہ اسان جي ملڪ جو سڀ کان وڏو مسئلو ڪهڙو آهي؟"
ڪجھ نہ چيم، خاموش رهيم.
ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "عام تاثر آهي تہ اسان جي ملڪ ۾ يا تہ فرشتا آباد آهن، يا شيطان. پريس ڪانفرنس ۾ اهو ثابت ڪرڻو آهي تہ هن ملڪ ۾ انسان آباد آهن. ۽ هڪ انسان ڪجھ ڪجھ فرشتو ۽ ڪجھ ڪجھ شيطان ٿيندو آهي." ●

# 34

ان کان اڳ جو مان ڊاڪٽر امان الله خان کان پڇان تہ پريس ڪانفرنس لاءِ صحافي اسپتال ۾ ايندا ، يا مون کي صحافين آڏو پيش ڪرڻ لاءِ اسپتال کان ٻاهر وٺي ويندو، ڊاڪٽر امان الله خان مون کان پڇيو، "ڪيئن جوڳي، پريس ڪانفرنس لاءِ تيار آهين نہ؟"

مان مونجهارن ۾ هوس. جواب ڏيڻي نہ سگهيس.

ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "تنهنجي پريس ڪانفرنس تي گلاب لاءِ ضمانت جو دارو مدار آهي. توکي وضاحت سان، هڪ هڪ نقطي کي سمجهاڻي جواب ڏيڻو پوندو."

مون کي ائين پئي لڳو، ڊاڪٽر امان جڻ تہ قديم دور جو هيڪلو ويڙهاڪ هو، ۽ ڏاڍ ڏمر خلاف جنگ جوٽڻ لاءِ آتو هو. بنا ڪنهن طمع ۽ غرض جي هو اسان جي مدد ڪري رهيو هو. حالتن جي ابتري ڏسي، جتي مراد ٿاٿاري جهڙن دوستن اسان کان منهن موڙي ڇڏيو هو، هڪ اجنبي شخص، ڊاڪٽر امان الله خان اسان جي جنگ وڙهڻ لاءِ تيار ٿي بيٺو هو.

ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "سڀاڻي تنهنجي پريس ڪانفرنس جي ڪاروائي اخبارن ۾ شايع ٿيندي. ساڳئي ڏينهن اسان جا وڪيل گلاب گونگي لاءِ عدالت ۾ ضمانت جا ڪاغذ داخل ڪندا."

پڇيم، "۽ بريٽ صحراڻي؟"

ڊاڪٽر چيو، "منهنجو خيال آهي، صبح وارين اخبارن ۾ پريس ڪانفرنس جي ڪاروائي شايع ٿيندي، ۽ منجهند کان اڳ پوليس وارا بريٽ ۽ سندس والده کي ڇڏي ڏيندا، پر ان کان اڳ اسان کي ڪجهہ ڪرڻو آهي."

ڊاڪٽر امان الله ڏانهن ڏٺم.

چيائين، "هڪ طرف گلاب لاءِ ضمانت جا ڪاغذ داخل ڪيا ويندا، ۽ ساڳئي وقت، ٻئي طرف بريٽ، ۽ سندس والده کي غير قانوني نموني ٿاڻي تي گهراڻي قيد ڪرڻ واري عمل تي پوليس خلاف ڪورٽ ۾ ڪيس داخل ڪيو ويندو. سموري ڪاروائي مڪمل آهي."

مان بنيادي طرح هڪ گيدي ۽ ڊڄڻو شخص آهيان. جهيڙن جهٽن کان پري ڀڄندو رهيو آهيان. ڊاڪٽر امان الله خان جي ڳالهہ ٻڌي مون کي پنهنجي بدن ۾ ڪنبڻي محسوس ٿي. مون کي لڳو پئي، حالتن جن راهن تي مون کي ڌڪي ڇڏيو

هو، انهن راهن تان مونکي اچڻ منهنجي لاءِ محال هو. آئيندو اڻ ڇنو، ۽ مبهم نظر پئي آيو. زندگي هڪ اونداهي سُرنگ ڏانهن وڌندي محسوس پئي ٿي، جنهن جي ٻئي پاسي روشنيءَ جو ترورو نه هو.

ڊاڪٽر امان الله خان بيل وڄائي سسٽر زيتون کي گهرايو.

سسٽر زيتون کي چيائين، 'مريض کي بانپسي لاءِ تيار ڪري آپريشن ٿيٽر ۾ پهچايو.'

مون وانڌرو ٿي اول ڊاڪٽر امان الله ڏانهن ۽ پوءِ سسٽر زيتون ڏانهن ڏٺو.

ڊاڪٽر امان چيو، 'بانپسيءَ لاءِ مون کي ڪنهن به نرس جي مدد جي ضرورت نه آهي.'

هاڪار ۾ سسٽر زيتون ڪنڌ لوڏيو.

ڊاڪٽر امان الله پنهنجو بريف ڪيس کڻي هليو ويو، هڪ ڪن ۾ بيٺي پير مونکي آيو. ڪمري ۾ اندر نه آيو. در وٽان ڳالهايائين، چيائين، 'فڪر مند ٿيڻ جهڙي ڪا ڳالهه نه آهي.'

ڊاڪٽر امان هليو ويو.

سسٽر زيتون تعجب وچان چيو، 'بانپسيءَ ۾ هونءَ ته ڊاڪٽر کي هڪ ٻن نرسن جي مدد جي خاص ضرورت محسوس ٿيندي آهي، پر هيءُ پهريون دفعو آهي، جو ڊاڪٽر امان اڪيلي سر بانپسي ڪري رهيو آهي.'

منهن تي ڪوڙي مُرڪ آڻي مون سسٽر زيتون ڏانهن ڏٺو.

سسٽر زيتون پڇيو، 'پنهنجي ڪنهن دوست يا مٽ مائٽ کي گهرائڻ چاهين ٿو؟'

چيم، 'نه. هن شهر ۾ منهنجا دوست ۽ منهنجا مٽ مائٽ توهين آهيو.'

ان ڪان پوءِ، جيئن ڪنهن مريض کي ننڍڙي آپريشن لاءِ تيار ڪبو آهي، سسٽر زيتون مون کي تيار ڪيو.

چيائين، . 'آپريشن ٿيٽر جو جانزو وٺ ، مان مونکي ٿي اچان. تون پلنگ تي ليٽي پئُ.'

سسٽر زيتون هلي ويئي.

اڪيلائيءَ ۾ سوچ ۽ وسوسن جا در کلي پوندا آهن. مون محسوس ڪيو ته نظر نه ايندڙ ڪو سرجن منهنجي وجود جي آپريشن ڪري رهيو آهي. ان ڏينهن ڪان آپريشن ڪري رهيو آهي، جنهن ڏينهن ڪان گلاب گونگي کي گرفتار ڪيو ويو آهي، ۽ پوليس مون کي گرفتار ڪرڻ لاءِ منهنجي ۽ منهنجن دوستن جي گهرن تي ڇاپا هڻي رهي آهي. مون کي لڳو پئي ته آپريشن مڪمل ٿيڻ ڪان پوءِ مان اُهو نه رهندس، جيڪي هوس. ڊڄڻو، گيدي ۽ ڪانئر! نظر نه ايندڙ سرجن جي آپريشن ٿيٽر مان ٻاهر اچڻ ڪان پوءِ مان مختلف شخص هوندس. **اُهو وقت ضرور ايندو، جڏهن موت منهنجي لاءِ پنهنجي اهميت وڃائي ويهندو.**

ٿوريءَ دير ڪان پوءِ سسٽر زيتون مونکي آئي. چيائين، 'ڊاڪٽر امان الله خان تنهنجو انتظار ڪري رهيو آهي.'

مان اُٿي بيٺس. سوچيم، **مان ڪھڙي نہ عجيب آپريشن لاءِ آپريشن ٿيٽر ڏانھن وڃي رهيو آهيان، جتي ڇُرين، چاقن، قينچين ۽ اوزارن بدران لفظن سان منهنجو آپريشن ڪيو ويندو. اهڙي آپريشن جو مون ڪان اڳ شايد ڪنهن تصور بہ نہ ڪيو هوندو!**

ڪمري مان نڪري مان ورانڊي ۾ وڃي بيٺس. ورانڊو اصل ۾ ڪجھ دير لاءِ ويهي انتظار ڪرڻ وارو ڪمرو هو، جنهن کي ويٽنگ روم چوندا آهن. چئني طرف صوفا سيٽ رکيا هئا. وچ ۾ افغاني غاليچا ۽ غاليچن تي سينٽر ٽيبلون. اسپتال ۾ داخل ٿيڻ وقت مون ويٽنگ روم جو جائزو نہ ورتو هو. تڏهن، مان ذاتي پريشانين ۾ ايتريقدر وڪوڙيل هوس، جو ڊاڪٽر امان الله خان جي ڪڍ اندر هليو آيو هوس.

سسٽر زيتون پڇيو، "ڇا پيو ڏسين؟"

چيم، "اسپتال ۾ اچڻ وقت مون هيءُ ڪمرو نہ ڏٺو هو."

سسٽر زيتون چيو، "هرڪو اچڻ وارو هن ڪمري ۾ ڪجھ دير لاءِ ويهي رهندو آهي."

مون غور ڪيو تہ ڪمري ۾ مون کي ڪا بہ جديد شيءِ نظر نہ آئي. سڀ ڪجھ، فرنيچر، درن درين تي پڙدا، بتيون، غاليچا، سڀ ڪجھ قديم هو، فنڪاريءَ جو نادر نمونو هو. ڀتين تي اعليٰ قسم جا پينٽ ڪيل پورٽريٽ ۽ تصويرون لڳل هيون. تصويرن جا فريم اهڙا سهڻا، جو اڄوڪي دور ۾ تصور بہ ڪري نہ ٿو سگهجي. مون کي ائين لڳو، ڄڻ ڪنهن ميوزيم ۾ بيٺو هوس.

"اصل ۾ هيءَ جاءِ، ڊاڪٽر درانيءَ جو گھر آهي، رهائش گاه آهي." سسٽر زيتون چيو، "پوءِ، الائي ڪهڙو خيال آيس، جو سپر مارڪيٽ واري اسپتال بند ڪري، هتي، پنهنجي گھر ۾ اچي اسپتال کولي ائائين. هتي آني بہ پنج ڇھ سال ٿي ويا اٿس."

سسٽر زيتون ۽ مان سٽنگ يا ويٽنگ روم مان نڪري وياسين. آپريشن ٿيٽر هيٺين منزل تي، گرائونڊ فلور تي هو. ڏاڪڻ لهندي سسٽر زيتون چيو، "آپريشن ٿيٽر اصل ۾ هن گھر جو ڊائيننگ روم هو، جتي سموري گھر جا ڀاتي مقرر وقتن تي گڏجي ماني کائيندا هئا."

ڏاڪڻ لهندي منهنجو سمورو ڌيان سسٽر زيتون ڏانھن هو. آخري ڏاڪي وٽ، مٿي ويندي، ڪو شخص منهنجي پاسي کان ٿيهي رهيو. مون کي لڳو، هو ڄڻ تمام غور سان مون ڏانھن ڏسي رهيو هو.

"جوڳي!" مون ٻڌڪو ٻڌو.

مون ڪنڌ ورائي ڏٺو. مراد ناٿارو بيٺو هو.

لفظ جوڳيءَ تي سسٽر کي تعجب ٿيو. مان هن لاءِ قلندر هوس.

"جوڳي تون اسپتال ۾ ڪيئن!" مراد ٺاٺاري تعجب وچان پڇيو، "خير تہ آهي نہ. تون ٺيڪ تہ آهين نہ؟"

مراد ٺاٺاري جي همدردي مون کي سمجهہ ۾ نہ آئي. هن مونسان فون تي ڳالهائڻ گوارا نہ ڪيو هو. مان سمجهان ٿو، اسپتال ۾ ڏسي، بي ساختہ هن جي وات مان ڪجهہ جملا نڪري پيا هئا، ورنہ عام حالتن ۾ هو مون سان هرگز نہ ڳالهائي ها. ان کان اڳ جو مان ڪجهہ چوان، سسٽر زيتون چيو، "توهان کي غلط فهمي ٿي آهي. هن جو نالو قلندر آهي."

"قلندر!" مراد ٺاٺارو وائڙو ٿي ويو. هو وک کن مون کان پري ٿي بيٺو. سسٽر زيتون جي ڳالهہ تي يقين نہ آيس.

پڇيائين، "توکي يقين آهي تہ هيءُ جوڳي نہ آهي؟"

سسٽر زيتون وراڻيو، "هن جو نالو قلندر آهي. هن کي برين ٽيومر آهي. ڪجهہ دير کان پوءِ هن جي بائپسي ٿيڻي آهي."

مراد ٺاٺارو وائڙو ٿي ويو. مون کان پڇيائين، "اهين ڪيئن ممڪن آهي، جو تون جوڳي نہ آهين! مون کي پڪ آهي تہ تون جوڳي آهين."

"نہ جاني." وراڻيم، "توکي غلط فهمي ٿي آهي، مان جوڳي نہ آهيان. مان قلندر آهيان. مون کي برين ٽيومر آهي."

سسٽر زيتون ءِ مان آپريشن ٿيٽر ڏانهن وڃي وياسين. ●

# 35

مون اڳ آپريشن ٿيٽر زندگيءَ ۾ ڪڏهن به نه ڏٺو هو. ڊاڪٽر امان الله خان آپريشن ٿيٽر جي ٻاهران، در وٽ بيٺو هو. مون کي ڏسي منهن تي مُرڪ تري آيس. مُرڪ لاءِ مون کي ڪو خاص سبب سمجهه ۾ نه آيو. مون کي مريضن واري لباس ۾ ڏسي شايد کيس منظر مضحڪه خيز محسوس ٿيو هو. کيس ويجهو پهتاسين ته هن سسٽر زيتون سان ڳالهايو. چيائين، "ٿينڪ يو سسٽر. مون کي ٻن ڪلاڪن تائين ڪم ڪرڻو آهي. جيستائين مان مريض کي وٺي آپريشن ٿيٽر مان ٻاهر نه اچان، مون کي ڊسٽرب نه ڪيو وڃي."

"ٺيڪ آهي." سسٽر زيتون چيو، "مان پاڻ خيال رکنديس ته توهان کي بائپسيءَ دوران ڊسٽرب نه ڪيو وڃي."

ان مهل سسٽر زيتون مون کي ڏاڍي ٻاجهاري محسوس ٿي. منهنجي سامهون اچي بيٺي. چيائين، "ڪو فڪر نه ڪر. سڀ ٺيڪ ٿي ويندو."

آواز اوچتو ڀورو ٿي پيس. هيڏانهن هوڏانهن ڏسي ڊاڪٽر امان الله خان سان ڳالهايائين. چيائين، "خبر اٿني، هيڏانهن ايندي، ڇا ٿيو. ڏاڪڻ وٽ هڪ اوپرو شخص اسان کي مليو. قلندر کي ڏسي منجهي پيو. هن کي پنهنجو ڪو دوست سمجهيائين. جوڳي!"

ڊاڪٽر امان الله خان ٿورڙو ڇرڪيو. هن مون ڏانهن ڏٺو.

مون سسٽر زيتون کي چيو، "ممڪن آهي منهنجي شڪل سندس دوست جوڳيءَ سان هوبهو ملندي هجي! ڪهڙي خبر! ائين ٿيندو آهي ته زندگيءَ ۾، جو اوچتو ڪنهن کي ڪٿي ڏسندا آهيون، کيس سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون. الائي ڇو ائين ٿيندو آهي!"

"ائين ٿيندو آهي. ان موضوع تي گذريل صديءَ ۾ ڏاڍو بحث هليو هو." ڊاڪٽر امان الله خان مون کي ڪلهي تي هٿ رکندي چيو، "قلندر، اچُ."

مان ڊاڪٽر امان الله خان جي ڪڍ آپريشن ٿيٽر ۾ داخل ٿيس. آپريشن ٿيٽر، اصل ۾ هڪ وڏو هال هو، جيئن سسٽر زيتون ٻڌايو هو ته ڊائيننگ هال هو، يعني ماني کائڻ لاءِ ڪمرو هو. ڏاڍو ڪشادو هو، ۽ مختلف قسم جي سائنسي اوزارن سان ڀريل هو. ڪمري جي وچ ۾ ست اٺ اسپاٽ لائيٽ قسم جون بتيون هڪ دائري ۾ ڇت سان لٽڪي رهيون هيون. مون ٽيليويزن پروگرامن ۾ ان قسم جون بتيون ۽ آپريشن ٿيٽر ڏٺو هو. مون کي ڪجهه ڪجهه تعجب ٿيو، جو دائري

۾ ٻرندڙ بتين هيٺان آپريشن لاءِ ٽيبل بدران عام رواجي ٽيبل رکي هئي. ٽيبل تي ٻه ڪيسيٽ رڪارڊر ۽ ڪجهه ڪيسيٽون رکيون هيون.

مون اچا آپريشن ٿيٽر جو جائزو پئي ورتو، جو ڊاڪٽر امان الله خان پڇيو، "هو ڪير هو؟"

"ڪير، ڪير هو؟" مون ورائي پڇيو.

"جنهن توکي سچاتو هو؟" ڊاڪٽر امان پڇيو.

وراڻيم، "خبيث قسم جو هڪ شخص هو. دم دوستيءَ جو پريندو آهي، پر اول نمبر جو ياڙيو آهي. نالو اٿس مراد ناٺارو"

پڇيائين، "ڪيس خبر آهي ته پوليس تنهنجي ڳولا ۾ آهي."

"ڪيس خبر آهي ته پوليس جوڳيءَ جي تلاش ۾ آهي." چيم، "مون ۽ سسٽر زيتون کيس يقين ڏياريو ته مان جوڳي نه آهيان. منهنجو نالو قلندر آهي."

"بهرحال، نيڪ نه ٿيو." ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "شڪ چيت وانگر ٿيندو آهي. دل ۾ چيندو رهندو آهي."

"مراد ناٺارو وڏو آڙي ڪاپ آهي." چيم، "توهه ضرور رکندو. هونءَ به، جنهن سان اُٿڻ ويهڻ هجي، ڇهن ستن ڏينهن اندر تنهن کي سچاڻڻ ۾ دوکو کائڻ امڪان کان ٻاهر آهي."

پڇيائين، "ايجنٽ ته ناهي؟"

چيم، "مان نه ٿو ڀانيان ته مراد ناٺارو ايجنٽ آهي. مراد ناٺاري جي اک ٻاويهين گريڊ تي آهي. اسان جهڙن مولائين کان ڪَني ڪٽائيندو آهي."

ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "مان سمجهان ٿو، پڪ ڪرڻ لاءِ هو موٽي ايندو. توکي هن کان پري رهڻو آهي. نيڪ آهي؟"

چيم، "نيڪ آهي."

چيائين "پريس ڪانفرنس کان پوءِ مان ڪياڙيءَ وٺان وار ڪوڙي تنهنجي بينڊيج ڪري ڇڏيندس."

اچرج ٿيو. پڇيم، "پر ڇو؟"

چيائين، "جيڪڏهن تو وارو دوست، ناٺارو، موٽي اچي ۽ اوچتو تنهنجي منهن چڙهي وڃي ته بينڊيج ڏسي کيس پڪ ٿئي ته تون ٻيو ڪو شخص آهين، ۽ توکي برين ٽيومر آهي، ۽ سڀ کان وڏي ڳالهه، سسٽر زيتون کي به ته يقين ڏيارڻو آهي ته تنهنجي بائپسي ٿي آهي."

الاني ڇو اهو سڀ ڪجهه مون کي ڊرامائي ۽ اضافي محسوس ٿيو. هڪ صحتمند شخص کي مٿي ۾ ڪينسر جو مرض ڏيڻي، نرسن کان ڪيستائين لڪائي ۽ مخفي رکي سگهجي ٿو! مون کي ڪجهه به سمجهه ۾ نه پئي آيو.

ڊاڪٽر امان الله چيو، "تون هن ڪرسيءَ تي ويهي رهه."

دانري ۾ لڳل بتين هيٺان رکيل ميز جي سامهون مان ڪرسيءَ تي ويهي رهيس. رکي رکي خيال پئي آيو تہ صحافي ڪٿي آهن! پاسي واري ڪنهن ڪمري ۾ ويٺا آهن! اوچتو نڪري ايندا! مون کي مختلف سوالن سان ورائي ويندا!

ڊاڪٽر امان چيو، 'هيءَ اليڪٽرانڪ پريس ڪانفرنس آهي. سسٽم سمجهي ڇڏ.'

مان ڊاڪٽر امان الله ڏانهن ڏسڻ لڳس.

ڊاڪٽر امان الله ميز تي رکيل ٻن ڪيسٽ رڪارڊرن ڏانهن اشارو ڪندي چيو، 'هيءُ ڪيسٽ رڪارڊر اي آهي، ۽ هيءُ بي آهي.'

ڪيسٽ رڪارڊر بي ڪٿي منهنجي آڏو رکيائين. ڪيسٽ رڪارڊر جي ڪنڊينسر مائيڪرو فون جو رخ مون ڏانهن ڪندي چيائين، 'سمورن سوالن جا مفصل جواب توکي هن ڪيسٽ رڪارڊر ۾ رڪارڊ ڪرائڻا آهن- ۽ جواب رڪارڊ ڪرائڻ لاءِ هي ڪيسٽ آهن.'

ڊاڪٽر امان الله خان ڇهہ ڪيسٽ، جن تي وڏن اکرن ۾ اي لکيل هو، منهنجي سامهون رکيا. هڪ هڪ ڪيسٽ سٺ منٽن جي دورانيہ جو هو. مون ڊاڪٽر امان کان پڇيو، 'ڊاڪٽر، انٽرويو ڇهہ ڪلاڪ هلندو ڇا؟'

'ضروري ناهي.' ڊاڪٽر امان ٻيو ڪيسٽ رڪارڊر پنهنجي سامهون رکندي چيو، 'هيءُ ڪيسٽ رڪارڊر اي آهي. هن ۾ هڪ ڪيسٽ، رڪارڊ ٿيل، لڳل آهي. ڪيسٽ تي راولپنڊي ۽ اسلام آباد جي نامور صحافين جا سوال رڪارڊ ٿيل آهن. توکي هڪ هڪ سوال غور سان ٻڌڻو آهي، ۽ پوءِ تفصيل سان هڪ هڪ سوال جو جواب رڪارڊ ڪرائڻو آهي- بي ڪيسٽ رڪارڊر تي. سوالن واري ڪيسٽ جو دورانيو سٺ منٽ آهي. جوابن جي دورانيہ جو دارو مدار تنهنجن جوابن تي آهي.'

تڏهن مون کي پريس ڪانفرنس مان صحافين جي غير موجودگي سمجهہ ۾ آئي.

'ڪينن!' ڊاڪٽر امان پڇيو، 'پريس ڪانفرنس لاءِ تيار آهين نہ؟'

هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندي چيم، 'ها، مان تيار آهيان.'

ڊاڪٽر امان الله خان آپريشن ٿيٽر جي ٻرنين پاسي هليو ويو. اول اندر اچڻ لاءِ در کي تالو هنيائين. پوءِ انٽر ڪام جو رسيور کڻي ڪو نمبر ڊائل ڪيائين. گهڙيءَ کن ڪان پوءِ ڳالهايائين. چيائين، 'سسٽر، ڪجهہ بہ ٿي پوي، ڪم ۾ مون کي هرگز ڊسٽرب نہ ڪيو وڃي.'

هن انٽر ڪام جو رسيور رکي ڇڏيو. ڪمري جون اضافي بتيون وساڻي ڇڏيائين. دانري وارين بتين جي روشنيءَ ۾ هو منهنجي سامهون ميز جي ٻئي پاسي ڪان اچي ويٺو. ڪيسٽ رڪارڊر اي پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتائين.

ماحول مون کي پُر اسرار محسوس ٿيڻ لڳو.

ڊاڪٽر امان الله چيو، 'پنهنجو رڪارڊر لوڊ ڪر.'

ڇهن مان هڪ ڪيسٽ ڪڍي، ڪنبندڙ هٿن سان مون پنهنجي سامهون رکيل ڪيسٽ رڪارڊر ۾ وجهي ڇڏي.

ڊاڪٽر امان پنهنجي سامهون رکيل ڪيسٽ رڪارڊر جو پلي وارو سنچ هيٺ ڪري ڇڏيو.

ڪيسٽ رڪارڊر مان آواز آيو، "پنهنجي نوعيت جي نرالي پريس ڪانفرنس ۾ اسين، راولپنڊي ۽ اسلام آباد جا صحافي مفرور ملزم جوڳيءَ کي خوش آمديد چئون ٿا." ●

# 36

ڪيسٽ رڪارڊر تي ڪنهن اجنبي صحافي يا شخص جو آواز ٻڌي مان وائڙو ٿي ويس. مون هٿ وڌائي ڪيسٽ رڪارڊر بيهاري ڇڏيو.

"اهو ڇا پيو ڪرين؟" "ڊاڪٽر امان الله خان چيو." صحافين جي صدر توڪي ويلڪم ڪيو آهي، تنهنجي آجيان ڪئي آهي. هن اجا توڪان ڪو سوال نہ پڇيو آهي. سوال ٻڌڻ کان پوءِ جواب لاءِ هيءُ ڪيسٽ رڪارڊر بند ڪبو، ۽ تو وارو ڪيسٽ رڪارڊر هلائبو."

ڊاڪٽر امان الله خان ڪيسٽ کي ريوائينڊ ڪيو ۽ ٻيهر آن ڪرڻ کان اڳ چيو، "آجيان کان پوءِ صحافين جي صدر جو سوال ٻڌ ۽ پنهنجي رڪارڊر ۾ ان جو جواب ڏي."

ڊاڪٽر امان الله خان ڪيسٽ رڪارڊر آن ڪري ڇڏيو. آواز آيو، "پنهنجي نوعيت جي نرالي پريس ڪانفرنس ۾ اسين، روالپنڊي ۽ اسلام آباد جا صحافي مفرور ملزم جوڳيءَ کي خوش آمديد چئون ٿا."

مون ڊاڪٽر امان ڏانهن ڏٺو.

ڪيسٽ هلندو رهيو. ڪيسٽ رڪارڊر مان تاڙين جو آواز آيو، انين، جڻ مان صحافين آڏو پريس ڪلب ۾ ويٺو هوس. هو مون کي ڏسي رهيا هئا ۽ مان ڪين ڏسي رهيو هوس.

تاڙين جو آواز ختم ٿيو. صحافين جي صدر پريس ڪانفرنس ۾ سوالن جو آغاز ڪندي پڇيو، "جوڳي، تنهنجي ڏوهہ جي نوعيت ڪهڙي آهي، تون ڪو دهشتگرد آهين، ٻاهرين ڪنهن ملڪ جو ايجنٽ آهين، يا فقط سياسي ڪارڪن آهين، ۽ احتجاج بلند ڪري رهيو آهين؟"

ڊاڪٽر امان الله خان ڪيسٽ رڪارڊر بند ڪري ڇڏيو. چيائين، "هاڻي پنهنجو ڪيسٽ رڪارڊر آن ڪر، ۽ سوال جو سوچي سمجهي جواب ڏي."

چيم، ڪجھ خفي ٿيندي، "يار، مون ڪو ڏوهہ نہ ڪيو آهي ۽ نہ ئي مان ڪو دهشتگرد آهيان."

"ترس." ڊاڪٽر امان مون کي ڳالهائڻ کان روڪيو.

چيائين، "اهوئي جواب تون پنهنجي ڪيسٽ رڪارڊر ۾ رڪارڊ ڪر."

ڊاڪٽر امان ڪيسٽ رڪارڊر آن\پلي ڪري ڇڏيو.

مون کي اشارو ڪيائين، جڻ چوندو هجي، ڳالهاءِ!

مون ڳالهايو. چيم، ”مان نہ تہ مغرور ڌوهاري آهيان ۽ نہ دهشتگرد آهيان. مون کو ڏوهہ نہ ڪيو آهي. مان سياسي ڪارڪن بہ نہ آهيان. سرڪاري ملازم آهيان.“

مون ڊاڪٽر امان ڏانهن ڏٺو. هن هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو ۽ مون ڪيسٽ رڪارڊر بند ڪري ڇڏيو.

”سڻو.“ چيائين، ”هڪ هڪ سوال جي جواب کان پوءِ ايتري دير ترسين، تہ پوءِ انٽرويو ۾ ڪي هفتا لڳي ويندا. تون سمورو معاملو سمجهي ويو آهين. سوال ٻڌندو وڃ، ۽ پنهنجو جواب رڪارڊ ڪرائيندو وڃ.“

ڊاڪٽر امان ڪيسٽ رڪارڊر آن ڪري ڇڏيو. آواز آيو، ”جوڳي، اسلام آباد اچڻ لاءِ تو وٽ ڪهڙو سبب هو؟“

سوال وارو ڪيسٽ رڪارڊر ڊاڪٽر امان بند ڪري ڇڏيو. مون جوابن وارو ڪيسٽ رڪارڊر آن ڪري ڇڏيو. چيم، ”اسان جو، روهڙيءَ ۾ هڪ مانٽ هو، ۽ دوست بہ هو، اسلام.. قاضي محمد اسلام آف قاضي محلہ روهڙي شريف. ايم اي، ايم ايس سي، ايم ڪام، ۽ اِن قسم جون انيڪ ڊگريون وٺڻ کان پوءِ بہ نوڪري وٺي نہ سگهيو هو. اسلام ٽپڙ ٻڌي اسلام آباد روانو ٿيو، نوڪريءَ جي تلاش ۾. نوڪري درڪنار، اسلام اهڙو ويو، جو اسلام آباد ۾ گم ٿي ويو. نہ خط نہ پٽ، نہ نياپو، نہ سنيهو. مون کي روهڙيءَ ۾ وڏو آڙيڪاپ سمجهندا آهن. ڪجين تي چڙهي ويندو هوس، ۽ ڏوڪا پٽي ڪائيندو هوس. نيٺ، صلاح مشورن کان پوءِ مانٽن اسلام آباد ۾ اسلام جي ڳولا لاءِ مون کي روانو ڪيو. بس، تڏهن کان مان اسلام آباد ۾ آهيان.“

ڊاڪٽر امان الله مون ڪي مُٺ بند ڪري آڱوٺو ڏيکاريو. اڄ ڪلهہ جي شهري رواج موجب آڱوٺو ڏيکارڻ جو مطلب آهي، واه ڪمال ڪري ڇڏيو اٿئي!

مختلف صحافي هئا، ۽ مختلف آوازن ۾ سوال رڪارڊ ڪيل هئا.

اڳئين سوال ۾ هڪ صحافيءَ پڇيو، ”تنهنجو سائي دهشتگرد، ۽ پوليس چوائي تخريبڪار گلاب چند ڪير آهي. هن تخريبي پروگرامن جو تفتيش دوران اعتراف ڪيو آهي.“

ڏاڍي ڪاوڙ لڳي. سوال پڇندڙ سامهون هجي ها، تہ مٿو پچي ڇڏيانس ها. مون ڊاڪٽر امان الله ڏانهن ڏٺو. هن هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو، جڻ چوندو هجي، مٿو پچي ڇڏينس.

مون جواب رڪارڊ ڪرائيندي چيو، ”گلاب جو نالو گلاب چند نہ آهي. گلاب جو پورو نالو گلاب احمد قريشي آهي. روهڙيءَ جا قاضي ۽ قريشي پاڻ ۾ مانٽ آهن. مان يقين سان چئي سگهان ٿو تہ گلاب تفتيش دوران ڪنهن بہ قسم جو بيان نہ ڏنو آهي. گلاب پيدائشي گونگو آهي. گلاب کان وڌيڪ سهاجهڙو شخص مون

زندگيءَ ۾ اڄ تائين نہ ڏٺو آهي.“
ڊاڪٽر امان مون کي آڱوٺو ڏيکاريو.
ڪانفرنس، يا انٽرويو هلندو رهيو. اِن قسم جي پريس ڪانفرنس کي اِنٽرويو سڏڻ وڌيڪ بهتر آهي.
ڪيسٽ رڪارڊر مان اڳيون سوال ٻڌم, ”گلاب ڪهڙي ارادي سان اسلام آباد آيو هو؟“
جواب رڪارڊ ڪرائيندي چيم, ”مان آهيان تہ وڏو آڙيڪاپ قسم جو ماڻهو، پر اسلام آباد ۾ مان اسلام کي ڳولڻ ۾ بلڪل ناڪام ٿي پيو هوس. مون روهڙيءَ ۾ سمورن ماڻهن ۽ دوستن کي مايوس ڪري ڇڏيو هو. ناڪام ٿي، ڪهڙو منهن کڻي ڳوٺ وڃان ها، سو انگن اکرن واري محڪمي ۾ سنڌ رورل جي ڪوٽا تي هڪ نوڪري هٿ ڪري ويهي رهيس. مون کان مايوس ٿي وڃڻ کان پوءِ ماڻهن اسلام جي ڳولا ۾ گلاب کي اسلام آباد روانو ڪيو. گلاب پيدائشي گونگو آهي، پر بي انتها ذهين آهي. پر، اسلام آباد ۾ ذهانت ڪم نہ آيس. پاڻ کي مارايائين، اسان جي سموري سنگت کي ماراڻي وڌائين.“
ڊاڪٽر امان مون کي آڱوٺو ڏيکاريو.
ڪيسٽ رڪارڊر بند ڪندي چيم, ”ڊاڪٽر مان شهري ضرور آهيان، پر خدا جي واسطي مون کي آڱوٺو نہ ڏيکار.“
”ساري.“ ڊاڪٽر کلي پيو. چيائين,“ آزاد قبائل ۾ هڪ دفعي آڱوٺو ڏيکارڻ جي ڳالهہ تان هڪ سردار مون کي ذري گهٽ قتل ڪري ڇڏيو هو.“
مون سوالن وارو ڪيسٽ رڪارڊر هلائي ڇڏيو. سوال پڇندو ويو, ”تون ۽ گلاب لڳ ڀڳ ڪهڙي دور ۾ اسلام آباد آيا هئا؟“
مون سوچيندي جواب ڏنو، ”مون کي سن تہ چڱي طرح ياد ناهي، پر سمجهان ٿو دور اُهوئي هو، جڏهن جنرل ضيا اسلام جي خدمت لاءِ بنا مقابلي پاڻ کي وڌيڪ پنجن سالن لاءِ صدر چونڊايو هو.“
اڳيون سوال ٻڌم. پڇيل هو، ”گلاب چند آڏيءَ پڇا دوران اعتراف ڪيو آهي تہ توهان اسلام آباد جي ريلوي اسٽيشن کي بم سان اڏائڻ جو پروگرام ٺاهيو هو. اِهو الزام ڪيتريقدر صحيح آهي؟“
جواب رڪارڊ ڪرائيندي چيم, ”اِهو الزام ايتريقدر صحيح آهي جيترو اسلام آباد جي ريلوي اسٽيشن. ايچ نوَ ۽ آئي نَو جي وچ ۾ فيڪٽرين لاءِ جتي سامان لهندو آهي، تنهن جو نالو مارگلہ اسٽيشن آهي، جتي ورلي بني بشر نظر ايندو آهي. سمورو مال ٽرڪن ذريعي ايندو آهي. مان توهان کي ٻڌائي چڪو آهيان تہ آڏي پڇا دوران گلاب جي اعتراف واري ڳالهہ سراسر بڪواس آهي. گلاب پيدائشي گونگو آهي.“

ڪيسٽ رڪارڊر بند ڪندي، ڊاڪٽر ڪي چيم، "هي تہ ساڳيا ساڳيا سوال پڇي رهيا آهن. ڇريا آهن ڇا؟"

"هيءَ اليڪٽرانڪ ڪانفرنس آهي." ڊاڪٽر امان وراڻيو، "هن ڪانفرنس ۾ سوال وچان سوال ڪڍڻ ناممڪن آهي. توڻ جواب رڪارڊ ڪرائيندو وڃ . جيڪڏهن ڪجھ سوالن جا جواب ملندڙ جُلندڙ هجن، تڏهن بہ رڪارڊ ڪرائي ڇڏ."

هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيم.

اڳيين سوال ۾ پڇيائون، "توهان ٻنهي جا ٻيا ڪهڙا ساٿي اسلام آباد آيا آهن."

سوال ٻڌي باه وٺي ويني. جواب ڏيندي چيم، "گلاب گونگو ۽ مان دهشتگرد ۽ تخريبڪار وغيره نہ آهيون. اسين سياسي ماڻهو بہ نہ آهيون. اسان جي ملڪ ۾ سياست پيٽ ڀرين جو کيل آهي. گلاب گونگو ۽ مان مولائي آهيون. سياست اسان جي وس جو ڪم نہ آهي. ها، باقي پليس مينٽ بيورو معرفت ڪجھ سنڌي اسلام آباد آيا آهن، پر هو دهشتگرد نہ آهن. سنڌين جي باري ۾ اِهو الزام لغو آهي."

ٻيو سوال ٻڌم، "بريٽ صحراڻي ڪير آهي؟"

"منهنجو دوست آهي، سنگتي ۽ ساٿي آهي." جواب رڪارڊ ڪرائيندي چيم، "هو ايترو ئي ڏوهاري آهي جيترو مان ۽ گلاب گونگو. ست اٺ ڀار اٿس. پنجن سالن جي بيروزگاريءَ کان پوءِ کيس وڏي جاکوڙ کان پوءِ، سابہ پليس مينٽ بيورو معرفت نوڪري ملي آهي. ڇريو ٿيو آهي ڇا جو ٻارن لاءِ مانيءَ بدران گوليون خريد ڪندو! في الحال، بريٽ صحراڻيءَ جي ڳالھ ڇڏيو. بريٽ جي پوڙهي ماءُ ڪهڙو ڏوه ڪيو آهي، يا ڪري سگهي ٿي، جو اسلام آباد جي پوليس کيس ٿاڻي تي ويهاري ڇڏيو آهي. مان جڏهن بہ بريٽ جي ماءُ کي ڏسندو آهيان، مون کي بي بي مريم ياد ايندي آهي."

اوچتو آپريشن ٿيٽر اونده ۾ غرق ٿي ويو. هڪ لمحي لاءِ محسوس ٿيو ڄڻ سڀ ڪجھ ختم ٿي ويو.

"گهٻرائجان نہ. "ڊاڪٽر امان چيو." هتي اڪثر بجليءَ جو نظام درهم برهم ٿي ويندو آهي. مون وٽ بيٽري سيل آهن. ايمرجنسي لائٽ بہ هتي ڪٿي رکي آهي. بدبختن شايد ڪنيڪشن ڪڍي ڇڏيو آهي. اسين انٽرويو جو سلسلو جاري رکنداسين."

ڊاڪٽر امان الله خان اونده ۾ ايمرجنسي لائٽ ڳولڻ لڳو. مان اونده ۾ ماٺ، ويٺو رهيس. ●

## 37

آپريشن ٿيٽر جي گگهه اونده ۾ ڊاڪٽر امان الله جهڙي نموني هليو پئي، محسوس ڪيو ڄڻ چيتي وانگر ڪيس سڀ ڪجهه نظر آيو پئي. انٽرويو لاءِ آپريشن ٿيٽر ۾ داخل ٿيندي مون ڏٺو هو تہ سموري ٿيٽر ۾ مختلف نوعيت جا سائنسي، ۽ جراحيءَ جا اوزار، اسٽول، ڊرپ ۽ رت جون بوتلون، ٽنگڻ لاءِ اسٽينڊ، اينيسٿيا ۽ آڪسيجن ڏيڻ واريون مشينون، آپريشن دوران دل جي ۽ نبض جي رفتار ڏسڻ لاءِ مانيٽر ۽ ان قسم جا انيڪ سامان رکيا هئا. اونده ۾ هلندي ڊاڪٽر امان الله هڪ دفعو بہ ڪنهن سامان سان نہ وچڙيو. ڪٿي ڪنهن ڪنڊ ۾ رکيل ايمرجنسي لائيٽ تائين پهچي بتي ٻاري ڇڏيائين. ننڍڙي ايمرجنسي لائيٽ جي ٻن ٽيوب لائيٽن ۾ آپريشن ٿيٽر روشن ٿي پيو.

ڊاڪٽر امان الله ايمرجنسي لائيٽ آڻي ٽيبل تي رکي. ٻنهي ڪيسٽ رڪارڊرن ۾ بيٽري سيل وجهڻ لڳو. مون ڊاڪٽر کان پڇيو، "توکي اِن قسم جي انٽرويو جو ڪيئن خيال آيو؟"

چيائين، "فلوريڊا يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندي، مون هڪ فلم ڏٺي هئي، ڪيمپس جي ملٽي پرپز هال ۾، ۽ فلم جو نالو هو انڊر گرائونڊ. آئليءَ جي ڪنهن ڊائريڪٽر ناهي هئي. ان فلم ۾ ڇهن اصلي گوريلن جو انٽرويو وڏيءَ مهارت سان ڏيکاريو هنائون. اصل ۾ اها فلم گوريلن جي بيان سان نهڪندڙ واقعن تي مبني هئي."

الائي ڇو مون کي ڳالهہ اچي وڻي.

پڇيائين، "ڪلين ڇو ٿو؟"

چيم، "يار، تون بہ مون کي سچو پچو گوريلو تہ نہ ٿو سمجهين!"

"تنهنجا افعال تہ گوريلن جهڙا ناهن." ڊاڪٽر چيو، "پر، ممڪن آهي تہ حالتون توکي گوريلو ڪري وجهن."

پڇيومانس، "آئليءَ جي ڊائريڪٽر تو جهڙيون حرڪتون ڪري اصلي گوريلن جي انٽرويو تي هڪ فلم ناهي وڏي، اهو تہ ٻڌاءِ فلم رليز ٿيڻ کان پوءِ آمريڪي انٽيليجنس ڊائريڪٽر جو ڪهڙو حشر ڪيو؟"

"انٽيليجنس وارن ڊائريڪٽر کان گوريلن جو ڏس پتو وٺڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر ڪين ڪجهه هٿ حاصل نہ ٿيو." ڊاڪٽر امان چيو، "هن آمريڪي انٽيليجنس جي سربراهہ کي ٻڌايو تہ فلم لاءِ انٽرويو وٺڻ کان اڳ هن گوريلن سان عهد ڪيو هو تہ هو ڪنهن بہ صورت ۾ سندن لڪاڻن جو ڏس پتو ڪنهن کي

نہ ڏيندو.'

مون کي تعجب ٿيو. پڇيم، '۽ آمريڪي انٽيليجنس جي سربراه ان مفروضي کي قبول ڪري ورتو.'

'نہ فقط قبول ڪري ورتو، پر وري ڪاننس ان باري ۾ ڪڏهن بہ پڇا ڳاڇا نہ ٿي. 'ڊاڪٽر امان وراڻيو.

'اسان وٽ قصو ان جي ابتڙ آهي.'

ڊاڪٽر امان کان پڇيم، 'توکي تہ جيترو بہ دٻپ نہ ٿو ٿئي.'

پڇيائين، 'ڪنهن کان؟'

چيم، 'انٽيليجنس وارن کان.'

هڪدم ڳنڀير ٿي ويو. تمام سخت ۽ سرد لهجي ۾ اهڙي نموني ڳالهايائين، جڻ انٽيليجنس ايجنسيز جي ڪنهن شخص سان ڳالهائيندو هجي. چيائين، 'جوڳي هڪ بيمار جي حيثيت ۾ مون کي مليو هو. هڪ ڊاڪٽر جي ناتي مون سندس علاج ڪيو. اهو منهنجو فرض هو. مريض کي گرفتار ڪرائڻ منهنجو فرض نہ آهي، بلڪ منهنجي پيشي جي خلاف آهي. هن انٽرويو ڏنو، ۽ هليو ويو.'

چيم، 'ڊاڪٽر، هڪ دفعي جيڪڏهن انٽيليجنس وارن کي ور چڙهي وئين، تہ ڇڏيندءِ اصل ڪونہ.'

سوالن وارو ڪيسٽ رڪارڊر پاڻ ڏانهن ۽ جوابن وارو مون ڏانهن ڪندي چيائين، 'يار جوڳي، اسين اِن قسم جي ڳالهين کي وڏيڪ اهميت نہ ڏيندا آهيون.'

پڇيم، 'مون کي سوال ٻڌڻو آهي، يا جواب رڪارڊ ڪرائڻو آهي.'

وراڻيائين، 'تو جواب ڏيڻي ڇڏيو آهي. هينئر اڳيون سوال ٻڌنداسين.'

ڊاڪٽر امان الله سوالن واري ڪيسٽ رڪارڊر جو سنچ آن\ پلي تي ڪري ڇڏيو.

اڳيون سوال چارڻ جي باري ۾ هو. پڇيائون، 'چارڻ سان تنهنجو ڪهڙو تعلق آهي؟'

جواب رڪارڊ ڪرائيندي چيم، 'چارڻ منهنجو دوست آهي.'

پڇيائون، 'هن ڪهڙو ڏوھ ڪيو آهي، جو پوليس کان روپوش آهي؟'

جواب ۾ چيم، 'چارڻ جا بہ ڏوھ آهن. هڪ تہ هو منهنجو سنگتي آهي. ۽ ٻيو، تہ هن بہ اهوئي ڏوھ ڪيو آهي، جيڪو مون ڪيو آهي. يعني، اسان ٻنهي ڪوبہ ڏوھ نہ ڪيو آهي.'

ڊاڪٽر امان الله هڪ گهڙيءَ لاءِ هٿ مٿي ڪري مون کي آڱوٺو ڏيکاريو ۽ پوءِ هڪدم هٿ هيٺ ڪري اثبات ۾ ڪنڌ لوڏيو. جڻ چوندو هجي، بلڪل ٺيڪ.

اڳيون سوال ٻڌي منهنجي لوڻءَ ڪاندارجي ويني. پڇيائون، يا انين ڪٿي چنجي

پڇيو هنانون، "پوليس کي پڪ آهي تہ چارڻ هٿيارن جي سمگلنگ ۾ شامل آهي. ڪيس هڪ دفعي صادق آباد وٽ هڪ اهڙي ٽرڪ مان لهندي ڏٺو ويو هو، جنهن تي اڳتي هلي گهوٽڪيءَ وٽ جڏهن ڇاپو لڳو هو تہ اُن مان دره آدم خيل جا ناهيل هٿيار هٿ آيا هنا. ان باري ۾ توکي ڇا چوڻو آهي؟"

مون هٿ وڌائي ہني ڪيسٽ رڪارڊر بند ڪري ڇڏيا. ڪجهہ ڪجهہ ڪاوڙ وچان چيم، "هيءَ ڪهڙي بڪواس آهي. مان صحافين جي سوالن جا جواب ڏيئي رهيو آهيان، يا پوليس وارن جا."

ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "اڄ ڪلهہ نوجوان صحافين کي انويسٽيگيٽو رپورٽنگ جو جنون ورائي ويو آهي. توکي ڪونہ ڪو مناسب جواب تہ ڏيڻو پوندو."

چيم، "اهڙي بيهودي سوال جو جواب ان کان سواءِ ٻيو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو تہ اها تهمت سراسر بڪواس ۽ بهتان آهي."

ڊاڪٽر امان سمجهائڻ واري نوع ۾ چيو، "تمام چالاڪ قسم جو سوال پڇيو اٿانون. جواب سوچي سمجهي ڏبو."

"ڏبو!" مون تعجب وچان ڊاڪٽر امان ڏانهن ڏٺو.

ان وقت مون کي دلبر خان ۽ ڪشمير خان جو هٿيارن سان ڀريل حجرو ياد آيو. حُجري تانين مون کي چارڻ پهچايو هو. هونءَ بہ چارڻ شوقيہ قسم جو انقلابي هو. اڪثر چوندو هو، انقلاب بندوق جي ناليءَ مان نڪرندو آهي.

هڪ دفعي ڪنهن دوست چرچي ۾ چيو هوس، يار چارڻ بندوق جي ناليءَ مان تہ گولي نڪرندي آهي.

مڙس ڪاوڙجي پيو هو، ۽ پوءِ هن ـ موري سنگت کي هوچي منهہ ۽ مائو زيتنگ جي باري ۾ لاڳيتو ہہ ڪلاڪ ليڪچر ڏنو هو.

ڊاڪٽر امان جي بدليل رويي، ۽ سوال جي نوعيت مون کي سوچ ۾ وجهي ڇڏيو. مون سوچيو، اليڪٽرانڪ پريس ڪانفرنس، ڊاڪٽر امان الله جي اسپتال، چارڻ جي ڪشمير خان ۽ دلبر خان جي قيد مان رهائي، انهن سڀني ڳالهين جو پاڻ ۾ ڪو نہ ڪو گهرو تعلق آهي. ڪونہ ڪو واسطو آهي! مان جيڪڏهن سازش جو شڪار نہ ٿيو آهيان، تہ گهٽ ۾ گهٽ اهڙي دانري ۾ پهچي چڪ آهيان، جتان نڪرڻ جيڪڏهن ناممڪن نہ آهي، تہ مشڪل، بلڪ بيحد مشڪل آهي. مون ڪجهہ ڪجهہ بيوسيءَ وچان ڊاڪٽر امان الله ڏانهن ڏٺو. ڊاڪٽر چيو، "منهنجي ڳالهہ غور سان ٻڌ، جوڳي. هن انٽرويو ذريعي اسان کي اهو ثابت ڪرڻو آهي تہ سڀ ڪجهہ بهتان، غلط بياني ۽ پوليس جي سازش آهي."

هڪدم چيم، "پر ڊاڪٽر، هٿيارن واري ڳالهہ تہ غلط ناهي. بلڪل صحيح آهي. مون پنهنجين اکين سان دلبر خان ۽ ڪشمير خان جي حجري ۾ سمگلنگ لاءِ هٿيار ڏٺا هنا."

"پر هن وقت اسان لاءِ توکي، ۽ توسان گڏ چارڻ کي بچائڻ اهم آهي." ڊاڪٽر امان الله چيو، "توکي جواب ۾ اهوني چوڻ گهرجي تہ چارڻ تي لڳايل الزام بي بنياد آهي. هو ان قسم جي ڪنهن بہ ڪم ۾ شامل نہ ٿيو آهي."

پڇيم، "منهنجي بيان جو پوليس جي بيان تي ڪو قانوني اثر پوندو؟"

ڊاڪٽر چيو، "اسان جيڪڏهن ايترو ثابت ڪري وڌوسين تہ گلاب گونگو پيدائشي گونگو آهي، ۽ بيان واري پوليس جي دعويٰ ڪوڙي آهي، ۽ بيو تہ پوليس لاڪپ ۾ بريٽ جي اسي سالن جي پوڙهي ماءُ قيد آهي، تہ سمجهہ پوليس جي دعويٰ کي، هر قسم جي دعويٰ، ۽ بيان کي غلط ۽ بدنيتيءَ تي ٻڌل ثابت ڪري سگهنداسين."

مان ٻُڌتَرَ ۾ هوس، جو ڊاڪٽر امان الله خان جواب وارو ڪيسٽ رڪارڊ آن\ پلي ڪري ڇڏيو ۽ جواب لاءِ مون کي اشارو ڪيو. *

# 38

ڊاڪٽر امان الله خان ٽڪ ٻڌي مون ڏانهن ڏسندو رهيو. **منهنجي** جواب لاءِ هو اُتاولو ٿي رهيو هو. مناسب جواب جي ساخت منهنجي ذهن ۾ نہ پئي آئي. ڪافي دير تائين مان خاموش رهيس. جواب جي باري ۾ سوچيندو رهيس. ڪيسٽ رڪارڊر ماٺ ۾ هلندو رهيو.

ڊاڪٽر امان الله مون کي هٿ سان اهڙي نموني اشارو ڪيو، جڻ چوندو هجي، ڳالهاءِ ، ڪو مناسب جواب رڪارڊ ڪراءِ!

مون هٿ وڌائي جواب وارو ڪيسٽ رڪارڊر بند ڪري ڇڏيو.

"ڇو، ڇا ٿيو؟" ڊاڪٽر امان الله خان پڇيو، "ڪيسٽ رڪارڊر بند ڇو ڪري ڇڏيءِ ؟"

"ڊاڪٽر، منهنجي ڳالهہ ٻڌ ، ۽ غور سان ٻڌ."

مان الائي ڇو ڪنبڻ لڳس. چيم، "مان حالتن هٿان مجبور ٿي پيو آهيان، پر ايترو بہ نہ جو رات کي ڏينهن، ۽ ڏينهن کي رات چوان. مون پنهنجين اکين سان ڪشمير خان ۽ دلبر خان جي حُجري ۾ هٿيار ڏٺا آهن. هو هٿيارن جي سمگلنگ ۾ ڦاٿل آهن."

ڊاڪٽر امان الله پنهنجي ڪرسيءَ تان اُٿي منهنجي پاسي کان اچي ويٺو. منهنجي ڪلهي تي هٿ رکندي چيائين، "ڳالهہ هلي رهي آهي تنهنجي دوست ڇ رڻ جي. بلڪ سوال چارڻ جي باري ۾ پڇيو ويو آهي، ڪشمير خان ۽ دلبر خان جي باري ۾ نہ."

مون ڪنڌ ورائي ڊاڪٽر امان الله ڏانهن ڏٺو. چيم، "مون کي يقين آهي تہ ڪشمير خان ۽ دلبر خان غريب چارڻ کي هٿيارن سمگل ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو آهي."

ڊاڪٽر امان الله وک ڪن پري ٿي ويٺو. پڇيائين، "تون جواب ۾ اقرار ڪرڻ ٿو چاهين تہ چارڻ هٿيارن جي سمگلنگ ۾ شامل آهي؟"

ڊاڪٽر جي سوال جو مون وٽ ڪو جواب نہ هو.

ڊاڪٽر موٽي وڃي پنهنجي ڪرسيءَ تي ويٺو. **مجبورين جو دائرو تنگ ٿيڻ لڳو. مون ساهہ ۾ ٻوسٽ محسوس ڪئي. سوچيم، اسين پنهنجي بچاءَ جي جنگ لڙي رهيا آهيون، يا ٻين ڪنهن جي جنگ ۾ شامل ٿي ويا آهيون!** مون کي لڳو، مان ڏٻڻ ۾ ڪاهي پيو هوس، ۽ منهنجي هر هڪ وِکَ مون کي ڦابو ڪندي پئي ويني.

پوءِ اوچتو مون کي سياڻن جو قول ياد آيو. اُڪريءَ ۾ مٿو ڏيڻ کان پوءِ مُهريءَ جو ڪهڙو ڊپ!

مون ڪيسٽ رڪارڊر آن\ پلي ڪري ڇڏيو.

جواب ڏيڻ کان اڳ وڏو ساهه کنيم، ۽ چيم، "اهو قطعي غلط ۽ بي بنياد آهي تہ منهنجو سنگتي چارڻ هٿيارن جي سمگلنگ ۾ شامل آهي. صادق آباد ۾ هٿيارن سان ڀريل ٽرڪ مان چارڻ کي لهندي ڏسڻ واري پوليس جي ايتريقدر دعويٰ سچ آهي، جيتريقدر گلاب گونگي جي دعويٰ ۽ اعترافي بيان واري ڳالهہ سچ آهي. جيئن گلاب گونگي جو ڳالهائڻ امڪان کان ٻاهر آهي، تيئن چارڻ جو صادق آباد ۾ نظر اچڻ امڪان کان ٻاهر آهي."

مون جوابن وارو ڪيسٽ رڪارڊر اسٽاپ\ بند ڪري ڇڏيو.

ڊاڪٽر امان الله ڦيرو ڪاني مون وٽ آيو، ۽ مون کي ڀاڪر ۾ ڀريندي چيائين، "جوڳي، واه جو جواب ڏنو اٿني. واه! ڪمال ڪري ڇڏيو اٿني."

رکي لهجي ۾ وراڻيم، "مان پنهنجي جواب جو انجام محسوس ڪري سگهان ٿو."

"سڀ ٺيڪ ٿي ويندو، سڀ ٺيڪ ٿي ويندو. تون گهبراءِ نہ." ڊاڪٽر امان الله چيو، "توکي حفاظت سان سنڌ پهچائڻ اسان جي ذميداري آهي."

چيم، "سنڌ آزاد قبائل نہ آهي، ڊاڪٽر! ڏوه ڪري لڪڻ ڏاڍو ڏکيو آهي."

وراڻيائين، "تو ڪو بہ ڏوه نہ ڪيو آهي. تون خوامخواه پاڻ کي قصوروار محسوس ڪري رهيو آهين."

۽ پوءِ، هڪ ڪلاڪ تائين ذري گهٽ ساڳي نوعيت جي سوالن جو سلسلو هلندو رهيو. تون ڪير آهين؟ گلاب ڪير آهي؟ بريٽ ڪير آهي؟ چارڻ ڪير آهي؟ توهين اسلام آباد ۾ ڪهڙي نيت سان داخل ٿيا آهيو؟ جواب ۾ مان هڪ ئي جملو ڳالهائيندو رهيس، مان اِن سوال جو جواب ڏيئي چڪو آهيان.

هڪ ڪيسٽ ختم ٿي ويني. ڊاڪٽر امان الله ٻي ڪيسٽ لوڊ ڪني. سوالن وارو ڪيسٽ رڪارڊر هلائي ڇڏيائين. سياسي نوعيت جو سوال پڇيو هنائون:

"تون سمجهين ٿو تہ بينظير پنهنجي مدي جا چار پنج سال حڪومت هلائي سگهندي."

جوابن وارو ڪيسٽ رڪارڊر آن ڪرڻ کان اڳ مون ڊاڪٽر امان الله خان کي چيو، "يار، هي تہ مون کي سياست ۾ ڇڪي رهيا آهن."

ڊاڪٽر امان الله خان جوابن واري ڪيسٽ رڪارڊر ۾ نئين ڪيسٽ وجهندي چيو، "ڪو گول مول جواب ڏيئي ڇڏ."

قدرت منهنجي لاءِ سياسي سمجهہ جو خانو خالي رکيو آهي. سياست مون کي سمجهہ ۾ نہ ايندي آهي. آئين ڪيئن ٺهندو آهي ۽ ڇو ٺهندو آهي! آئين ڪير ٺاهيندا آهن، ۽ آئين کي ڪير تبديل ڪندا آهن! چوندون ڇو ٿينديون آهن!

چوندين جو اٿي، دال ۽ چانورن جي قيمت تي ڪهڙو اثر پوندو آهي! مون کي ڪجھ سمجھ ۾ نہ ايندو آهي. **اسان پنهنجي پاڙي مان جنهن نمائندي کي چونڊڻ ۾ ووٽ ڏنو هو، سو وڏو رهزن ۽ ڪميڻي قسم جو شخص هو. پر دولتمند هو، تنهنڪري معزز سمجهيو ويندو هو. سياست جا راز مون کي سمجھ ۾ نہ ايندا آهن.**

جوابن واري ڪيسٽ رڪارڊر ۾ نئين ڪيسٽ وجهي، ڊاڪٽر امان الله رڪارڊر هلائي ڇڏيو.

جواب رڪارڊ ڪرائيندي چيم، "اسان جي معاشري ۾ عورت کي گهر جو وڏو يا سربراه قبول نہ ڪيو ويندو آهي. ستن پيڙهين کان پوءِ چاول ياءُ کي اڳتي هلي گهر جو وڏو ۽ سربراه سمجهيو ويندو آهي، وڏيءَ ڏيءَ کي گهر جو وڏو نہ ڪبو آهي. تنهنڪري بينظير کي ملڪ جو سربراه قبول نہ ڪيو ويندو."

اڳيون سوال ڪاوڙ ڏياريندڙ هو. پڇيو هنانون، "سنڌ ۾ تنهنجا سائي ڪير ڪير آهن؟"

سخت لهجي ۾ جواب ڏيندي چيم، "مون، گلاب، بريٽ ۽ چارڻ ڪوبہ ڏوه نہ ڪيو آهي. ڪوبہ ڏوه نہ ڪيو آهي، ٻڌو پيا، اسان ڪوبہ ڏوه نہ ڪيو آهي. اسين، خاص ڪري مان ۽ مون کان پوءِ گلاب، اسين اسلام جي ڳولا ۾ اسلام آباد آيا هناسين. بيروزگار هناسين، گلاب اڃا بہ بيروزگار آهي. ڪيس ڳونگن ۽ ٻوڙن جي هڪ اسڪول ۾ ملازمت جو پڪو آسرو هو، پر اسلام جي چڪر ۾ اُهو آسرو بہ نڪري ويس. اسين روزگار جي ڪري اسلام آباد ۾ آهيون، ۽ بس."

ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "نہ جوڳي. نہ، ڪاوڙ نہ. ڌيرج سان جواب ڏي."

چيم، "سوال بہ تہ رت ٽهڪائڻ جهڙا پڇيا اٿانون."

چيائين، "ضروري ناهي تہ هر سوال جو تفصيل سان جواب ڏجي. گلاب گونگي ۽ چارڻ جي باري ۾ تو تفصيل سان جواب ڏيئي ڇڏيا آهن. باقي سوالن جا جواب مختصر نموني رڪارڊ ڪراءِ."

مون ڪيس جواب نہ ڏنو.

هن سوالن وارو ڪيسٽ رڪارڊر هلائي ڇڏيو.

پڇيو هنانون، "سنڌ ۾ عليحدگيءَ واري تحريڪ ڪير هلائي رهيو آهي."

جواب ۾ چيم، "گهٽ ۾ گهٽ مان نہ پيو هلايان."

ڊاڪٽر امان الله جي منهن تي مرڪ اچي ويئي.

اڳين سوال کان اڳ بجلي موٽي آئي. آپريشن ٿيٽر جون بتيون ٻري پيون. ڊاڪٽر امان الله ميز تان ايمرجنسي لائيٽ کڻي آپريشن ٿيٽر جي پرئين ڪنڊ ۾ رکي آيو. هو اڃا مون وٽ موٽي مس آيو، جو انٽرڪام جو بزر وڄي پيو. هن موٽي وڃي بزر جو رسيور کنيو. الائي ڇا ٻڌائين جو چپ پيڪوڙجي ويس، ۽ اکيون ڇنڇهيون ۽

رسيور تي مُٺ مضبوط ٿي پيس. ڪجهه ڪهري ۽ سخت لهجي ۾ جواب ڏنائين ، "مان ڊاڪٽر آهيان. مون کي خبر آهي ته ايمرجنسيءَ ۾ مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي ۽ ڇا نه ڪرڻ گهرجي."

ڊاڪٽر امان الله خان رسيور انٽرڪام تي رکي موٽي آيو. نرڙ تي پگهر جون ٻه چار بوندون چمڪي رهيون هنس.

"ڇو، ڇا ٿيو ڊاڪٽر،" کانئس پڇيم.

"سسٽر زيتون هئي." ڊاڪٽر وراڻيو، "ڪيس اٽڪ هني ته بجلي وڃڻ کان پوءِ آپريشن ٿيٽر جو جنريٽر نه هليو هو، ته پوءِ ايمرجنسي لائيٽ جي جهڪي روشنيءَ ۾ مون تنهنجي بائپسي ڪيئن ڪئي هئي!"

"سندس اٽڪ بيجاءِ نه آهي." چيم، "هن هڪ دفعي آپريشن کان پوءِ برين ٽيومر جي هڪ نوجوان مريض کي هٿي مرندي ڏٺو آهي."

ڊاڪٽر امان الله خان مون ڏانهن غور سان ڏٺو. ڪجهه سوچيندي هو آپريشن ٿيٽر جي هڪ پاسي هليو ويو، ۽ اوزارن سان ڀريل هڪ ٽرالي ڇڪي آيو. ٽرالي منهنجي پاسي کان آڻي بيهاريائين. پاڻ ايپرن پاتائين. منهنجو ڪنڌ ۽ ڪلها وڏيءَ اڇي چادر سان ڍڪي ڇڏيائين. مون کي تعجب ٿيو. پڇيم، "ڇا پيو ڪرين؟"

وراڻيائين ، "بائپسي."

مون کان ڇرڪ نڪري ويو.

چيائين ، "گهبراءِ نه. فقط انچ ڪن ٽڪو ڏيندس."

"نه يار، نه." چادر پري ڪندي چيم، "مان ٽڪو نه ڏياريندس."

ڊاڪٽر امان الله ٻيهر چادر منهنجي ڪنڌ ۽ ڪلهن تي وجهندي چيو، "تون جوڳي ناهين. تنهنجو نالو قلندر آهي. توکي برين ٽيومر آهي. توکي بائپسيءَ لاءِ آپريشن ٿيٽر ۾ آندو ويو آهي. ڳالهه سمجهه ۾ آيءِ ."

مون بيوسيءَ وچان ڊاڪٽر امان ڏانهن ڏٺو.ڊاڪٽرامان الله خان منهنجي ساڄي لونڊڙي ۽ ڪياڙيءَ وٽان پاڪيءَ سان وار ڪوڙي ڇڏيا. هڪ ٿڌي دوا جو وارن کان آجي چمڙيءَ تي مَڪُ ڏنائين. ۽ پوءِ ، ڪو نشتر ڪٽي ڪن ۽ ڪياڙيءَ جي وچ تي ٽُڪو ڏنائين. مون کي قطعي ڪابه تڪليف نه ٿي. رَتُ اُگهي ، هن ٽڪي واري جاءِ تي مرهم وغيره لڳائي منهنجي مٿي تي پٽي ٻڌي ڇڏي. ●

# 39

ڊاڪٽر امان الله خان ٻني ڪيسٽ رڪارڊر ۽ ڪيسٽ ميز تان کڻي ورتا. مون کي ڪجهه ڪجهه تعجب محسوس ٿيو.

ڪانئس پڇيم، "ڇو، انٽرويو ختم ٿي ويو ڇا ؟"

وراڻيائين، "مان نه ٿو چاهيان ته زيتون کي ڪنهن قسم جو ڪو شڪ محسوس ٿئي."

ڊاڪٽر امان الله ڪيسٽ رڪارڊر ۽ ڪيسٽ آپريشن ٿيٽر ۾ هڪ طرف رکيل الماڙيءَ ۾ رکي موٽي آيو. چيائين، "واقعي، بجلي وڃڻ کان پوءِ اسان جي آپريشن ٿيٽر جو جنريٽر نه هليو هو. ڳالهه تشويش جهڙي آهي. نامناسب روشنيءَ ۾ آپريشن جو تصور به ڪري نه ٿو سگهجي."

مان تعجب وچان ڏانهس ڏسندو رهيس.

ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "جيئن ٿيندو آهي، بانپسيءَ يا ننڍي وڏي آپريشن کان پوءِ، توکي مان سور گهٽ ڪندڙ ۽ ننڊ آڻيندڙ سئي هڻندس."

ڊاڪٽر امان مون کي سئي هڻي ڇڏي. سرنج ڪچري واري دٻي ۾ اڇلائيندي چيائين، "ان کان اڳ جو جهوٽا کائڻ لڳين، هل ته توکي تنهنجي ڪمري تائين ڇڏي اچان."

مان اٿي بيٺس. گهڙي کن لاءِ آپريشن ٿيٽر جو فرش مون کي پنهنجن پيرن هيٺان ڏڏندي محسوس ٿيو.

ڊاڪٽر امان پڇيو، "هلي سگهندين نه؟ يا، اسٽريچر گهرايان؟"

وڪ کڻندي چيم، "سمجهان ٿو ڪمري تائين پهچي ويندس."

ڊاڪٽر امان مون کي ٻانهن ۾ هٿ وڌو. اسين آپريشن ٿيٽر مان نڪري آياسين. ٻه چار وکون کڻڻ کان پوءِ منهنجو مٿو ڦرڻ لڳو. لونڊڙيءَ وٽ سور محسوس ٿيو. ڏاڪڻ چڙهندي منهنجا قدم ڪنبي ويا. هڪ هنڌ بيهي رهيس.

ڊاڪٽر امان منهنجي منهن ۾ ڏسندي پڇيو، "ٺيڪ ته آهين نه؟"

چيم، "ٺيڪ آهيان."

الائي ڪيئن ۽ ڪهڙي نموني ڪمري تائين پهتس. هڪدم پلنگ تي ليٽي پيس. ڊاڪٽر امان الله بزر ڏيئي سسٽر زيتون کي گهرايو. هوءَ ذري گهٽ ڊوڙندي آئي. پيار وچان منهنجن وارن کي جانيتو ڪندي پڇيائين، "ڪيئن آهين؟"

منهنجي بدران ڊاڪٽر امان الله جواب ڏنو. چيائين، "هيءُ ٺيڪ آهي. ڪجهه

دير ۾ ڪيس ننڊ ڪٽي ويندي. صبح تائين، جيستائين پاڻ نہ جاڳي، ڪيس جاڳائڻ جي ڪوشش نہ ڪئي وڃي.“

سسٽر زيتون ڊاڪٽر امان الله کان پڇيو، ”ٺيڪ تہ ٿي ويندو نہ؟“

ڊاڪٽر وراڻيو، ”مان سمجهان ٿو سندس ٽيومر ميلگننٽ نہ آهي. جلد ٺيڪ ٿي ويندو.“

سسٽر زيتون ڪجهہ دير تائين مون ڏانهن ڏسندي رهي. پوءِ، ڪنڌ جهڪائي ٻاهرين در ڏانهن وڌي ويئي. در وٽ بيهي رهي. جڻ ڪجهہ ياد آيس. موٽي آئي. ڊاڪٽر امان الله کي چيائين، ”توهين جڏهن آپريشن ٿيٽر ۾ هئا، تڏهن هڪ عورت آئي هئي، قلندر سان ملڻ.“

ڊاڪٽر هڪدم ڦيرو ڪائي سسٽر زيتون ڏانهن ڏٺو. پڇيائين، ”تو ڇا چيس؟“

وراڻيائين، ”چيومانس تہ قلندر جي بائپسي ٿي رهي آهي. آپريشن ٿيٽر ۾ آهي. ايندڙ چوويهن ڪلاڪن ۾ ڪنهن سان بہ ملي نہ سگهندو.“

ڊاڪٽر پڇيو، ”پنهنجو نالو ٻڌايائين، ڪو ڏس پتو ڏنائين؟“

سسٽر زيتون انڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندي چيو، ”نہ.“

ڊاڪٽر امان الله خان ڪجهہ سوچيندي پنهنجي ساءِ چيو، ”ڪير هوندي، ڪير ٿي سگهي ٿي!“

غنودگيءَ مان موٽ ڪائيندي ڇڇريل لهجي ۾ چيم، ”مان سمجهان ٿو ڏائڻ هوندي.... ڏائڻ!“

سسٽر زيتون جي چپن تي مرڪ تري آئي. چيائين، ”هاڻي ڪان تصور ۾ ڏائڻيون ٽيون اچنس.“

ڊاڪٽر امان الله جي نرڙ تي گهنڊ پئجي ويو. هن نرم لهجي ۾ سسٽر زيتون کي چيو، ”سسٽر، منهنجي اجازت کان سواءِ ڪو بہ ملاقاتي قلندر سان ملي نہ سگهندو. ڪو بہ نہ. تون پل وڃي آرام ڪر.“

سسٽر زيتون هلي وئي.

ڊاڪٽر امان الله ڪمري جو در بند ڪري موٽي آيو. مون کي ٻنهي ڪلهن کان جهلي، ڌونڌاڙيندي چيائين، ”سمهجانءِ نہ، جوڳي، سمهجانءِ نہ.“

سندس هٿ پري ڪندي چيم، ”مون کي ننڊ پئي اچي. مون کي سمهڻ ڏي.“

ڊاڪٽر پڇيو، ”ڏائڻ ڪير آهي؟“

چيم، ”شالي. مان شاليءَ کي ڏائڻ سڏيندو آهيان. مون هن تي اعتبار نہ ڪيو هو. مون هن تي اعتبار نہ ڪيو هو. مون ڪيس شڪ جي نگاهہ سان ڏٺو هو.“

”ڏس جوڳي، سمهجانءِ نہ.“ ڊاڪٽر امان الله مون کي ڌونڌاڙيندي پڇيو، ”شالي ڪير آهي؟“

غنودگيءَ ۾ چيم، ”اسلام آباد جي سڀ کان سهڻي عورت آهي.“

ڊاڪٽر امان الله پڇيو، "ڇا ڪندي آهي؟"

وچڙيل لهجي ۾ وراڻيم، "بيوٽي پارلر هلائيندي آهي. پر منهنجن دوستن جو خيال آهي تہ هوءَ خفيہ ايجنسين جي ايجنٽ آهي."

ڊاڪٽر امان الله مون کي ڪلهن کان جهلي ذري گهٽ ڪٽي ورتو. پڇيائين، "شڪيلہ جي ڳالهہ پيو ڪرين ڇا؟"

هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندي چيم، "ها، شڪيلہ. بہ دفعا پنهنجي پسند سان شادي ڪيائين، ۽ ٻئي دفعا شادي ناڪام ٿيس."

ڊاڪٽر امان الله پڇيو، "تو وٽ شڪيلہ جو نمبر آهي؟"

هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيم، ۽ گهيرٽ ۾ هليو ويس.

ڊاڪٽر امان الله جڳ مان پاڻي ڪٽي منهنجي منهن تي ڇنڊا هڻندي چيو، "سمجهاڻ نہ جوڳي. وڏي ڳڙٻڙ ٿي پوندي، جيڪڏهن سمهي پوندين."

ڊاڪٽر امان الله ٽيليفون جو رسيور ڪٽي رسيپشن جو نمبر ڊائل ڪيو، ۽ ڪانئن سڌي لائن گهري.

مون کي اٿاري ويهاريائين. چيائين، "مراد ناناري توکي سڃاڻي ورتو آهي. هن نے شڪيلہ سان تنهنجي باري ۾ ذڪر ڪيو آهي. ورنہ، ڪنهن کي بہ خبر ڪونهي تہ تون هتي آهين."

چيم، "ڊاڪٽر سولنگيءَ کي تہ خبر آهي نہ، تہ مان هتي آهيان."

وراڻيائين، "ڊاڪٽر سولنگيءَ کي خبر آهي، پر هو ڪنهن کي بہ نہ ٻڌائيندو تہ تون هتي آهين. اهو ڪم تنهنجي دوست مراد ناناري جو آهي. وڏو ڪو ڪمينو شخص آهي."

چيم، "ان ۾ ڪنهن بہ شڪ جي گنجائش نہ آهي. هاڻي مون کي سمهڻ ڏي."

ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "نہ جوڳي، نہ. سمهڻ جي ڳالهہ نہ ڪر. تون فون تي شڪيلہ سان ڳالهاءِ. ڪيس پڪ ڏيار تہ تون بلڪل ٺيڪ آهين، ۽ ڪنهن مخفي هنڌ تان سائس ڳالهائي رهيو آهين."

ڊاڪٽر امان الله خان ٽيليفون منهنجي پلنگ تي رکي ڇڏي.

مون شاليءَ جو نمبر ڊائل ڪيو. هڪ گهنٽيءَ کان پوءِ شاليءَ پاڻ فون رسيو ڪيو. چيائين، "هلو."

چيم، "شالي، مان آهيان، جوڳي."

هڪدم چيائين، "جوڳي، ڪيئن آهين. تون ڪيئن آهين!"

"مان بلڪل ٺيڪ آهيان." اوباسي ڏيندي چيم، "بس مون کي ننڊ پئي اچي. مان سمهي پوندس. بس، هينئر سمهي پوندس، هونءَ مان ٺيڪ آهيان. بلڪل ٺيڪ آهيان."

شاليءَ چيو، "مراد ناناري توکي يا هوبهو تو جهڙي شخص کي دراني ڪلينڪ ۾

ڏٺو هو. سندس ٻانهپسي ٽيٽي هني. مريض جو نالو قلندر ٻڌي ڪنيائون. مان ٻہ ـ ن شخص کي ڏسڻ لاءِ دراني ڪلينڪ ويٺي هيس. قلندر نالي شخص آپريشن ٿيٽر ۾ هو، ۽ سندس ٻانهپسي هلي رهي هني.'

چيم، 'هينئر مون کي ننڊ پئي اچي. مان سمهڻ چاهيان ٿو. مون کي سمهڻ ڏيو. منهنجي ٻانهپسي نہ ٿي آهي.'

شاليءَ بيچين ٿي چيو، 'تون مون کي ٺيڪ نہ ٿو لڳين، جوڳي. تون ڪٿي آهين، جوڳي. ڪٿان پيو ڳالهائين؟'

منهنجي هٿ مان رسيور ڪري پيو، ۽ مون کي هڪدم ننڊ ڪٽي ويئي. ●

# 40

صبح جو عجيب ۽ انوکي ذهني ڪيفيت ۾ اک کلي. مون کي لڳو، جڻ ڪنهن ڏوراهين سفر تان موٽيو هوس. انين محسوس ٿيو، جڻ زندگيءَ جو هڪ حصو ڪنهن گمنام دنيا ۾ گذاري آيو هوس. مون کي يقين نہ پئي آيو تہ مان جيئرو هوس. لڳم پئي، مان مري ويو هوس، ۽ مري وڃڻ کان پوءِ ٻيهر جيئرو ٿي پيو هوس. سڀ ڪجھ اوپرو ۽ اجنبي پئي لڳو.

واچ ۾ وقت ڏٺم. صبح جا يارهن ٿيا هئا. ڪنڌ ورائي هيڏانهن هوڏانهن ڏٺم. ڪمرو ساڳيو نہ هو، جنهن ۾، مان ڪالھ رات سُتو هوس. مان چرڪ ڀري اُٿي ويٺس. تڏهن، محسوس ڪيم تہ انيڪ تارون منهنجي سيني ۽ ٻانهن سان چنبڙيل هيون. لونڊڙيءَ وٽ سور جي سٽ محسوس ڪيم. ويهي نہ سگهيم، پلنگ تي ليٽي پيس. اهو سڀ ڪجھ سيڪنڊن ۾ ٿيو. سسٽر زيتون ڊوڙندي آئي. سندس ڪڍ هڪ جونئر نرس بہ ڪمري ۾ هلي آئي.

مون سسٽر زيتون کان پڇيو، "هيءُ ڪهڙو ڪمرو آهي، ۽ مون کي ايتريون تارون ڇو چنبڙايل آهن؟"

سسٽر زيتون چيو، "تون انٽينسو (انتهائي نگهداشت) يونٽ جي ڪمري ۾ آهين. هي تارون ٻن مانيٽرن سان لڳل آهن. تنهنجيءَ دل جو ڌڙڪڻ، رفتار، بلڊ پريشر وغيره ڏسڻ لاءِ هنن مانيٽرن جو ڪنيڪشن ٻاهر اسان جي مانيٽرن سان مليل آهي. تون هيننر اُٿي ويٺو هئين ڇا؟"

جواب ڏيڻ بدران کانئس تعجب وچان پڇيم، "پر، مون کي انٽينسو يونٽ ۾ ڇو آندو اٿوَ؟"

وراڻيائين، "ڊاڪٽر امان الله خان پاڻ توکي انٽينسو ڪيئر واري يونٽ ۾ شفٽ ڪرائي ويو هو."

تعجب وچان چيم، "ڪمال آهي! مون کي ڪابہ خبر نہ پيئي."

چيائين، "تون ٽرينڪو لائيزرن جي اثر هيٺ هئين. توکي ڪيئن خبر پوي ها!"

پڇيم، "پر، مون کي انٽينسو يونٽ ۾ ڇو شفٽ ڪيائين! مون کي تہ ڪا بہ تڪليف نہ آهي."

اطمينان واري مرڪ چپن تي تري آيس. چيائين، "برين ٽيومر لاءِ ٻانپسي ڪا معمولي ڳالھ تہ ناهي."

تڏهن اوچتو، ڪالھ رات واري ڊرامي جو مون کي خيال آيو. ڊاڪٽر امان الله

مون کي ساڄي لونڊڙيءَ وٽ ٽُڪو ڏنو هو. مون لونڊڙيءَ کي آڱرين سان ڇهيو. مون کي مٿي تي پٽي ٻڌل هئي. پر، پٽي ٻه اهڙي نموني ٻڌي ويئي هئي، جڻ پٽيءَ ٻدران پٽڪو ٻڌو ويو هو. نرڙ، اڌ مٿو ۽ ڪياڙي پٽين سان ڍڪجي ويا هئا. پٽين کي هڪ وراڪو لونڊڙيءَ کان ڪاڏيءَ تائين ڏيئي ڇڏيو هنائون.

مون کي بيچيني محسوس ٿيڻ لڳي. مون سسٽر زيتون کي چيو، "مون کي تارن کان آزاد ڪر. مان اُٿڻ چاهيان ٿو."

سسٽر زيتون وراڻيو، "تارن سميت ٻه تون اُٿي، ۽ ٺيڪ لڳائي ويهي سگهين ٿو."

تارن ۾ مُٺ وجهندي چيم، "نہ نہ. مان اُٿڻ چاهيان ٿو. مان پنهنجي شڪل ڏسڻ چاهيان ٿو. مون کي آزاد ڪريو."

سسٽر زيتون گهبرانجي ويئي. منهنجيءَ ٻانهن ۾ هٿ وجهندي چيائين، "متان اهڙي ڪا غلطي ڪني اٿئي! جيستائين ڊاڪٽر امان الله خان نہ ايندو، توکي مانيٽرن سان منسلڪ رکبو. ان ۾ تنهنجو ڀلو آهي، اِن ۾ اسان جو ڀلو آهي."

مون بيوسيءَ وچان تارن مان هٿ ڪڍندي چيو، "سڀ ڪجهه غلط ٿي رهيو آهي. سڀ ڪجهه غلط ٿي ويو آهي."

زيتون مون کي پُٺيءَ هيٺان ويهاڻو ڏيئي ويهاريندي چيو، "سڀ ڪجهه ٺيڪ ٿي رهيو آهي. ۽ سڀ ڪجهه ٺيڪ ٿي ويو آهي. تنهنجو ٽيومر ميلگننٽ نہ آهي."

دل چاهيو تہ چوانس، تون ڏوڙ جي نرس آهين. ۽ سا ٻہ سينيئر نرس! تنهنجي اڳ ۾، تنهنجين اکين آڏو بدترين ڊرامو هلي رهيو آهي، ۽ تون بيخبر آهين!

مون سسٽر زيتون کان پڇيو، "ڊاڪٽر امان الله خان ڪڏهن ايندو؟"

وراڻيائين، "يارهين ۽ ٻارهين جي وچ ڌاري ايندو."

چيم، "سسٽر، مون کي آزادي گهرجي. تون مون کي آزاد ڪر."

منهنجو هڪ هٿ پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ ڪنديَ چيائين، "قلندر، تون آزاد آهين... هي تارون، ۽ مانيٽر، ۽ انٽينسو ڪيئر يونٽ جو محفوظ ڪمرو، سڀ ڪجهه عارضي آهي. تون آزاد آهين."

پڇتاءَ وچان ڪنڌ لوڏيندي چيم، "هيءَ ڪهڙي قسم جي آزادي آهي، جو پنهنجي مرضيءَ سان مان نہ اُٿي سگهان ٿو، ۽ نہ ويهي سگهان ٿو! نہ هيءُ ڪمرو، ۽ نہ هيءَ اسپتال ڇڏي سگهان ٿو. هيءَ ڪهڙي قسم جي آزادي آهي!"

سسٽر زيتون مون کي سمجهائڻ واري نوع ۾ چيو، "اسپتال ۾ اچبو پنهنجي مرضيءَ سان آهي، پر وڃبو ڊاڪٽر جي مرضيءَ سان آهي."

"نہ سسٽر، نہ." بيچين ٿيندي چيم، "مان انهن مريضن مان نہ آهيان. مان هتان هليو ويندس. مان هليو ويندس، وڌيڪ نہ ترسندس."

پيار وچان منهنجن ٻنهي ڪلهن تي هٿ رکندي چيائين، "ڪمال آهي! تون هڪ ٻن ڏينهن ۾ ايتريقدر اسان کان بيزار ٿي پيو آهين!"

"نہ نہ. توهان کان نہ. خاص ڪري توکان تہ ڪڏهن بہ نہ." سندس منهن ۾ ڏسندي چيم، **"عام رواجي حالتن ۾، وس ۾ هجي، تہ ڊ وٽ مريض لاءِ هميشہ لاءِ رهي پنجي."**

چپن تي مرڪ تري آيس. پڇيائين، **"مريض لاءِ چوا تون هون بہ مون وٽ رهي سگهين ٿو."**

**پڇيم، "ڪهڙي حيثيت ۾؟"**

وراڻيائين، "منهنجي پُٽ جي حيثيت ۾."

مون کي ڌري گهٽ ڪل اچي ويني. چيم، "ماٺهو مجيندا."

ڪاوڙ لڳس. چيائين، "ماٺهن جو منهنجي ذاتي زندگيءَ سان ڪهڙو واسطو."

ڪاوڙ لاءِ مون کي سبب سمجهہ ۾ نہ آيو. چيم، "ماٺهن جو ڪهڙو ڏوه! اسان جي عمر ۾ ايترو گهٽ فرق آهي، جو سمجهين ٿي تہ ڪوبہ اسان کي ماءُ ۽ پٽ جي حيثيت ۾ قبول ڪندو!"

لاپرواهيءَ وچان ڪلهن کي جهٽڪو ڏنائين. جڻ چوندي هجي: مون کي پرواه ناهي. مان ڏانهنس ڏسندو رهيس.

هوءَ ڪرسيءَ تي ويهي رهي. مون ڏانهن ڏسڻ کان سواءِ چيائين، "هڪ رشتي جي پاندار تڪميل کان پوءِ، زندگيءَ ۾ ان رشتي جي خلا محسوس نہ ٿيندي آهي. دنيا جو ڪوبہ مرد منهنجي زندگيءَ ۾ شناس جي جاءِ والاري نہ سگهندو. ڇو جو شناس اها جاءِ خالي نہ ڪني آهي."

هوءَ خاموش ٿي ويني. سوچ ۾ گم ٿي ويني. مان ڏانهنس ڏسندو رهيس.

ڪجهہ دير کان پوءِ ٿڌو ساهہ کڻي مون ڏانهن ڏنائين. چيائين، "مان جڏهن بہ پُٽ جو تصور ڪندي آهيان، تہ هو مون کي ڪجهہ ڪجهہ جنوني، ڪجهہ ڪجهہ چيڙاڪ، ڪجهہ ڪجهہ ڪلٺو، ڪجهہ ڪجهہ مايوس، ڪجهہ ڪجهہ سوداني ۽ ڪجهہ ڪجهہ بيچين نظر ايندو آهي. هوبهو موتيءَ وانگر، ۽ تو وانگر."

ان کان اڳ جو سندس ڳالهہ تان ٺهڪ ڏيني ڪلي پوان، سسٽر زيتون چيو، "پر، تون موتيءَ وانگر نہ ڪجان. مون کي سسٽر زيتي نہ سڏجانءِ، ۽ بنا پڏانڻ جي هليو بہ نہ وڃجانءِ."

موتي سترهن ارڙهن سالن جو نوجوان هو، ۽ ڊاڪٽر درانيءَ جي اسپتال ۾ ٽيومر جي آپريشن دوران آپريشن ٿيٽر ۾ مري ويو هو.

"تون تہ ائين نہ ڪندين نہ؟" سسٽر زيتون منهنجي پرسان ويهي رهي. منهنجا ٻئي هٿ پنهنجي هٿن ۾ جهليندي چيائين، "نہ نہ. تون ائين نہ ڪجانءِ. مان ڏسان ٿي، مان ڏسي سگهان ٿي، تون وڏي عمر ماڻيندين. تمام وڏي- تارن جيڏي!"

مان خاموشيءَ ۽ اچرج وچان ڏانهنس ڏسندو رهيس. هوءَ مون کي نرس بدران فلسفي محسوس ٿيڻ لڳي. ڪنهن اسپتال ۾ داخل ٿيڻ جو، اُهو منهنجو پهريون

تجربو هو. نرسن جي باري ۾ مون انيڪ اُبتيون سبتيون ڳالهيون ٻڌيون هيون. پر، ڪنهن نرس کي ويجهڙائيءَ کان مون پهريون دفعو ڏٺو هو.

اوچتو چڻ ڪجهه ياد آيس. هڪدم منهن وراڻي مون ڏانهن ڏسندي چيائين، "اڙي ها. مون کان ٻڌائڻ وسري ويو. اڄ صبح جو نائين لڳي وري اُها عورت آئي هئي، جيڪا ڪالهه شام تنهنجي بانڀسيءَ مهل آئي هئي."

"هوءَ آئي هئي!" مون تعجب وچان پڇيو، "پوءِ؟"

"توسان ملڻ جو ضد پئي ڪيائين. "سسٽر زيتون چيو، "ضد ٻڌي بيهي رهي هئي."

پڇيم، "ڇا تي؟"

وراڻيائين، "توسان ملڻ تي."

دل کي جهوٽو آيو. سوچيم.. اسلام آباد جي ڪنڊ ۾ ڪوته آهي، جنهن منهنجي باري ۾ سوچيو آهي. منهنجي باري ۾ فڪرمند آهي!

انين ني سسٽر زيتون کان پڇيم، "ڪيئن هئي؟"

وراڻيائين، "زندگيءَ جا لاها چاڙها ڏٺل عورت پئي لڳي. گهري ۽ بُردبار. هن توکي ڪافي دير تائين آبزرويشن ونڊو جي شيشي مان بيهي ڏٺو هو."

پڇيم، "ڪجهه چيائين؟"

وراڻيائين، "ها ڪافي دير تائين توکي ڏسڻ کان پوءِ پڇيو هنائين، توهان کي پڪ آهي ته هن مريض جو نالو قلندر آهي. بيو ڪو نالو ته نه آهي؟"

مون کي ٻوسٽ محسوس ٿيڻ لڳي. شناخت سان گڏ مان پنهنجو نالو به وڃائي ويٺو هوس.

مون سٽ ڏيني سيني سان چنبڙايل مانيٽرن جون تارون پٽي جدا ڪري ڇڏيون.

سسٽر زيتون ڊپ وچان وڪ کن مون کان پري ٿي ويني.

مان اُٿي بيهي رهيس.

اُن وقت ڊاڪٽر امان الله خان ڪمري ۾ داخل ٿيو. مون وڏي واڪ پڇيو، "منهنجو نالو ڇاهي؟"

ڊاڪٽر هڪدم ماحول کي پرکي ورتو. ڌيرج سان وراڻيائين، "تنهنجو نالو قلندر آهي. تون برين ٽيومر جو مريض آهين. ڪالهه تنهنجي بانپسي ٿي آهي."

مان وک کڻي هن جي سامهون وڃي بيٺس.

ڊاڪٽر امان الله خان ڪنڌ سان اشارو ڪندي سسٽر زيتون کي چيو، "تون هلي وڃ، سسٽر."

سسٽر زيتون ڪمري مان هلي ويني.

ڊاڪٽر امان الله خان تازين اخبارن مان هڪ اخبار جو پهريون ورق ورائيندي چيو، "هيءُ ڏس. جوڳيءَ جي پريس ڪانفرنس شايع ٿي آهي."

خبر جي سرخي ڏاڍي معنيٰ خيز هئي. گلاب ۽ مان دهشتگرد نه آهيون. اسين اسلام کي ڳولڻ لاءِ اسلام آباد آيا آهيون. جوڳيءَ جي صحافين سان ڳالهه ٻولهه. ●

# 41

اخبارون هنج ۾ رکي ڊاڪٽر امان الله خان مون کي پلنگ تي ويهاري ڇڏيو. مانيٽرن واريون تارون منهنجي جسم سان چنبڙائيندي چيائين، ”تنهنجو انٽينسو ڪيئر يونٽ ۾ رهڻ ضروري آهي.“

بيزاريءَ وچان پڇيم، ”ڇو ضروري آهي؟“

جواب ڏيڻ بدران پڇيائين، ”شڪيل کي ڪڏهن کان سڃاڻين؟“

سندس سوال مون کي نه وڻيو. چيم، ”مان پنهنجي شخصي زندگيءَ ۾ ڪنهن به قسم جي مداخلت پسند نه ڪندو آهيان.“

ڊاڪٽر ڏاڍي ٿڌي لهجي ۾ چيو، ”ڪالهه رات تو شڪيل جي باري ۾ ڪجهه ڳالهايو هو. بلڪ گهڻو ڪجهه ڳالهايو هو.“

مون اچرج وچان ڊاڪٽر امان الله خان ڏانهن ڏٺو ۽ چيو، ”مون شڪيل جي باري ۾ ڳالهايو هو!“

ڊاڪٽر چيو، ”ها تو ڳالهايو هو. تون ڪيس ڏاڍ سڏيندو آهين، نه؟“

مون ڇرڪي ڊاڪٽر امان الله ڏانهن ڏٺو. تڏهن مون کي ياد آيو ته مون ٽرينڪولائيزر جي اثر هيٺ، غنودگيءَ ۾ شڪيل جي باري ۾ ڳالهايو هو. مون کي ياد نه پئي آيو ته مون ڇا ڳالهايو هو. بس، فقط ايترو ياد پئي آيو ته مون ڳالهايو هو.

ڊاڪٽر پڇيو، ”شڪيل کي ڪڏهن کان سڃاڻين؟“

پڇيم، ”اهو ٻڌائڻ ضروري آهي ڇا؟“

وراڻيائين، ”ها، ضروري آهي. بلڪ بيحد ضروري آهي.“

پڇيم، ”ڇو ضروري آهي؟“

ڊاڪٽر ڪجهه ڪجهه خفي ٿي پيو. چيائين، ”ڇهيو ڇڏ، ان ڳالهه کي. ٻڌاءِ ته شڪيل جي باري ۾ ڇاڻو ڄاڻين؟“

چيم، ”مان دوستيءَ ۾ جاسوسيءَ جو قائل نه آهيان.“

چيائين، ”ان جو مطلب آهي ته تون شڪيل جي باري ۾ ڪجهه نه ٿو ڄاڻين.“

چيم، ”جيترو ڄاڻان ٿو، سو منهنجي لاءِ ڪافي آهي.“

گهڙي کن سوچڻ کان پوءِ چيائين، ”دل ۾ نه ڪرين ته هڪ ڳالهه پڇانءِ؟“

چيم، ”موجوده حالتن ۾ ڪنهن ڳالهه تان دل ۾ ڪرڻ، يا نه ڪرڻ بي معني ٿي پيو آهي. ڇا ٿو پڇڻ چاهين ڊاڪٽر!“

ڊاڪٽر پڇيو، "شڪيل کي چاهيندو آهين؟"

چيم، "چاهڻ ۽ نہ چاهڻ جي وچ واري مرحلي ۾ انسان بي يقينيءَ جي صليب تي لٽڪي پوندو آهي. مان بي يقينيءَ جي صليب تي لٽڪيل آهيان."

ڊاڪٽر غور سان مون ڏانهن ڏٺو.

چيم، "سمجهان ٿو، ڪيس نہ چاهڻ منهنجي وس ۾ نہ آهي."

تارون منهنجي جسم سان چنبڙاني، ڊاڪٽر هنيٽيني مانيٽر هلاني چڏيا. ڦري اچي منهنجي پاسي کان بيٺو. چيائين، "شڪيل خفيہ محڪمن جي پگهاردار ايجنٽ آهي."

لاپرواهيءَ وچان چيم، "منهنجن ڪجهہ دوستن کي بہ ساڳيو شڪ آهي."

ڊاڪٽر هڪدم چيو، "هيءَ ڪا شڪ جي نہ، پڪ جي ڳالهہ آهي."

مون ڪنڌ ورائي ڊاڪٽر امان الله خان جي منهن ۾ ڏٺو.

چيائين، "يقين ڪر جوڳي، هوءَ خفيہ ايجنسين جي باقاعدي ايجنٽ آهي. بيوٽي پارلر وغيره سندس ڪَوَر آهي."

مان سمجهان ٿو، ڊاڪٽر امان الله خان جي واتان ايتريقدر يقين سان شڪيل جي باري ۾ ڳالهہ ٻڌي، مانيٽرن منهنجيءَ دل جي مختلف ڪيفيت ڏيکاري هوندي.

مان اخبارن جا صفحا اٿلائڻ لڳس. ذري گهٽ سموريون اخبارون منهنجي انٽرويو سان ڀريل هيون. هڪ اخبار ڏاڍي معنيٰ خيز سرخي لڳائي هئي. لکيل هو ؛

جوڳي يا تارا چند-

ڏوهي يا بي ڏوهي!

پوليس جي ڪلَ لاهڻ لاءِ ڪجهہ اخبارن وڏن اکرن ۾ لکيو هو ؛ گلاب پيدائشي گونگو آهي. گلاب سان منسوب اعتراف جڙتو آهن.

ڪجهہ اخبارن بريٽ صحرانيءَ جي باري ۾ لکيو هو ؛ بريٽ صحراني ۽ سندس والده پوليس جي حبس بيجا ۾.

۽ هڪ اخبار چارڻ جي باري ۾ لکيو هو ؛ چارڻ هٿيارن جي سمگلنگ ۾ شامل نہ آهي. جوڳي عرف تارا چند جو بيان.

ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "اڄ صبح جو بہ شڪيل توکي ڏسڻ ۽ توسان ملڻ آئي هئي، پر سسٽر زيتون ڪيس انٽينسو ڪيئر يونٽ ۾ اچڻ نہ ڏنو. ڪيس پڪ ٿي ويئي آهي تہ تون قلندر نہ، بلڪ جوڳي آهين."

ڊاڪٽر امان الله ٽيليفون کڻي آيو. ٽيليفون پلنگ تي رکندي چيائين، "شڪيل جي يقين کي شڪ ۾ بدلائڻ ضروري ٿي پيو آهي."

مون ڊاڪٽر امان الله ڏانهن ڏٺو.

ڊاڪٽر چيو، "تون شڪيل سان فون تي ڳالهاءِ."

پڇيم، "فائدو؟"

وراڻيائين، ’هوءَ توکي انٽينسِو يونٽ ۾ ڏسي وٺي آهي. انٽينسو يونٽ ۾ هڪ بيهوش پيل مريض ڳالهائي نه سگهندو آهي. تنهنجو ڳالهائڻ شڪ ۾ وجهي ڇڏيندو ته اڄ صبح هن جنهن شخص کي بيهوشيءَ جي حالت ۾ ڏٺو هو، سو تون نه آهين.‘

هبڪندي هبڪندي رسيور کنيم. رسيور ڏانهن ڏسندو رهيم. رکي ڇڏيم.

ڊاڪٽر امان الله چيو، ’پوليس وارا، ۽ خفيه ايجنسين جا ملازم ڪنهن جا به سڄڻ ۽ ساٿي نه ٿي سگهندا آهن. هوءَ پهرين ڏڪ ۾ توکي گرفتار ڪرائڻ ۾ ويرم نه ڪندي.‘

ڊاڪٽر امان الله فون تان رسيور کڻي، مون کي ڏيندي چيو، ’مان نه ٿو چاهيان ته هوءَ تنهنجي تلاش ۾ هن اسپتال ۾ ايندي رهي.‘

مون نه چاهيندي به فون جو نمبر ڊائل ڪيو. پهرين گهنٽيءَ تي شڪيله رسيور کڻي ورتو، ۽ چيو، ’جوڳي، ڪيئن آهين؟‘

مون کان ڇرڪ نڪري ويو. پڇيم، ’توکي ڪيئن خبر پئي ته هيءَ فون منهنجي آهي؟‘

وراڻيائين، ’صبح کان انتظار پئي ڪيم تنهنجيءَ فون جو.‘

اچرج وچان پڇيم، ’توکي پڪ هئي ته مان فون ڪندس!‘

’ها.‘ وراڻيائين، ’مون کي پڪ هئي ته تون فون ڪندين.‘

پڇيم، ’ڇو پڪ هئي؟‘

وراڻيائين، ’مون کي پڪ ڏيارڻ لاءِ ته ڪالهه رات غنودگيءَ ۾ جنهن شخص مون سان ڳالهايو هو، سو تون آهين.‘

وائڙو ٿي ڊاڪٽر امان الله خان ڏانهن ڏٺم. ڊاڪٽر امان مون کي هٿ سان اهڙي نموني اشارو ڪيو، ڄڻ چوندو هجي، ڳالهائيندو رهه.

چيم، ’ها، شالي ڪالهه رات تو مون توسان ڳالهايو هو- مون کي ياد آهي.‘

هڪدم چيائين، ’۽ خبر اٿئي ته تو مون سان ڇو ڳالهايو هو؟‘

اچرج وچان چيم، ’ڇو ڳالهايو هيم! دل چاهيو هو، ۽ بس.‘

’نه جوڳي نه‘ شاليءَ چيو، ’تو مون کي پڪ ڏيارڻ لاءِ فون تي مون سان ڳالهايو هو ته آپريشن ٿيٽر ۾ تون نه، بلڪ تنهنجو هم شڪل ۽ هم آواز قلندر نالي ڪو شخص بانپسي ڪرائي رهيو هو.‘

مون کي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته ڇا ڳالهايان، ۽ ڇا نه ڳالهايان! هوءَ جهڙي نموني جرح ڪري رهي هئي، ۽ جنهن يقين سان ڳالهين جا سلسلا جوڙي رهي هئي، تنهن مان مون کي پڪ ٿي وئي ته هوءَ خفيه ايجنسين جي ايجنٽ هئي.

’جوڳي.‘ رسيور مان شاليءَ جو آواز آيو. چيائين، ’منهنجي ڳالهه غور سان ٻڌ. افغانستان واري جنگ بند نه ٿي آهي. اندرين خاني بدترين قسم جي جنگ هلي رهي آهي. ان جنگ جو فائدو کڻندي ڪي ايجنسيون پنجاب ۽ سنڌ ۾ هٿيارن جي

سمگلنگ ڪري رهيون آهن. تون پاڻ کي بچاءِ - اهڙي ڪنهن بہ ٽولي کان پري رهڻ جي ڪوشش ڪر، جيڪو هٿيارن جي سمگلنگ، يا افغانستان جي جنگ ۾ سڌي طرح يا اڻ سڌي طرح شامل آهي.'

مون کي ائين محسوس ٿيو، جڻ زهريلا وڇون منهنجين لونڊڙين تي هلڻ لڳا. نرڙ تہ منهنجو پٽين سان ڍڪيل هو، نڪ ۾ اکين هيٺان پگهر جا ڦڙا نڪري وهڻ لڳا. مون ڪجهہ نہ چيو، فقط ڪنڌ وراڻي ڊاڪٽر امان الله خان ڏانهن ڏٺو.

شاليءَ چيو، 'جوڳي، مون کي خبر آهي، تون جتان ڳالهائي رهيو آهين.'

بيڪار قسم جو بهانو ناهيندي چيم، 'مان پي سي او تان پيو ڳالهايان.'

شاليءَ چيو، 'تون ڊاڪٽر درانيءَ جي اسپتال مان پيو ڳالهائين.'

حيرت وچان پڇيم، 'توکي ڪيئن خبر پئي.'

'ان ڳالهہ کي ڇڏي ڏي تہ مون کي ڪيئن خبر پئي.' شاليءَ چيو، 'هن مهل تون جن ماڻهن وٽ لڪل آهين، تن جو هٿيارن جي سمگلنگ سان سڌو واسطو تہ ناهي، پر اهو ٽولو افغان لبريشن لائنز جو تمام سرگرم حصو آهي. هنن وٽ افغان لبريشن لائنز جا ڪمانڊوز اچي رهندا آهن، ۽ جيڪڏهن زخمي هوندا آهن، تہ علاج ڪرائيندا آهن.'

ڊاڪٽر امان الله خان رسيور جي مائوٿ پيس تي هٿ رکندي چيو، 'ڪهڙي بڪواس پئي ڪري.'

مون سندس هٿ رسيور جي مائوٿ پيس تان هٽائي ڇڏيو.

شاليءَ چيو، 'مان سمجهان ٿي هنن مان ڪو هڪ شخص تنهنجي ڀرسان بيٺو آهي.'

مون مائوٿ پيس تي هٿ رکندي، ڊاڪٽر امان الله خان کي چيو، 'ڪيس منهنجي ويجهو ڪنهن جي موجودگيءَ جو شڪ ٿي پيو آهي.'

ڊاڪٽر امان سڙ ٻاٽن ۾ چيو، 'ٻڌائينس تہ نرس آهي.'

ان کان اڳ جو مان ڳالهايان، شاليءَ ڳالهايو چيائين، 'حڪومت بين الاقوامي دٻاءُ ۽ اندروني حالتن سبب افغانستان جي جنگ ۾ افغانين جو ساٿ ڏيئي رهي آهي. پر حڪومت ڪنهن بہ صورت ۾ سنڌ جي دهشت گردن جي افغانين سان سازباز برداشت نہ ڪندي.'

'اڙي!' مون کان ذري گهٽ رڙ نڪري وئي. چيم، 'شالي، تون بہ مون کي دهشت گرد سمجهين ٿي!'

'منهنجي سمجهڻ يا نہ سمجهڻ سان ڪو فرق نہ پوندو.' شاليءَ چيو، 'اجايا انٽرويو ڏيئي تون معاملي کي منجهائي رهيو آهين.'

'مون ثابت ڪرڻ پئي چاهيو تہ پوليس جو بيان ڪوڙو آهي. ...م، 'گلاب پيدائشي گونگو آهي.'

شاليءَ چيو، 'پوليس ڪٿي چيو آهي تہ گلاب ڳالهايو آهي. هنن چيو آهي ـ گلاب

پوليس آڏو اعتراف ڪيو آهي- ۽ اعتراف تحريري به ٿيندو آهي."
منهنجي دل ڪنبي ويني.
ڊاڪٽر امان الله سڙ ٻاٽن ۾ چيو، "فون بند ڪري ڇڏ."
شاليءَ چيو، "جيڪو شخص تنهنجي مٿان بيٺو آهي، سو توکي ڳالهائڻ کان روڪي رهيو آهي. منهنجي ڳالهه غور سان ٻڌ- اڄ رات هڪ لڳي مان اسپتال جي ڏاکڻي طرف گاڏي آڻي بيهاريندس. تون پٺ ٽپي ٻاهر هليو اچجانءِ. هنن وٽ تنهنجو رهڻ اجايو توکي بين الاقوامي سياست ۾ ڦاساني وجهندو."
فقط هڪ لفظ ڳالهايم. چيم، "ٺيڪ آهي."
ڊاڪٽر امان الله مانوٽ پيس تي هٿ رکي سڙ ٻاٽن ۾ چيو، "وڏي مڪار عورت آهي. هن جي ڪنهن ڳالهه تي يقين نه ڪجانءِ، جوڳي!"
مانوٽ پيس تان هٿ هٽائيندي ڊاڪٽر کي چيم، "مون کي ڳالهائڻ ڏي ڊاڪٽر."
ڊاڪٽر هٿ هٽائي ڇڏيو. مون کان وک کن پري ٿي بيٺو.
چيم، "شالي! منهنجي ڳالهه ٻڌين ٿي نه. جيئن تو چيو آهي، تيئن ئي ٿيندو."
شاليءَ چيو، "خبردار رهجانءِ. جيڪڏهن شڪ پيئن ته تون اڄ رات پڇي ويندين ته توکي ماريندي ويرم نه ڪندا."
چيم، "تون فڪر نه ڪر."
ٻڌل آواز ۾ چيائين، "توکي ڏک ته ضرور ٿيندو- پر چا ڪجي. هنن ڪالهه چارڻ کي ماراني ڇڏيو آهي."
"هان!" منهنجي اندر مان آهه ايري آئي.
شاليءَ چيو، "سندس لاش اٽڪ پل جي هيٺان لڌو آهي. ڪيس مٿي ۾ چار گوليون لڳل آهن."
مون رسيور رکي ڊاڪٽر امان الله خان ڏانهن ڏٺو. ●

# 42

ڪجهه دير لاءِ مون کي ٻڌل ڳالهه تي يقين نه آيو. چارڻ چريي کي ماري وڌو اٿانون! مان الاءِ ڪيتري دير تائين ڦاٽل اکين سان ڊاڪٽر امان الله خان ڏانهن ڏسندو رهيس.

منهنجي اهڙي نموني ڏسڻ ڊاڪٽر امان الله کي بيچين ڪري وڌو. هو پنهنجي بيچيني لڪائڻ لاءِ منهنجي پاسي کان ويهي رهيو. ڌيرج واري لهجي ۾ چيائين، "شڪيلا خفيه ايجنسين جي ايجنٽ آهي. سندس ڪنهن ڳالهه تي يقين نه ڪجانءِ."

ڊاڪٽر امان الله خان جي منهن ۾ ڏسندي پڇيم، "۽ توهين ڪير آهيو؟"

ڊاڪٽر امان اٿي بيهي رهيو. اهڙي نموني ڳالهايائين، جڻ سندس بيچيني ختم ٿي ويئي هئي. چيائين، "اسان جو تعلق افغان لبريشن لائنز سان آهي."

مون پنهنجي جسم تان مانيٽرن جون تارون پٽي لاهي ڇڏيون. ڊاڪٽر امان الله ڪنهن به قسم جي مداخلت نه ڪئي. هو خاموشيءَ سان مون ڏانهن ڏسندو رهيو. مان اُٿي بيهي رهيس.

ڊاڪٽر امان نرم لهجي ۾ چيو، "جوڳي ساڳي غلطي نه ڪجانءِ، جيڪا چارڻ ڪئي هئي."

ڪاوڙ مان چيم، "چارڻ مسڪين کي توهان اول پنهنجي ڄار ۾ ڦاسايو، ۽ دوکو ڏيئي ڪيس ماري وڌو. مٿس غلطيءَ جو الزام نه مڙهيو."

"چارڻ غلطي ڪئي هئي. هن غلطي ڪئي هئي."

ڊاڪٽر امان پنهنجي ڳالهه تي زور ڏيندي چيو، "مون ڪيس ڪوهاٽ جي رستي پشاور موڪلڻ جو بندوبست ڪيو هو. پر، واٽ تي هو ٽرڪ مان لهي، پيشاب جو بهانو ڪري ڀڄي ويو، ۽ نيٺ مارجي ويو."

"اجايا من گهڙت قصا نه ٻڌاءِ، ڊاڪٽر." ڪاوڙ وچان چيم، "صاف ڳالهه ٻڌاءِ ته چارڻ جي پڪڙجي پوڻ کان پوءِ توهان کي هٿيارن جي سمگلنگ جو ڦاٽ ڦاٽي پوڻ جو ڊپ هو، تنهنڪري توهان چارڻ کي ماري ڇڏيو."

"ها، اهو درست آهي ته چارڻ جيڪڏهن گرفتار ٿي پوي ها، ته خفيه ايجنسين ۾ عذاب ڏيڻي ڪانئس هٿيارن واري ڳالهه ڪڍائي وٺن ها. ان جو اسان کي ڊپ هو." ڊاڪٽر امان الله چيو، "پر، اهو غلط آهي ته چارڻ کي اسان مارايو آهي."

"ته پوءِ چارڻ کي ڪنهن ماريو آهي؟" تلخ لهجي ۾ پڇيم، "توهان کان سواءِ

چارڻ جي باري ۾ ڪنهن کي خبر هئي؟"
"خفيہ ايجنسين کي خبر هئي." ڊاڪٽر امان چيو "هنن صادق آباد وٽ ڪيس هٿيارن واري ٽرڪ مان لهندي ڏٺو هو."
مون کي آپريشن ٽيٽر ۾ ڪيسٽن ذريعي انٽرويو دوران هڪ صحافيءَ جو سوال ياد آيو، جنهن پوليس جي حوالي سان چارڻ کي صادق آباد وٽ هٿيارن سان ڀريل ٽرڪ مان لهندي ڏسڻ جو ذڪر ڪيو هو. مون سندس سوال جي سختيءَ سان ترديد ڪئي هئي.
ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "چارڻ کي خفيہ ايجنسين جي ڪمانڊوز ماريو آهي."
ڊاڪٽر امان جو دليل مون کي بي معنيٰ محسوس ٿيو. پڇيم، "هنن ڪيس مارڻ بدران گرفتار ڇو نہ ڪيو؟"
"تون نهايت سادو، ۽ عام رواجي ماڻهو آهين، جوڳي! "ڊاڪٽر امان وراڻيو، " بين الاقوامي سياست، ۽ سياسي سازشن کان بيخبر آهن."
"هو نهہ!" نفرت وچان پڇيم،" مسڪين چارڻ کي مارڻ پٺيان ڪهڙي بين الاقوامي سازش يا سياست هئي!"
**هٿ پويان ڪري ڊاڪٽر امان الله خان ڪمري ۾ ٽي چار چڪر هڻي پٽ ڏانهن منهن ڪري بيهي رهيو. هن ڪجهہ دير تائين خاموش رهڻ کان پوءِ پنهنجي ساڻ چيو، "جڏهن باهہ لڳندي آهي، تڏهن سُڪن گڏ ساوا بہ سڙي ويندا آهن."**
مون ڪاوڙ وچان ڇپَ پيڪوڙي ڇڏيا. سندس خود ڪلاميءَ جو ڪوبہ جواب نہ ڏنم.
هن چيو، "جنگ بہ انسانن جي جهنگ ۾ لڳل باهہ آهي، جنهن ۾، جيڪي جنگ ۾ شامل هوندا آهن، انهن سان گڏ اُهي بہ اَجل جو شڪار ٿي ويندا آهن، جيڪي جنگ ۾ شامل نہ هوندا آهن."
هن منهن ورائي مون ڏانهن ڏٺو، مان خاموش رهيس.
ڊاڪٽر امان چيو، "دلبر خان ۽ ڪشمير خان بہ ڪي افغان لبريشن لائنز نہ هئا، پشاور جا عام رواجي ياڄي فروش هئا. هنن اسان لاءِ ڪم ڪيو، هنن اسان جي مدد ڪئي. ۽ خبر ائين....." هن جملو اڌ ۾ ڇڏي ڏنو.
ڪاوڙ بدران مون تعجب وچان ڊاڪٽر امان ڏانهن ڏٺو.
ڊاڪٽر امان چيو، "جنهن ڏينهن چارڻ جو لاش اٽڪ پل هيٺان لڌو هو، تنهن رات دلبر خان ۽ ڪشمير خان کي سندن حجري ۾ قتل ڪيو ويو هو."
مون کان ذري گهٽ ڇرڪ نڪري ويو.
ڊاڪٽر امان چيو، "مختلف خفيہ ايجنسين مان ڪا هڪ اهڙي ايجنسي آهي، جنهن وٽ تمام خوفناڪ ڪمانڊوز آهن، ۽ هو اهي ڪارروايون ڪري رهيا

آهن.'

مون کي سمجھ ۾ نہ پئي آيو تہ ڇا چوان!

ڊاڪٽر امان الله خان چيو، 'اسپتال مان ٻاهر نڪرڻ شرط تون بہ ڪنهن ڪمانڊو جي گولين جو بک ٿي ويندين.'

منجهي پيس. مونجهارن ۾ وڪوڙجي ويس. مون ڊاڪٽر امان الله خان کان پڇيو، 'جيڪڏهن ائين آهي، تہ پوءِ خفيہ ايجنسين جا ڪمانڊوز توکي ۽ ڊاڪٽر درانيءَ کي بہ ماري ڇو نہ ٿا ڇڏين؟'

'اهو سندن ڊيوٽيءَ ۾ شامل نہ آهي.' ڊاڪٽر امان ورائيو، 'اسان جي حفاظت سندن ڊيوٽيءَ ۾ شامل آهي.'

مان ڳالھ جي تہ تائين پهچي نہ سگهيم. چيم، 'مان واقعي عام رواجي سوچ رکڻ وارو، عام رواجي شخص آهيان. سياست جي رمزن کان اڻ واقف آهيان.'

'نہ نہ، منهنجو مطلب اهو نہ هو، جيڪو تو ڪڍيو آهي.' ڊاڪٽر هڪدم چيو، 'منهنجي چوڻ جو مطلب هو تہ بين الاقوامي سطح تي تمام منجهائيندڙ ۽ سازشن واري سياست هلي رهي آهي، ۽ تون جيئن تہ ان سموري معاملي کان جدا آهين، تنهنڪري سمجهي نہ سگهندين. تنهنجي دل ڏکائڻ منهنجو مقصد نہ هو.'

مان پلنگ تي ويهي رهيس. مون کي لونڊڙيءَ وٽ سور محسوس ٿيڻ لڳو.

ڊاڪٽر امان ڪرسي ڇڪي پلنگ جي پاسي کان اچي ويٺو. چيائين، 'مان سمجهان ٿو شڪيل فون تي اسان جي باري ۾ توکي سڀ ڪجھ ٻڌائي ڇڏيو آهي.'

'هن توهان جي باري ۾ مون کي ڪجھ نہ ٻڌايو آهي.' هڪدم چيم،' ۽ ڊاڪٽر، مان شڪيل جي باري ۾ ڪنهن بہ بحث لاءِ تيار نہ آهيان.'

ڊاڪٽر امان ٺوڙيون ڪرسيءَ جي ٻانهن تي رکي، ٻنهي هٿن ۾ مٿو جهلي ويهي رهيو. عجيب قسم جي خاموشي ڪمري کي ڳڙڪائي ويئي.

ڪافي دير کان پوءِ هن ڪنڌ کڻي مون ڏانهن ڏٺو. چيائين، 'مون تنهنجي لاءِ سٺا وڪيل ڪيا آهن. تون خير خوبيءَ سان، جملي الزامن کان آزاد ٿي پنهنجي وطن، سنڌ ورندين. مان نٿو چاهيان تہ تون اسان جي باري ۾ ڪنهن بہ قسم جو غلط تاثر کڻي وڃين.'

ڏک وچان چيم، 'يار، توهان جي ڪري منهنجو مولائي دوست مارجي ويو آهي. مون کي ڏاڍي تڪليف پهتي آهي. مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو آهي.'

ڊاڪٽر امان الله چيو، 'دل ۾ تہ نہ ڪندين، جيڪڏهن چارڻ جي باري ۾ ڪجھ چوان؟'

چيم، 'ڪو گٿو لفظ نہ ڳالهائجانءِ، ڊاڪٽر.'

ڊاڪٽر چيو، 'هو اسان سان سنڌ لاءِ هٿياربند جدوجهد جون ڳالهيون ڪندو هو. بنا ڪنهن تنظيم جي بنا ڪنهن تنظيمي ڍانچي جي، هوائي ۽ رومانٽڪ

ڳالهيون. هو اڄ نه، ته سياڻي اهڙي ني نموني مري وڃي ها."

چيم، "گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي ڌرتيءَ تي ته مري ها. هيءُ کهڙي قسم جو موت آهي، جيڪو هڪ مولائي رومانٽڪ کي نصيب ٿيو آهي، انڪ پل جي هيٺان سندس لاش لڌو آهي. واه ڊاڪٽر، واه!"

خاموشيءَ جو اجگر ٻيهر سموري ماحول کي اُڳري ويو. مون کي ڊاڪٽر امان جيساهه هلڻ ۽ پنهنجيءَ دل جي ڌڙڪڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ پئي آيو.

انين محسوس ٿيو، جڻ ڪي يهر گذري ويا. مون ڊاڪٽر امان الله خان کي چيو، "ڊاڪٽر، ممڪن هجي ته چارڻ جو لاش سنڌ ۾ سندس مائٽن ڏانهن موڪلڻ جو ڪو بلو ڪريو."

ڊاڪٽر ڪرسيءَ تان اُٿي، پلنگ تي منهنجي پرسان ويهي رهيو. چيائين، "متان سمجهين ته مان تنهنجي ڏک کي سمجهي نه ٿو سگهان. پر، چارڻ جي باري ۾ ڪجهه ڪرڻ ممڪن نه آهي."

مون بيوسيءَ وچان فون کڻي ورتي. شڪيل جو نمبر ڊائل ڪندي، مون کي تعجب ٿيو ته ڊاڪٽر امان الله کنهن به قسم جو اعتراض نه ڪيو، ۽ نه ئي هن ڪا پڇا ڳاڇا ڪئي. جڻ ڪيس خبر هني ته مون ڪنهن سان ڳالهائڻ پئي چاهيو.

شڪيل پهرين گهنٽيءَ تي رسيور کڻي ورتو. ان کان اڳ جو هوءَ ڳالهائي، مون اُٻهرائيءَ ۾ چيو، "شالي، اهو ممڪن ناهي ته چارڻ جو لاش سنڌ ۾ سندس مائٽن ڏانهن موڪلي سگهجي؟"

"نه جوڳي، اهو ممڪن ناهي." شاليءَ ورانيو، "تون پنهنجو خيال رکجانءِ، رات جي هڪ ٿيڻ ۾ اجان ارڙهن ڪلاڪ باقي آهن. ارڙهن ڪلاڪن ۾ گهڻو ڪجهه ٿي سگهندو آهي. سمجهه ته تون برنڊز جبل جي پيڪ تي ويٺو آهين." رسيور رکي ڊاڪٽر امان الله خان ڏانهن ڏنو. ●

# 43

مون کي پنهنجي بي حسيءَ تي تعجب ٿيو. ايتري مختصر عرصي ۾ حالتن هٿان مان ايتريقدر بدلجي ويو هوس! عام رواجي حالتن ۾ چارڻ جي اوچتي مرڻ جي خبر ٻڌان ها تہ جيڪر هنجون هاري روئي پوان ها. زندگي ڏيڻ ۽ زندگي وٺڻ واري سان بحث ۾ وچڙي پوان ها! چارڻ جي مرڻ جو صدمو سولائيءَ سان برداشت ڪري نہ سگهان ها.

چارڻ جي مرڻ جي خبر ٻڌي مون کي ٿورڙي ڏک، ٿورڙي صدمي ۽ ٿورڙي تعجب کان سواءِ ڪجهہ نہ ٿيو. سُڪن گڏ ساوَن جي سڙڻ واري رمز کان جڻ اڳواٽ واقف هوس. ٿڌو ساهہ کڻي ليٽي پيس. واچ ۾ وقت ڏٺم. منجهند جو هڪ ٿيو هو. پورن ٻارهن ڪلاڪن کان پوءِ شالي اڄ رات ڏاري اسپتال ٻاهران گاڏي کڻي ايندي، ۽ مان اڄ رات کان پوءِ آزاد ٿي ويندس! اڄ رات کان پوءِ منهنجي پڇڻ ۽ ڏکڻ، لڪڻ ۽ ڇپڻ جو سلسلو ختم ٿي ويندو! نہ ڪيل گناهن ۽ ڏوهن جي صفائيءَ ۾ ڪجهہ چوڻ جي نوبت نہ ايندي. آزمائشن جي رات ختم ٿي ويندي.

مون اڳ ڪڏهن بہ نصيب، ۽ نصيب جي ڪاتب جي باري ۾ نہ سوچيو هو. ان ڏينهن مون کي نصيب ۽ نصيب جي ڪاتب جو خيال آيو. سوچيم، الائي ڇا لکيو اٿائين نصيب ۾! ڪٿي ائين تہ ناهي، دوکو کائي رهيو آهيان! **چوندا آهن، جيڪا رات قبر ۾ گذارڻي هوندي آهي، سا رات ڪٿ ٻي نہ گذرندي آهي.** ائين تہ ناهي، ڏائڻ جي ڪوڙڪي ۾ ڦاسي رهيو آهيان! هوءَ جيڪڏهن خفيہ ايجنسين جي ايجنٽ آهي، تہ پوءِ هڪ ملزم تي ايتريقدر مهربان ڇو آهي! عشق جو عنصر بيمعنيٰ آهي. هڪ عورت جنهن بہ ناڪام ازدواجي زندگيون گذاريون آهن، سا مون جهڙي ڦٽيچر تي عاشق ٿي پوي، امڪان کان ٻاهر آهي! ٻيو ڪو سبب آهي! مان مونجهارن جي ماڳ کان وجي نڪتس. ضرور ٻيو ڪو سبب آهي!

دل جي ڪنهن ڪنڊ مان اميدن لينو پاڻي ورتو. سوچيم، ممڪن آهي، ڊاڪٽر امان الله جي خبر انومان تي ٻڌل هجي، خيال آرائين ۽ قياس آرائين تي ٻڌل هجي! شالي هڪ سهڻي عورت کان اڳتي ڪجهہ بہ نہ هجي! ايجنسين سان سندس تعلق واري خبر سراسر غلط هجي! شل ائين ئي هجي، شل ائين ئي هجي! **دل جون دعائون جيڪڏهن اهڙي نموني عرش تي اڳهامن ها، تہ پوءِ جيڪر جدائيءَ جو لفظ جنم نہ وٺي ها. مون جهڙا اڀاڳي نصيب جي ٽالهہ مان وصل ٻدران**

**وڇوڙي جو دونو ڪٽي دنيا ۾ ايندا آهن. ملڻ هنن لاءِ مهڻو هوندو آهي.**

مون کي سچ پچ محسوس ٿيو تہ مان ہرندڙ جبل جي ڀڪَ تي بيٺو هوس. هڪ طرف افغان مجاهدن جي ڇاپا مار جنگ هئي، ۽ ٻئي طرف خفيہ ايجنسين ۽ پوليس جي وٺ پڪڙ هئي. ان وقت مون کي هڪ هيڪلي شخص جي بيوسيءَ جو احساس ٿيو، جيڪو فرار جي راهن ۾ رستي بدران رهزنن جي ور چڙهي ويندو آهي. اگر ان قسم جا چار قطعي جڙتو، ۽ من گهڙت لڳندا هئا. ان قسم جون ڳالهيون ٽئين درجي وارين فلمن جو مواد لڳنديون هيون. پر، جڏهن پاڻ مصيبتن جي منهن ۾ وڃي پيو هوس، تڏهن محسوس ڪيم تہ من گهڙت قصن ۽ آتم ڪٿا ۾ ڪڏهن ڪيترو گهٽ فرق هوندو آهي، بلڪہ آتم ڪٿا تي من گهڙت قصي جو، ۽ من گهڙت قصي تي آتم ڪٿا جو احساس ٿيندو آهي! هڪ ڏوه ڪرڻ کان پوءِ هيءَ وسيع دنيا اک ڇنڀ ۾ محدود ٿي پوندي آهي. سچ سوا نيزي تي لهي ايندو آهي. لڪڻ لاءِ جهنگ کان سواءِ ڪجهہ بہ محفوظ نہ لڳندو آهي- ۽ جهنگ زندگيءَ کي تيزيءَ سان پوئتي ڪٽي ويندو آهي. اهڙي زندگي، جنهن جي مستقبل ۾ اڳتي وڌڻ بدران پٺتي هٽڻ لکيل هو، مون کي قبول نہ هئي.

مان اُچل ڪاني اٿي ويهي رهيم، ٻئي مُنيون پيڪوڙي پلنگ تي هنيم، ۽ پنهنجي ساءِ چيم، مون ڪو بہ ڏوه نہ ڪيو آهي. مون، ۽ گلاب گونگي ڪوبہ ڏوه نہ ڪيو آهي!

سوچن جي سُرنگ ۾ خيال آيو تہ ٻن قسمن جا ماڻهو پنهنجي مرضيءَ سان جلاوطن ٿيندا آهن. هڪڙا اُهي جيڪي سياسي يا سماجي ڏوه ڪري وڃهندا آهن، ۽ ٻيا اُهي جن تي سياسي يا سماجي الزام مڙهيا ويندا آهن. ٻنهي قسم جا ماڻهو ملڪ ڇڏي هليا ويندا آهن. ملڪ هنن لاءِ پرديس ٿي پوندو آهي. جاتل سڃاتل شهر اوچتوني اوچتو هنن لاءِ ويران، ۽ اوپري اڻڄاڻ مقام جي علامت ٿي پوندا آهن. هو هليا ويندا آهن. مان بہ هيءُ ملڪ ڇڏي هليو ويندس. هتان هليو ويندس. نہ رهندس. هن ملڪ ۾ نہ رهندس. **ظالمانو تفتيشي نظام مان برداشت ڪري نہ سگهندس- ۽ هونءَ بہ قانون نافذ ڪرڻ وارن ادارن جا بدصورت، پوانتا ۽ راڪاسن جهڙا بيرحم ڪارندا. مون کي جيئرو نہ ڇڏيندا.** هڪ دفعي، جهرن جهنگن مان زندگيءَ لاءِ ڊوڙندي، ڀڄندي ۽ لڪندي سوچيو هيم تہ مان زخمي هرڻ آهيان، ۽ هزارين خونخوار ڪُتا ۽ بگهڙ منهنجي ڪڍ لڳل آهن. هو منهنجي رَتُ جا پياسا آهن. هو مون کي جيئرو نہ ڇڏيندا. مون کي ڇيري ڦاڙي چٽ ڪري ڇڏيندا! خونخوار ڪتا ۽ بگهڙ مون کي ويجهو پوندا پئي ويا.

عجيب قسم جي سانت منهنجي سيني ۾ لهڻ لڳي. سوچيم، پنهنجي پَر ۾ فيصلو ڪري ڇڏيم، تہ اڄ رات، ڪا انڪل هلائي، ڊاڪٽر امان الله خان ۽ سندس ڪماندوز کي، ۽ شاليءَ کي گوهي ڏيئي هليو ويندس. سرحد پار ڪري ايران ۾

وجي سياسي پناه وٺندس يا ، هندستان هليو ويندس. هونءَ بہ انيڪ الزامن مان هڪ سنگين الزام مون تي ۽ گلاب گونگي تي اهو هنيو اٿانون تہ اسين هندستان جا ايجنٽ آهيون. منهنجو نالو تارا چند آهي. بس ، تہ پوءِ نيڪ آهي. تارا چند هندستان هليو ويندو. سياسي پناه وجي وٺندو!

ان وقت مون کي گلاب گونگي جو خيال آيو. ڪيس مصيبتن جي منهن ۾ ڇڏي هيڪلو هليو ويندس! ضمير جي ملامت مون کي جيئرو رهڻ ڏيندي! پر ، پوءِ خيال آيو تہ اليڪٽرانڪ پريس ڪانفرنس هٿي وجي هنڌ ڪندي. گلاب گونگي جي حلفيہ بيان واري ڳالهہ جڙتو ۽ من گهڙت ثابت ٿيندي. پوليس ڪيس چپ چپات ۾ ڇڏي ڏيندي. هن کي ڪجهہ نہ ٿيندو. پيدائشي گونگي هئڻ واري حقيقت سندس بيگناهيءَ جو سبب ٿي پوندي! ۽ هونءَ بہ ، هن ڪيس ۾ مان اصل ۽ وڏو ملزم آهيان. گلاب گونگو منهنجو ساٿي آهي. هو بچي ويندو. هن کي ڪو خطرو نہ آهي. بريٽ صحرائي ۽ سندس ماءُ کي بہ ڇڏي ڏيندا. بس ، مون کي نہ ڇڏيندا. مان وڏو ۽ اصلي ملزم آهيان. ملڪ دوهي آهيان ، غدار آهيان ، باغي آهيان ، دشمن آهيان. دشمن جو ايجنٽ آهيان. مان هتان هليو ويندس.

"خير تہ آهي!"

مون ڪان ذري گهٽ ڇرڪ نڪري ويو. ڊاڪٽر امان الله خان منهنجي پرسان بيٺو هو. مون کي خبر نہ پئي هني تہ هو ڪڏهن ڪمري ۾ داخل ٿيو هو. هو منجهند جي ماني ڪٺاني آيو هو.

"ڇا پيو سوچين؟"

"هون!" سوچن جي سُرنگ مان ٻاهر ايندي ، مون ڊاڪٽر ڏانهن ڏٺو.

"نہ ، نہ نہ." نرڙ تي هٿ رکندي چيم، "نہ ، مان پريشان نہ آهيان."

"خبر اٿني ، مان گهٽ ۾ گهٽ ڏهن منٽن کان تنهنجي پاسي کان بيٺو آهيان."

"ڏهن منٽن کان!"

"ها. گهٽ ۾ گهٽ ڏهن منٽن کان."

"ڪمال آهي! مون کي قطعي ڪا خبر نہ پيني."

"گهري سوچ ۾ انين ني ٿيندو آهي."

ڊاڪٽر امان الله هٿ سان اشارو ڪندي ، وارڊ بوائے کي وڃڻ لاءِ چيو.

وارڊ بوائے هليو ويو.

مانيءَ جي ٽرالي اڳيان ڇڪيندي ، ڊاڪٽر امان الله خان پڇيو، "ڇا پيو سوچين؟"

ڪيس ٽارڻ لاءِ چيم، "ڪجهہ خاص نہ."

منجهند جي مانيءَ ۾ هو اوباريل پاجيون ۽ سوپ ڪٺاني آيو هو. اوباريل پاجين تي ڪارا مرچ وجهندي چيائين ، "بہ خبرون آهن. هڪ سٺي ، ۽ هڪ خراب."

مون سوپ جو چمچو پياليءَ ۾ ڇڏي ڏٺو.

ڊاڪٽر امان الله چيو، ”سٺي خبر اها آهي تہ تنهنجي انٽرويوءَ ۾ صحافين جي سخت نوٽ سبب پوليس تنهنجي دوست بريٽ صحرائيءَ کي ڇڏي ڏنو آهي.“

مون وڏو ۽ ٿڌو ساهہ کنيو.

ان کان پوءِ ڪافي دير تائين ڊاڪٽر امان الله خان نہ ڳالهايو. اسين خاموشيءَ سان اوباريل ٻاجهون کائيندا رهياسين. گذريل عرصي ۾ مان ايتريقدر ابتر حالتن مان گذريو هوس، جو بُري خبر ٻڌڻ جي انتظار ۾ نہ منهنجي دل جي ڌڙڪڻ ۾ اضافو ٿيو ۽ نہ ئي منهنجي زبان خشڪ ٿي. مان ڪنڌ جهڪائي سوپ پيئندو رهيس ۽ اوباريل بد ذائقي واريون ٻاجهون کائيندو رهيس.

ماني کائي رهياسين. ڊاڪٽر امان الله خان ٽرالي پري ڪري پٺ سان ٽيڪ ڏئي ڇڏي. منهنجي پرسان ڪرسي سوري ويهي رهيو. مان ڏانهنس ڏسندو رهيس.

ڊاڪٽر امان الله خان چيو، ”رات ڪيبينٽ ميٽنگ ۾ ڪافي اهم فيصلا ڪيا اٿائون.“

مون ڪنهن بہ قسم جي دلچسپي نہ ڏيکاري. پاڪستان ۾ هڪڙيون ڪيبينيٽون فيصلا ڪنديون آهن، ۽ ڪجهہ عرصي کان پوءِ، ٻئي ڪنهن وزير اعظم جي ڪيبينٽ انهن فيصلن کي رد ڪري ڇڏيندي آهي، ۽ پنهنجا فيصلا صادر ڪندي آهي.

ڊاڪٽر امان الله خان چيو، ”ڪيبينٽ هڪ فيصلو اهو بہ ڪيو آهي تہ دهشتگرديءَ جي الزام ۾ گرفتار ٿيل ملزمن کي ڪنهن بہ صورت ۾ ضمانت نہ ڏني ويندي.“

منهنجيءَ دل ڪجهہ دير لاءِ ڌڙڪڻ ڇڏي ڏنو. ڊاڪٽر امان الله خان ۽ مان الاڻي ڪيتري دير تائين هڪ ٻئي ڏانهن ڏسندا رهياسين.

جڻ پاڻ سان ڳالهائيندي چيم، ”ان جو مطلب آهي تہ گلاب گونگي کي ضمانت تي نہ ڇڏيندا.“

ڊاڪٽر امان الله خان جي چهري مان ڏک ظاهر ٿي پيو. هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندي چيائين، ”ها جوڳي گلاب کي ضمانت تي آزاد نہ ڪندا.“ ●

# 44

زندگيءَ ۾ ڪا گهڙي اهڙي بہ ايندي آهي، جڏهن انسان فيصلن جي چوواٽي تي ششدر ٿي بيهي رهندو آهي، ۽ ڪو بہ فيصلو ڪري نہ سگهندو آهي. مان ڪنڌ جهڪائي ويهي رهيس. ڪنهن بہ فيصلي تي پهچي نہ سگهيس. رات جي وچڙي ۾ اسپتال جي پٽ تي شاليءَ سان گڏ ڪنهن اڻ ڏٺي منزل ڏانهن نڪري وڃان! پاڻ کي ڊاڪٽر امان الله خان ۽ افغانستان جي آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ ڪمانڊوز ۽ گوريلن جي حوالي ڪري ڇڏيان! يا، شالي ۽ امان کي گوهي ڏيئي هليو وڃان، ۽ سرحد ٽپي ايران يا هندستان ۾ وڃي سياسي پناه وٺان! گلاب گونگي کي مصيبتن جي منهن ۾ ڇڏي هليو وڃان! مان ڪنهن بہ فيصلي تي پهچي نہ سگهيس. بي يقيني هر فيصلي جي ارادي تي حاوي نظر آئي. مون کي ڪجهہ دير لاءِ انين محسوس ٿيو، جڻ مان ڪنهن قديم اونداهي مقبري ۾ ڦاسي پيو هوس. در درين جي تلاش ۾ روشنيءَ جي هڪ ڪرڻي لاءِ واجهائي رهيو هوس. اوندهہ ۾ ٽاڦوڙا هڻندي پٿين سان وڃي پٺي لڳس. اندوڪار ۾ مقبري جي گنبذ مان سوين هزارين چمڙا خوفناڪ آواز ڪدي، منهنجي مٿان لامارا ڏيڻ لڳا. مون وڏي واڪ رڙ ڪئي، پناه، پناه، پناه! ۽ پنهنجي ئي رڙ جي گونجندڙ آوازن ۾ ڪنبي ويس.

مون ڪنڌ کڻي هيڏانهن هوڏانهن ڏٺو. ڊاڪٽر امان الله خان منهنجي سامهون ويٺو هو. ٽڪ ٻڌي مون ڏانهن ڏسي رهيو هو. سوچ ۾ غرق هو. مون کي پاڻ ڏانهن متوجہ ڏسي چيائين، "اهڙن اُبهرن فيصلن جي بينظير کي وڏي قيمت ادا ڪرڻي پوندي."

چيم، "بينظير کي ڪڏهن ۽ ڪهڙي قيمت ادا ڪرڻي پوندي، ان جي مون کي خبر ناهي. هوءَ وزير اعظم آهي. في الحال ڪيس لهر نہ ڪو لوڏو آهي. سندس ڪيبينٽ جي فيصلي گلاب گونگي کي ماري وڌو آهي."

ڊاڪٽر امان الله خان غور سان مون ڏانهن ڏسندي چيو، "تون ڇا ٿو سمجهين! تون ڇا ٿو سمجهين، ضياءَ جا ڇاڙتا ۽ ملان بينظير کي آرام سان ويهڻ ڏيندا! اوچتو هڪڙي ڏينهن سندس حڪومت جي تختي اونڌي ٿيڻ جي خبر ٻڌندين."

مون کي ڪجهہ ڪجهہ تعجب ٿيو. چيم، "جنرل ضياءَ بظاهر تہ افغان جنگ ۾ افغانين جو وڏو حامي ۽ مددگار هو، لڳيم ٿو، توکي ضياءَ جي حڪمت عمليءَ سان اختلاف آهي."

ڊاڪٽر امان الله خان جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو، چيائين "اسين روسي ڪميونسٽن جي تسلط خلاف جنگ لڙي رهيا آهيون، ان جو مطلب اهو ناهي ته اسين افغانستان کي آزاد ڪرائي، دقيانوسي مُلن جي حوالي ڪري ڇڏينداسين. ضياءَ درپرده دقيانوسي ملن جو حامي هو. افغان جنگ سندس ڳچيءَ ۾ پنجي ويني هئي."

واقعي، بين الاقوامي سياست منهنجي سمجھ کان ٻاهر هئي. ڪير ڪنهن جي لاءِ، ۽ ڇا جي لاءِ وڙهي رهيو هو، مون کي سمجھ ۾ نه پئي آيو. روس ۽ آمريڪا جو افغانستان ۾ ڪهڙو مطلب هو، سندن جنگ جو ڪهڙو مقصد هو! ڪٿي انين ته نه هو، ٻني سپر پاور پنهنجا پنهنجا ايٽمي ۽ جديد هٿيار آزمائڻ لاءِ ڪنهن ڏورانهين ملڪ ۽ ماڻهن جي ڳولا ۾ هنا، ۽ اهو ملڪ ڪين افغانستان جي نالي ۾ هٿ چڙهي ويو هوا **جيئن سائنسدان پنهنجي نئين ايجاد ڪوئن، سيهڙن ۽ ٻوليڙن تي آزمائيندا آهن، تيئن سپر پاور پنهنجا جديد هٿيار ٽين دنيا جي ملڪن ۽ ماڻهن تي آزمائيندا آهن!**

"منهنجي ڳالهه ياد رکجانءِ جوڳي." ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "بينظير جي زوال کان پوءِ ايندڙ حڪومت سندس ني فيصلن کي متس آزمائيندي. دهشتگرديءَ جي نالي ۾ جيڪو به گرفتار ٿيندو، تنهن کي ضمانت نه ملندي. بينظير جي ڪيبنيٽ ايندڙ وقت کي سياستدانن ۽ انصاف جي بالادستيءَ لاءِ وڙهندڙن لاءِ ڏکيو ڪري ڇڏيو آهي."

مون مايوسيءَ وچان چيو، "مون کي لڳي ٿو، بينظير ڪيبينٽ گلاب گونگي جي خلاف بل پاس ڪيو آهي."

ڊاڪٽر امان الله خان چيو، "گلابُ جيڪڏهن ڪنهن به قسم جي تحريري بيان تي صحيح نه ڪئي آهي، ته سمجھه ته اجوڪين اخبارن ۾ شايع ٿيل پريس ڪانفرنس هٿي وجي هندّ ڪندي."

بيوسيءَ وچان چيم، "پر اسان کي ڪيئن خبر پوندي ته گلاب تحريري بيان تي صحيح ڪئي آهي، يا نه؟"

ڪجھ سوچيندي وراڻيائين، "خبر پنجي ويندي. اهو، ايڏو وڏو ڪم ڪونهي."

ڊاڪٽر امان خان اٿي بيهي رهيو.

پڇيومانس، "ڪيڏانهن پيو وڃين؟"

وراڻيائين، "خبر چار رکڻ."

پڇيم، "ڇاجي خبر چار؟"

وراڻيائين، "گلاب ڪنهن ڪاغذ تي صحيح ته نه ڪئي آهي، ۽ بيو ته پوليس ۽ سرڪاري محڪمن تنهنجي پريس ڪانفرنس جو ڪهڙو اثر ورتو آهي."

هو ڪمري مان ٻاهر وڃڻ تي هو، جو پڇيو مانس "جيڪڏهن اهو ظاهر ٿي پوي ته اليڪٽرانڪ انٽرويو تنهنجي اسپتال جي آپريشن ٿيٽر ۾ ڪيو ويو هو، ته

سمجهين ٿو تہ ان جو ڪهڙو نتيجو نڪرندو؟

وراڻيائين، "نتيجي کان اڳواٽ آگاهہ آهيان. پاڪستان مان نيڪالي."

پڇيم، "تون ان نتيجي لاءِ تيار آهين؟"

گهڙي کن سوچڻ کان پوءِ جواب ڏنائين، "مون ان امڪان جي باري ۾ نہ سوچيو آهي. تون بہ نہ سوچ. اجايو پريشان ٿيندين. هونءَ بہ جنگ ۾، سا بہ گوريلا جنگ، تنهن ۾ نتيجي جي باري ۾ ڪڏهن بہ سوچبو ناهي. فقط عمل ڪبو آهي."

ڏانهنس غور سان ڏسندي پڇيم، "تون انين ڇو ڪري رهيو آهين؟"

ڪجھ اچرج وچان وراڻي پڇيائين، "ڇا ڪري رهيو آهيان؟"

چيم، "توهان کي جنرل ضياءَ جي حمايت حاصل هئي. هينئر بينظير ڀٽو جي حڪومت جي توهان کي حمايت حاصل آهي، پوءِ بہ تون انين ڇو ڪري رهيو آهين؟"

کلي وراڻيائين، "اصل ۾ اسان کي آمريڪا جي حمايت حاصل آهي."

چيم، "ڪينئن بہ ڪٿي هجي، توهان کي حڪومت جي حمايت ۽ مدد حاصل آهي. پوءِ، تون انين ڇو ڪري رهيو آهين؟"

وري بہ کلي پيو. پڇيائين، "ڇا ڪري رهيو آهيان؟"

پڇيم، "دل ۾ تہ نہ ڪندين؟"

وراڻيائين، "دل مان وسوسا ڪڍي ڇڏ. جيڪي وٺيني پڇ."

چيم، "هٿيارن جي سمگلنگ."

ٿورڙو ڇرڪيو. وراڻيائين، "مجبوريءَ سبب ڪري رهيا آهيون."

پڇيم، "ڪهڙي مجبوري؟"

ڊاڪٽر امان الله خان تفصيل سان جواب ڏنو، جڻ مون کي پنهنجي حڪمت عمليءَ جو هڪ هڪ نقطو سمجهائي رهيو هو. "جنگ سبب افغانستان ۾ بک ۽ بيمارين منهن ڪڍيو هو. يورپ ۽ آمريڪا مان افغان مجاهدن کي وڙهڻ لاءِ جديد هٿيار ملي رهيا هئا، روڪڙ ڏوڪڙ ۽ ڪاڏو خوراڪ نہ- ۽ جيڪڏهن ڪاڏو خوراڪ ڪٿان آيو پئي تہ اهو دہن ۾ بند هو، ۽ افغانين کي قبول نہ هو. تنهنڪري اضافي هٿيار وڪڻي، هو هٿ آيل پيسي مان افغاني ٻارن لاءِ خوراڪ ۽ دوائون خريد ڪري افغانستان ۾ پهچائيندا هئا."

سندس تفصيل ٻڌڻ کان پوءِ چيم، "انين ڪرڻ سان سنڌ مان طاقت جو توازن ختم ٿي ويندو. جنهن وٽ هٿيارن جو ذخيرو هوندو، سو بي هٿيارن تي ڌهڙ ڌونس سان راڄ ڪندو."

"اسان کي ان جو احساس آهي."

ڊاڪٽر وراڻيو، "اِهوئي سبب آهي جو اسان سنڌين کي پنهنجي ڪم ۾ شامل ڪيو آهي."

جواب ڏنائين، "**اسان بيشمار هٿيار وڪڻيا آهن. ڏاڙيلن کي جڏهن، سنڌين ورلي کي اسان کان هٿيار ورتا آهن. توهين سنڌي مارجي ويندؤ. تمرن سان نہ پيٽ ڀريو آهي، ۽ نہ ئي تاريخ جو نئون باب لکيو آهي.**"

هن چيو، "چارڻ پنهنجي طرفان ڪوشش ڪئي هئي، پر نتيجي ۾ فقط ڏهہ ٻارهن ڪلاشنڪوف ڪڍي سگهيو هو."

مون کان ڇرڪ نڪري ويو. چيم، "چارڻ سچ پچ هٿيارن جي سمگلنگ ڪندو هو؟"

"ها جوڳي." ڊاڪٽر امان الله خان وراڻيو، "پر، هو سٺو سيلزمين نہ هو، يا، توهين سنڌي شايد سچ پچ هٿيارن ۾ دلچسپي نہ ٿا رکو!"

هڪدم چيم، "گهٽ ۾ گهٽ مون کي تہ هٿيارن ۾ دلچسپي ناهي. ڪابہ، ڪنهن بہ قسم جي دلچسپي ناهي."

ٻاهر وڃڻ کا اڳ چيائين، "اڳتي هلي، توهين شايد عزت جي زندگي گذاري نہ سگهو." ●

# 45

انٽينسو ڪيئر يونٽ جو ڪمرو مون کي جيل ۾ تنهائيءَ واري قيد جو سيل محسوس ٿيڻ لڳو. گهٽ، پوسٽ ۽ اڪيلائيءَ ۾ منهنجو ساهه منجهڻ لڳو. سخت سيءَ جي باوجود منهنجي ڪنڌ ۽ نرڙ تي پگهر تري آيو. مون نرسن کي سڏڻ واري گهنٽيءَ جي بٽڻ تي زور ڏنو. ٻيلي پير سسٽر زيتون هلي آئي.

منهنجي منهن ۾ ڏسندي پڇيائين، 'ڇو، ٺيڪ ته آهين نه. تنهنجي چهري تي پگهر ڇو آهي. ڇا پيو محسوس ڪرين؟'

چيم، 'ڏاڍي گهٽ ۽ پوسٽ آهي. مون کي ساهه کڻڻ ۾ تڪليف پئي ٿئي.'

پوئين پير موٽندي چيائين، 'مان ڊاڪٽرن کي وٺي ٿي اچان.'

ڏانهن هڪدم ڪيس روڪيندي چيم، 'ترس سسٽر.' هوءَ بيهي رهي.

ڏانهن چيم، 'منهنجي ويجهو اچ!'

هوءَ منهنجي ويجهو هلي آئي. ڪجهه پريشاني ۽ ڪجهه حيرت وچان مون ڏانهن ڏسڻ لڳي.

چيم، 'مون کي ڊاڪٽر جي ضرورت ناهي.'

چيائين، 'پر، تون مون کي ٺيڪ نه ٿو لڳين.'

چيم، 'ها مان ٺيڪ نه آهيان. پر، منهنجي ٺيڪ نه هئڻ جو ڪنهن به ڊاڪٽر سان واسطو نه آهي.'

حيرت وچان فقط ايترو چيائين، 'پر، مان سمجهان ٿي هن وقت توکي ڪنهن ڊاڪٽر جي سخت ضرورت آهي.'

چيم، 'نه سسٽر، نه.'

هوءَ ٽڪ ٻڌي مون ڏانهن ڏسڻ لڳي.

مان سندس سامهون وڃي ويٺس. چيم، 'مون کي سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته توکي اصل حقيقت کان آگاهه ڪريان، يا نه ڪريان!'

پڇيائين، 'ڪا اهڙي ڳالهه به آهي ڇا، جنهن کان مان آگاهه نه آهيان؟'

وراڻي پڇيومانس، 'تون ڇا ٿي سمجهين؟ منهنجي باري ۾، هتي سڀ ڪجهه نارمل آهي. ان ۾ شڪ جي ڪا به گنجائش نه آهي؟'

اکين ۾ تعجب جو تاثر تري آيس.

چيائين، 'گذريل ٻن ٽن ڏينهن جي واقعن مون کي به شڪ ۾ وجهي ڇڏيو آهي.'

پڇيم، 'ڪيئن؟'

وراڻيائين، 'بانپسيءَ لاءِ ويندي، ڏاڪڻ ۾ ڪنهن شخص جو توکي جوڳي سڏڻ، ۽ پوءِ هڪ عورت جو توسان ملڻ تي اسرار ۽ آبزرويشن وندو مان تو ڏانهن عورت جو ڏسي مون کان پڪ ڪرڻ ته تنهنجو نالو سچ پچ جوڳي ناهي! اهو سڀ ڪجھ ڇا هي؟'

'سسٽر زيتون، منهنجو نالو جوڳي آهي. 'چيم، 'مان قلندر نه آهيان.'

هوءَ حيرت وچان وڪ ڪن مون کان پري ٿي بيٺي.

چيم، 'ءِ سسٽر، مان ڪينسر جو مريض به نه آهيان. مون کي برين ٽيومر ناهي.'

منهنجي مٿي تي ويڙهيل پٽيءَ ڏانهن اشارو ڪندي پڇيائين، 'ءِ هيءَ پٽي؟'

چيم، 'سڀ ڊرامو آهي.'

پنهنجي ساءِ چيائين، 'سڀ ڪجھ ڊرامو آهي!'

چيم، 'الاني ڪير ڪنهن کي دوکو ڏيئي رهيو آهي!'

سندس نگاهون منهنجي چهري تي کپي ويون. هن نه ڳالهايو. مون ڳالهايو، چيم، 'سسٽر، مان سمجهان ٿو، يا ڪٿي اٿين چوان ته مون کي غلط فهمي آهي، ته تنهنجو يقين اهڙن رشتن ۾ آهي، جن کي ڪوبه نالو ڏيئي نه سگهبو آهي.'

وراڻيائين، 'ها اهڙن رشتن ۾ منهنجو يقين آهي.'

چيم، 'مون کي خوشفهمي، يا غلط فهمي آهي ته اسان ٻنهي جي وچم اهڙو رشتو آهي.'

اوچتو اُداس ٿي پيئي. چيائين، 'ها، اسان ٻنهي جي وچ ۾ اهڙو رشتو آهي. هڪ بي نام رشتو.'

چيم، 'سسٽر، گذريل ٻن ٽن هفتن کان اخبارن ۾ سنڌ جي جنهن دهشتگرد تارا چند عرف جوڳيءَ جو جيڪو تذڪرو هلي رهيو آهي، سو مان آهيان.'

وڏيڪ تعجب نه ٿيس چيائين، 'مون کي شڪ هو.'

چيم، 'مان هن ڌُٻڻ مان نڪرڻ چاهيان ٿو. مان سياستدان نه آهيان. منهنجو دهشتگردي ۽ افغان جنگ ۽ سنڌ جي سياست سان ڪوبه واسطو ناهي. مان هڪ عام رواجي انسان آهيان. اجايو بين الاقوامي سياست جو شڪار ٿي پيو آهيان.'

ڪجھ چوڻ چاهيائين، پر چئي نه سگهي. ٻُڏتر واري ڪيفيت ۾ گم ٿي ويئي. ڪمري جي بند درن ۽ درين ڏانهن ڏسندي رهي. گهڙي ڪن لاءِ مون کي پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو. پنهنجي باري ۾ اصل حقيقت کان سسٽر زيتون کي واقف ڪرڻ مناسب هو، يا مون کان چُڪ ٿي ويئي آهي!

سسٽر زيتون عجيب ۽ اوپري لهجي ۾ ڳالهايو.

چيائين، 'ته منهنجو انومان صحيح نڪتو. تون قلندر نه آهين. تون جوڳي آهين.'

'ها سسٽر. مان جوڳي آهيان' چيم، 'ءِ منهنجي دوست جو نالو گلاب احمد آهي. هو گلاب چند نه آهي. هو پيدائشي گونگو آهي. اسين اجائي مصيبت ۾ ڦاسجي ويا آهيون.'

سسٽر زيتون چيو، 'تون تخريبڪار آهين، يا ناهين، ان باري ۾ مون کي ڪا

خبر نہ آهي. پر، پوليس ۽ خفيہ ايجنسين کي پڪ آهي تہ تون ۽ گلاب هندستان جي خفيہ ايجنسي را جا ايجنٽ آهيو ۽ تخريبڪاريءَ جي مقصد سان اسلام آباد ۾ داخل ٿيا آهيو. اخبارون توهان ٻنهي جي باري ۾ خبرن ۽ پوليس جي بيانن سان ڀريون پيون آهن.'

چيم، 'مون کي خبر آهي. بيچ بچان دوران مان ڪانہ ڪا اخبار پڙهندو رهيو آهيان.'

سسٽر چيو، 'نرسن واري ڪمري ۾ توهان ٻنهي، منهنجو مطلب آهي گلاب چند ۽ تارا چند جي باري ۾ ڏاڍو بحث چڙي پوندو آهي.'

مون کي تعجب ٿيو، نرسن جو ڪنهن سياسي يا نيم سياسي موضوع تي بحث مون کي عجيب لڳو.

سسٽر زيتون منهنجي اڻ تڻ جو اندازو لڳائي ورتو. چيائين، 'افغان جنگ سان سڌو يا اڻ سڌو واسطو رکندڙ ماڻهو نالا بدلائي هتي، هن اسپتال ۾ ايندا آهن، رهندا آهن، ۽ پنهنجو مشن پورو ڪري هليا ويندا آهن. ٻن ٽن نرسن کي تنهنجي باري ۾ شڪ ٿي پيو هو، تہ تون بہ مريض نہ آهين، بلڪ مريض جي شڪل ۾ روپوش مجاهد آهين.'

مون کي مجاهد جي لفظ تي کل آئي. اهڙي گنڀير گهڙيءَ ۾ کلڻ مون کي ڏاڍو عجيب لڳو.

سسٽر چيو، 'پر، مون الائي ڇو محسوس ڪيو تہ تون سچ پچ بيمار آهين. توکي ٽيومر آهي. تون مون کي زيتي سڏيندين ۽ هڪ ڏينهن مري ويندين.'

چيم، 'مان ٽيومر کان سواءِ بہ مري ويندس. حالتون منهنجي لاءِ سازگار نہ آهن. وقت منهنجي لاءِ ٽيومر ٿي پيو آهي. مان مري ويندس. ان جي مون کي پڪ آهي.'

سسٽر زيتون غور سان مون ڏانهن ڏٺو. ڄڻ منهنجي اندر ۾ لينو پائي ورتائين. پڇيائين، 'ڇاٿو چاهين؟'

هڪدم چيم، 'سسٽر، اڄ رات مان هتان ڀڄي ويندس.'

اُداس ٿي پيئي چيائين، 'خبر اٿئي، خفيہ ايجنسيءَ جا ڪمانڊوز اسپتال جي چپي چپي پکڙيل آهن!'

چيم، 'مون کي ڪجهہ ڪجهہ اندازو آهي.'

چيائين، 'هو توکي ماريندي ويرم نہ ڪندا.'

چيم، 'تعجب آهي! توهان کي تہ ڪجهہ چون نہ ٿا!'

وراڻيائين، 'اسان جي پشت تي آمريڪا ۽ يورپ جا ملڪ آهن. ڪنهن کي مجال آهي جو اسان سان هٿ اٽڪائي!'

ان قسم جو جواب ڊاڪٽر امان الله خان بہ ڏنو هو.

چيم، 'بهرحال مان مرڻ لاءِ تيار آهيان. اڄ رات مان هتان ڀڄي وڃڻ جي ڪوشش ڪندس.'

هوءَ مون ڏانهن ڏسندي رهي.

ڪانئس پڇيم، "منهنجي مدد نہ ڪندينءَ؟"
پڇيائين، "ڪيڏانهن ويندين؟"
چيم، "ڪا خبر ڪونهي. شايد ايران، يا هندستان هليو وڃان- ٻارڙ ٿيپي."
پڇيائين، "ڊاڪٽر امان الله تي اعتبار نہ اٿني ڇا؟"
وراڻيم، "اعتبار آهي بہ، ۽ نہ بہ آهي."
پڇيائين، "مطلب؟"
چيم، "تون ڇاٿي سمجهين! دهشتگرديءَ جو الزام ڪٿي سنڌ ۾ پير پاتم تہ مون کي جيئرو ڇڏيندا!"
هن ڪو جواب نہ ڏنو.
چيم، "سسٽر، خفيہ ايجنسين جي ٽارچر سهڻ جي سگهہ مون ۾ نہ آهي. لڳيم ٿو، هن ملڪ مان منهنجي لاءِ داڻو پاڻي ختم ٿي ويو آهي."
پڇيائين، "ڊاڪٽر امان الله تي اعتبار نہ ڪرڻ لاءِ ٻيو ڪهڙو سبب اٿني؟"
چيم، "مون کي شڪ آهي، بلڪ پڪ آهي تہ هو مون کي هٿيارن سان ڀريل ٽرڪ ڏيئي هتان روانو ڪندو. هن کي جنگ کان متاثر ٿيل افغاني ٻارن لاءِ کاڌو خوراڪ خريد ڪرڻ لاءِ پيسن جي سخت ضرورت آهي."
ڪافي دير تائين هوءَ خاموش رهي. پوءِ پڇيائين، "ٻارڙ تائين پهچي سگهندين؟"
چيم، "ڪوشش ڪري ڏسندس. ڪٽن ڀاڳ."
هوءَ وري خاموش ٿي وئي. ڪمري ۾ اولهہ طرف کلندڙ دريءَ وٽ وڃي بيٺي. پردو هٽائي ٻاهر ڏٺائين. موٽي آئي. ڪجهہ ڪجهہ پريشان پئي لڳي. چيائين، "اولهہ طرف، اسپتال جي پوئتان برساتي نالو آهي. پر، مون کي خبر ناهي تہ ان طرف ڪمانڊوز پهري تي هوندا، يا نہ هوندا."
"ڪوشش ڪري ڏسڻ ۾ تہ ڪو ڀولو ناهي نہ!"
سسٽر زيتون ڏانهن ڏسندي چيم، "حياتي هوندي، ,, جي بچي ويس تہ توکي سدائين ياد رکندس، توکي دعائون ڏيندس. ۽، جيڪڏهن گولين جو ٻڪ ٿي ويس تہ..." مون جملو پورو نہ ڪيو.
ٿڌو ساهہ کنيائين. چيائين، "ياد رکي ڇا ڪندين!"
چيم، "تون ۽ مان هڪ گمنام ۽ بي نام رشتي جي علامت آهيون. تون ان رشتي جي تصديق آهين."
ڀريل ڀريل آواز ۾ چيائين، "پهرين ڏينهن کان، الائي ڇو، مان تنهنجي لاءِ پريشان ٿي پيئي هيس. مون کي خبر هئي تہ ٻانهپسي ۽ آپريشن کان پوءِ تون بچي نہ سگهندين... ۽ هينئر، ۽ هينئر، نہ تنهنجي ٻانهپسي ٿي آهي، نہ آپريشن ٿيو آهي، پر تڏهن بہ تون، مون کي لڳي ٿو، مون کي لڳي ٿو، بچي نہ سگهندين!"
منهن ٻئي طرف ڪري اکيون اکهي ڇڏيائين. مون ڏانهن پٺي ڪري بيهي رهي. گهٽيل آواز ۾ چيائين، "مان اڄ رات اٽينسو ڪينر وارڊ جو دروازو ٻاهران بند نہ ڪنديس."
۽ هوءَ تڪڙا قدم کڻندي، ڏري گهٽ ڊوڙندي ڪمري مان ٻاهر نڪري وئي. ●

# 46

سسٽر زيتون رات جي ماني کڻائي آئي. ماني ميز تي رکي وارڊ بواءِ هليو ويو. مون سسٽر زيتون ڏانهن ڏٺو. سندس اکيون ڪُندن وٽان ڳاڙهيون هيون. لڳم، شايد روئڻ چاهيو اٿائين، پر روئي نہ سگهي آهي! ڳالهائڻ لاءِ، چوڻ لاءِ مون وٽ ڪجهہ بہ نہ هو. ذهن اهڙو خالي، جڻ ريگستان تي پيو هو. ريگستان اونهاري جي مند ۾ رڃ پٺيان رلائي ڪورن جهڙيءَ واري ۾ دفن ڪري ڇڏيندو آهي. پر، سياري جي مند جو ريگستان ڏاڍو وسيع، ويڪرو، خالي، خلائن جهڙو ۽ موت جي پاڇي وانگر سرد ۽ بيدرد محسوس ٿيندو آهي. مون کي لڳو، محسوس ٿيو، تہ مان سياري جي مند واري ريگستان ۾ موت جي پاڇي هيٺان بيٺو هوس. مون وٽ ڳالهائڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ هو .مان وک وک موت ڏانهن وڌي رهيو هوس.

"ماني نہ کائيندين؟" سسٽر زيتون پڇيو.

چيم، "مون کي بک ناهي."

چيائين، "سڄي رات الائي ڪيئن، ڪٿي گذاريندين، بہ گرهہ کائي ڇڏ."

**سندس لهجي ۾ مون کي ماءُ جي مامتا محسوس ٿي. زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن اسان کي ڪا اهڙي هستي بہ ملندي آهي، جنهن جي وجود ۾ هڪ ڪان وڏيڪ علامتون محسوس ٿينديون آهن. ڪجهہ ڏينهن ۽ ڪجهہ راتين دوران سسٽر زيتون سان ڳالهائيندي، ڪيس ڏسندي مون کي سندس شخصيت ۾ بي انتها محبت ڪندڙ ماءُ، پاءُ لاءِ ٿتڪندڙ ڀيڻ، ۽ اوچتو ملي اک جنب ۾ وچڙي وڃڻ واري محبت محسوس ٿي هئي.** انين لڳو هوم، جڻ هوءَ منهنجي لاءِ اوپري يا اجنبي نہ هئي. منهنجي هئي. مون سان سندس ڪو رشتو هو، اهڙو رشتو، جنهن جو ڪو نالو، جنهن جي ڪا سڃاڻپ نہ هئي. احساسن جو رشتو!

سندس دل رکڻ لاءِ مون بہ چار گرهہ کائي ورتا.

چيائين، "سوپ پي ڇڏ. ٻاهر سخت سيءُ آهي."

هوءَ ٽهڪندڙ سوپ کڻائي آئي هئي. مان سپ سپ ڪري سوپ پيئڻ لڳس.

"اسان جهڙن ڪي ڪي تمنائون فقط دعائن جي حد تائين محدود رهنديون آهن."

سسٽر زيتون چيو، "منهنجي دعا آهي، تون تمام وڏي عمر ماڻين، ۽ زندگيءَ ۾ ٻيهر مون سان تڏهن ملين، جڏهن منهنجي وڃڻ جو وقت ويجهو هجي."

سوپ جي سپ منهنجي نڙيءَ ۾ اٽڪي پيئي، جڻ مُڇَ جو ڪنڊو ٿي پيئي.

ڏاڍي اداس مرڪ سان چيائين، ”زندگيءَ ۾ ڪو انسان اهڙو ملندو آهي، جنهن سان حياتي گذارڻ جو خواب معراج محسوس ٿيندو آهي. ۽، ڪڏهن ڪو اهڙو شخص به ملندو آهي، جنهن جي هٿن ۾ مرڻ ڏکن کان نجات جو سبب لڳندو آهي.“

منهنجو ساهه سيني ۾ بند ٿي ويو. ڪائنات جي ماٺ مان انيڪ آوازن جو پڙلاءُ پڌرن ۾ آيو، حياتي وهُه وٿو آهي. حياتي وهه وٿو آهي. آواز ايڏا واضح ۽ اوچا، جو انٽينسو ڪيئر جو ڪمرو ۽ ڪمري جي درن درين جا شيشا وڄڻ لڳا. حياتي وهه وٿو آهي، حياتي وهه وٿو آهي!

ان مهل اوچتو، در کليو ۽ ڊاڪٽر امان الله خان اندر هليو آيو. جڻ ڪا اڻ تڻ هنس. ڳالهائڻ لاءِ وات کوليائين، پر مون کي گم سم ڏسي چپ ٿي ويو. سسٽر زيتون ڪمري مان هلي ويئي.

ڊاڪٽر امان الله خان پڇيو، ”ڪو خاص سبب آهي؟“

ڪنڌ کڻي ڊاڪٽر امان الله ڏانهن ڏٺم. انڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندي چيم، ”نه. ڪو خاص سبب ڪونهي، ۽ هونءَ به جيڪي ڪجهه مون سان وهي واپري رهيو آهي، سو گهٽ آهي ڇا!“

”يار جوڳي! تون مايوس ٿيندي ويرم نه ٿو ڪرين.“ ڊاڪٽر امان الله خان چيو، ”ٽين دنيا جي سياست ۾ حالتون ڏسندي ڏسندي بدلجي وينديون آهن.“

بيزاريءَ وچان چيم، ”مون کي توهان جي ۽ ٽين دنيا جي سياست سان ڪابه دلچسپي نه آهي.“

هڪدم وراڻيائين، ”تنهنجي دلچسپيءَ ۽ عدم دلچسپيءَ جو سياسي ڦير گهير تي ڪو اثر نه پوندو.“

چيم، ”مون کي خبر آهي.“

هڪدم چيائين، ”تنهنجو انٽرويو حڪومت ۾ مخالف ڌريه جي وچم وڏيءَ چڪتاڻ جو سبب ٿي پيو آهي.“

مون تعجب وچان ڊاڪٽر امان الله خان ڏانهن ڏٺو.

چيائين، ”اڄ اسيمبليءَ جي ڪيفيٽيريا ۾ هڪبني تي الزام هنيا اٿانون، سياڻي، سياڻي نه ته پرهينءَ اسيمبليءَ جي ايوان ۾ تنهنجو انٽرويو وڏي بحث جو سبب ٿي پوندو.“

مون تڏهن به نه ڳالهايو.

ڊاڪٽر امان الله خان چيو، ”ڪيفيٽيريا ۾ ويٺل صحافين کي لکڻ لاءِ وڏو مواد ملي ويو آهي. تون رڳو چپ ڪري ويٺو تماشو ڏسجانءِ.“

مانيءَ واري ٽري کڻي مان ڪمري جي هڪ ڪنڊ ۾ سائيڊ بورڊ تي رکي آيس.

پڇيائين، ”ماني جو نه کاڌي اٿئي؟“

وراڻيم، ”بک ناهي.“

چيائين ، "مان تنهنجي ڪيفيت سمجهي سگهان ٿو. هن ٽن ڏينهن اندر تنهنجي سنڌ وڃڻ جو بندوبست ٿي ويندو."

ڪجهه طنز وچان پڇيم، "هٿيارن سان پريل ٽرڪ سان؟"

ٿڪي ڪل ڪلندي هڪدم سنجيده ٿي ويو. گنڀير لهجي ۾ چيائين ، "تون گهوٽڪيءَ وٽ ٽرڪ مان لهي وڃجانءِ."

اندر ۾ جَڪَ ڪائيندي پڇيم، "روهڙي وٽ ڇو نه؟"

"ان ڪري جو..." هن جملو پورو نه ڪيو. غور سان هن مون ڏانهن ڏٺو ، "ان ڪري جو روهڙيءَ وٽان ٽرڪ سان ٻه ڏريون ملنديون. مان ان سموري معاملي کان توکي جدا رکڻ چاهيان ٿو."

مون کي اڻ تڻ ٿي پيني. پڇيم، "ڪهڙيون ٻه ڏريون."

غور سان مون ڏانهن ڏٺائين.

پڇيم، "راز جي ڳالهه آهي ته مان نه پڇندس."

"ها ، هونءَ ته راز آهي ، پر توکان ڪهڙو راز."

چيائين ، "خيرپور وٽان ڏاڙيلن جي لاءِ هڪ ڏر هٿيار کڻي ويندي ، ۽ سکر وٽان ٻي ڏر حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جي شهري علائقن لاءِ هٿيار کڻندي."

تعجب وچان پڇيم، "ڪلم ڪلا ، ڏني وائٽي!"

ڪوڙي ڪل ڪلندي چيائين ، "ها ، ڏني وائٽي ، **ان ڪري جو پڇا ڳاڇا ڪرڻ وارن جون اکيون پيٽ ۾ هونديون آهن. سندن پيٽ جڏهن پريل هوندو آهي، تڏهن سندن اکيون بند هونديون آهن."**

مون کي سندس ڳالهه سمجهه ۾ اچي ويني. شهري ڏاڙيلن ۽ ٻهراڙيءَ جي ڏاڙيلن جي پشت تمام مضبوط آهي. ڪين لهر نه ڪو لوڏو آهي.

مون ڊاڪٽر امان الله خان کان پڇيو ، "اسيمبليءَ جي ڪيفيٽيريا ۾ چا تي بحث چڙي پيو هو؟"

وراڻيائين ، "مخالف ڏر بينظير حڪومت تي ، بلڪ خود بينظير تي الزام مڙهيو آهي ته هوءَ سنڌ جي دهشتگردن جي پشت پناهي ڪري رهي آهي ، جنهن ۾ سندس مڙس آصف زرداري شامل آهي ، ۽ اسلام آباد ۾ دهشتگردن جي موجودگي ان ڳالهه جو ثبوت آهي."

مون کي چڙ وٺي ويني. چيم، "ڊاڪٽر ، مان دهشتگرد نه آهيان ، گلاب دهشتگرد نه آهي. تون چڱيءَ طرح ڄاڻين ٿو."

"مان ڄاڻان ٿو ، چڱيءَ طرح ڄاڻان ٿو." ڊاڪٽر امان الله چيو ، "پر ، سموري معاملي جو مخالف ڏر پورو پورو فائدو کڻي رهي آهي."

چيم، "ان جو مطلب ته انٽرويو بيڪار ثابت ٿيو آهي."

"نه ، نه" هن هڪدم چيو ، "انٽرويو بيٺل پاڻيءَ ۾ اُڇاليل ڇپ ثابت ٿيو آهي.

وڏي هلچل متل آهي."

ڊاڪٽر امان الله خان ڏاڍو ذهين هو. مون کي سندس نيت تي ڪڏهن ڪڏهن شڪ ٿي پوندو هو. مون ڏٺو آهي تہ وڏيڪ ذهين ماڻهو پاڻ کان گهٽ ذهين ماڻهوءَ کي ڏاڍي بيدرديءَ سان استعمال ڪندو آهي. هن چارڻ کي استعمال ڪيو، ۽ سندس موت جو ڪارڻ ٿيو. هينئر هو مون کي استعمال ڪري رهيو هو. پر، هڪ ڳالهہ واضح هئي. هن هڪ پاسي منهنجي مدد ڪرڻ پئي چاهي، ۽ ٻئي پاسي منهنجين ابتر حالتن کي پنهنجي حق ۾ استعمال ڪرڻ جي سعي پئي ڪئي. هو مون کي پوليس ۽ خفيہ ايجنسين جي حوالي ڪري سرخرو ٿي پئي سگهيو، پر هن ائين نہ ڪيو.

چيائين، "مون کي سڀاڻي جي اخبارن جو انتظار آهي."

مون کي محسوس پئي ٿيو تہ هو مخالف ڌرين ۽ حڪومت درميان تنازعہ جو، ڇڪتاڻ جو خواهشمند هو. اهڙيون حالتون هن لاءِ موزون هيون، هن لاءِ فائديمند هيون.

وڃڻ لاءِ، اُٿي بيٺو. چيائين، "اسين پٺاڻ پنهنجي مهمان لاءِ جان ڏيندا آهيون. تون ڪو فڪر نہ ڪر. تنهنجو وار ونگو نہ ٿيندو. تون آرام ڪر. هڪ ٻن ڏينهن ۾ سڀ ٺيڪ ٿي ويندو."

هو منهنجي پٺيان در ڏانهن وڌي ويو. در وٽ بيهي، منهن ورائيندي چيائين، "پر، هڪڙي ڳالهہ جو خيال رکجانءِ، جوڳي! ڪنهن بہ صورت ۾ شڪيلہ جي چڪر ۾ نہ اچجانءِ. هوءَ بنا ڪنهن شڪ شبهي جي خفيہ ايجنسين جي پگهاردار ايجنٽ آهي."

ڊاڪٽر امان الله خان هليو ويو.

مان مٿي هيٺان ٻانهون ڏيئي ليٽي پيس. اکيون ڇت ۾ اٽڪائي ڇڏيم. ڏسنديئي ڏسندي ڇت مان جارا لٽڪڻ لڳا. جارن مان هٿ جيڏا ڪورينڙا هيٺ لهڻ لڳا. سندن اکيون ٻاهر نڪتل هيون، جن مان ڳاڙهي پيلي روشني پئي نڪتي! ڪورينڙن جو تعداد وڌندو ويو. هو هيٺ لهڻ لڳا، منهنجي مٿان! ڪمري جي بلبن جي روشني جهڪي ٿي ويئي. اونده وڌندي ويئي. اونده ۾ ڪورينڙن جون خوفناڪ اکيون وڌيڪ چمڪڻ لڳيون. هڪ ڪورينڙو، جنهن جو جسم ڪميءَ کان وڏو هو، جارن مان ڇڏائجي، منهنجي سيني تي اچي ڪريو. منهنجي وات ٥ ن خوف وچان وڏي رڙ نڪري ويئي. مان ڇرڪ ڀري اُٿي ويهي رهيس.

سامهون سسٽر زيتون بيٺي هئي.

سيني ۾ دل ڪُرڪيءَ وانگر ڦٿڪي رهي هئي. مون وچڙندڙ لفظن ۾ سسٽر زيتون کان پڇيو، "مون کي ٻڌاءِ سسٽر! مان جيڪي ڪجهہ ڪري رهيو آهيان، ٺيڪ ڪري رهيو آهيان، يا غلط ڪري رهيو آهيان؟"

ڏو ساهہ کنيائين. چيائين، "مون کي ڪا خبر ڪونهي تہ تون صحيح ڪري رهيو آهين، يا غلط ڪري رهيو آهين."

هوءَ منهنجي ويجهو هلي آئي. شال منهنجي پاسي کان رکندي چيائين، "ٻاهر ڏاڍو سيءُ آهي. هيءَ شال ويڙهي ڇڏجانءِ."

مون سندس ٻاجهاري منهن ۾ ڏٺو.

هڪ لفافو منهنجي کيسي ۾ وجهندي چيائين، "هن ۾ ڪجهہ پيسا آهن."

مون وٽ ڳالهائڻ لاءِ مناسب لفظ نہ هئا.

سسٽر زيتون هڪ پُڙو منهنجي پرسان رکي ڇڏيو. ڏانهنس ڏٺم. چيائين، "هن ۾ آمليٽ جا سئنڊوچز آهن. مون تنهنجي لاءِ ٺاهيا آهن. کٽي وڃجانءِ."

ٻہ ٽي ڪلاڪ اڳ جنهن ڪيفيت ۾ مون ڪيس ڏٺو هو، ان ڪيفيت ۾ نہ هئي. ڳالهائڻ لاءِ، سندس ٿورا مڃڻ لاءِ وات مس کوليم، جو هن چيو، "نہ، ڪجهہ نہ چئجانءِ."

مان چپ ٿي ويس.

چيائين، "مون کي خبر آهي، اسين ٻيهر هڪٻئي سان ملي نہ سگهنداسين، ۽ نہ ئي هڪٻئي کي ڏسي سگهنداسين."

مان ڏانهنس ڏسندو رهيس.

واچ ۾ وقت ڏسندي ڳالهايائين. چيائين، "اڄ رات مان اٿينسو ڪينر وارڊ جو ٻاهريون در بند نہ ڪنديس."

مان پلنگ ڇڏي اُٿي بيهي رهيس. مون کي محسوس ٿيو، هوءَ پنهنجي وجود ۾ بي انتها ضبط جي ڪري ڪنبي رهي هئي. اسين ڪجهہ دير تائين هڪٻئي ڏانهن ڏسندا رهياسين.

پوءِ، مون هيٺ جهڪي سندس پيرن تي عقيدت وچان هٿ رکيا.

هوءَ هڪدم وک کن پري ٿي بيٺي ۽ پوءِ منهن ورائي، تکڙن قدمن سان ڪمري مان هلي وئي. ●

# 47

اسلام آباد جون راتيون قبرستان جي راتين وانگر خاموش ۽ اونداهيون هونديون آهن، ۽ سياري جون راتيون باقي ٻن موسمن جي راتين کان وڌيڪ هيبتناڪ، موت جيان ماٺ، ۽ پراسرار ٿينديون آهن. رکي رکي ماٺ واري ماحول کي گدڙن جي اوناڙ چيري ڇڏيندي آهي. شهر جي وچ وچ ۾ ڇڏيل گهاٽي جهنگ مان، جنهن کي گرين ايريا سڏيندا آهن، اوچتو ڦڙڦوٽ ۽ جانورن جي ٻهڪ جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو آهي، ۽ وري هڪدم خاموشي ڇانئجي ويندي آهي. اهڙي ڪيفيت ۾ ڪو ننڍڙو جانور ڪنهن وڏي جانور جو شڪار ٿي پوندو آهي.

مون دريءَ جو پڙدو هٽائي ٻاهر ڏٺو. ٻاهر اونده هئي. گهگهه اونده. خاموشي هئي، قبرستان جهڙي خاموشي. سيءَ جو اندازو ان مان لڳايم، جو دريءَ جو شيشو منهنجي ساهه سان ڪڪرائون ٿي پئي پيو. مون واچ ۾ وقت ڏٺو. رات جو هڪ ٿي رهيو هو. مون شال ۽ سينڊوچز جو پڙو ڪٽي ورتو. اٽينسو ڪيئر وارڊ جي ڪمري تي آخري نگاهه وڌم. ان وقت مون کي سسٽر زيتون ڏاڍي ياد آئي. هوءَ سامهون هجي ها ته پاڪر ۾ پري، کيس ڀاڪر پائي، سندس مقدس هٿ چمي هليو وڃان ها! پر، هوءَ منهنجي سامهون نه هئي. ڪمري جي هڪ هڪ شيءِ مان سندس موجودگيءَ ۽ هئڻ جي ڀڻڪار پئي آئي.

مون کي خبر ڪونهي ته مڪمل مجبوريءَ جي حالت ۾ ٻيو ڪو بيوس انسان ڪيئن محسوس ڪندو آهي. مون پنهنجي وجود ۾ ناپر محسوس ڪئي. منهنجي ذهن ۾ ڪنهن اڻ ڏٺي خوف جو واسو نه هو سگهي، ممڪن ذهن ۾ ڪجهه به نه هو. منهنجو ذهن خالي هو- اهين خالي هو جيئن کوکي وانگر خالي هڏائين کوپري! ٻاهرين در وٽ وڃي بيٺس. منهن ورائي ڪمري ڏانهن ڏٺم. سسٽر زيتون جي آخري جملي جو پڙلاءُ ٻڌڻ ۾ آيو: "سين ٻيهر هڪٻئي سان نه ملي سگهنداسين، ۽ نه ئي هڪٻئي کي ڏسي سگهنداسين."

مون اکيون بند ڪري ڇڏيون. سسٽر زيتون منهنجي وجود ۾ ان نوجوان جو عڪس ڏسي ورتو هو، جنهن کي دماغ ۾ ٽيومر هو، ۽ جنهن آپريشن ٿيٽر ۾ دم ڏيئي ڇڏيو هو. **دنيا ۾ ماءُ جي محبت کان مٿاهين ڪا محبت نه آهي. اڌ ۾ رهجي وڃي ته ممتا ڪائنات ۾ آسمانن ۽ زمينن جي وچ ۾ ڀٽڪندي رهندي آهي.** سسٽر زيتون جي رهجي ويل ممتا جو مرڪز اهو ٽيومر وارو نوجوان ٿي پيو هو، جنهن جو لاش هن ايمبولنس ۾ اسپتال کان ٻاهر ويندي ڏٺو هو. هوءَ ان نوجوان کي

وساري نہ سگھندي هني. هن جڏهن بہ مون ڏانهن ڏٺو هو، مون کي سندس نگاهن ۾ پنڪندڙ ممتا نظر آئي هني.

انٽينسو ڪيئر يونٽ جي ٻاهرين در کي آهستگيءَ سان کوليم، در بند نہ هو. کلي پيو. هڪ ٻتيءَ کان سواءِ وراندي جون سموريون بتيون وساميل هيون. اڳ انين نہ ٿيندو هو. سڄي رات سموريون بتيون ٻرنديون رهنديون هيون. بنا ٻيهڻ ۽ ترسڻ جي مان وراندي مان لنگهي ويس. پٺن تي هلندي ڏاڪڻ لهي ويس. ڏاڪڻ جي پرسان عمارت مان ٻاهر نڪري وڃڻ وارو وڏو دروازو هو. دروازو کليل هو. دروازي مان نڪري، وک کڻي سفيدي جي وڻن هيٺان وڃي ٻيٺس. سيءُ ايڏو هو، جڻ ماحول ۾ هوا بدران برف هلي رهي هني. مون شال کولي ڪلهن ۽ ڪنڌ تي ويڙهي ڇڏي. ڏاکڻي طرف چار فٽ کن اوچي پٽ هني ۽ پٽ آڏو هيج جو لوڙهو هو. وڻن هيٺيان وک وک کڻندو، ڏاکڻي پٽ وٽ وڃي ٻيٺس. هيڏانهن هوڏانهن ڏٺم. انٽينسو ڪيئر يونٽ ۾ مون واري ڪمري جو پڙدو ٿورڙو هٽيل هو. الائي ڇو مون کي پڪ هني تہ هوءَ سسٽر زيتون هني. مون ٻانهن مٿي ڪري هٿ لوڏيو. پڙدو هڪدم ڇڪجي ويو.

هيج کي هٿن سان پري ڪري، پٽ ٽپي- مان ڊاڪٽر درانيءَ ۽ ڊاڪٽر امان الله خان جي اسپتال مان نڪري ويس. اتي ني پٽ وٽ ڪروندڙو تي ويهي رهيس. مون کي محسوس ٿيو ڪاهيءَ جي ٻني پاسي ڪو آهستي آهستي پنڌ ڪري رهيو هو. مون ساه روڪي ڇڏيو. ڪاهيءَ جي ٻرنين پاسي مون کي شاليءَ جي موٽر نظر نہ پني آئي. اونده ڪوهيڙي وانگر ٿي پيني هني. ٻن چئن وکن کان اڳتي ڪجهہ نظر نہ پني آيو. پريان، ايف ٽين ٽو سيڪٽر جي سڙڪن تي ٻرندڙ بلب ڏيئن وانگر پيي ڏٺا. قدمن جو آواز بند ٿي ويو. لائيٽر ٻاري ڪنهن سگريٽ دکايو. ٻن چئن سيڪنڊن لاءِ لائيٽر ٻري وسامي ويو. مان سندس چهرو چڱيءَ طرح ڏسي نہ سگهيس. هن بہ چار وڏا وڏا ڪش هٽي ورتا. هر ڪش سان سگريٽ جو ٽلو وڏيڪ روشن ٿي ڊرو ٿي پني ويو. هن وري هلڻ شروع ڪيو.

ڪير آهي؟ مان سوچ ۾ پنجي ويس. مون کي لڳو، هو پاڻ ۾ هڪ کان وڌيڪ هنا. پڪ خفيہ ايجنسين جا ماڻهو هنا. اسپتال تي نظر رکي ٻيٺا هنا! اوجهڙي ڪيمپ ۾ بمن ۽ بارود جي ڦاٽڻ کان پوءِ خفيہ ايجنسين سڌو سنئون افغانين سان هٿ اٽڪائڻ ڇڏي ڏنو هو. هونءَ بہ افغانستان واري جنگ ۾ ٽنگ اٽڪائي، پاڪستان پنهنجي لاءِ انيڪ مسئلا پيدا ڪري وڌا هنا. ڊاڪٽر درانيءَ جي اسپتال ۾ دلبر خان ۽ ڪشمير خان جي حجرن ۾ داخل ٿي ڪارواني ڪرڻ بدران هنن افغانين لاءِ ڪم ڪندڙ ايجنٽن کي مارڻ مناسب سمجهيو هو. شايد اهوئي سبب هو جو هنن مسڪين چارڻ کي بہ اٽڪ پل وٽ ماري وڌو هو. پٽ وٽ ڪروندڙو تي ويٺي ويٺي مون کي پڪ ٿي ويني تہ خفيہ ايجنسين جا ڪمانڊوز

مون کي ماريندي ويرم نہ ڪندا- ۽ اهو بہ خيال آيم تہ پاري جهڙيءَ رات ۾ هو شايد منهنجا منتظر هئا. پر، ڪين ڪينن خبر پيئي تہ مان ان رات، هڪ وڳي ڏاري اسپتال مان فرار ٿي رهيو هوس!

ابتر حالتون انسان کان گهڻو ڪجهہ کسي وٺنديون آهن. مان ماڻهن مان يقين وڃائي ويٺو هوس. سسٽر زيتون ۽ شاليءَ کان سواءِ ٽنين ڪنهن بہ شخص کي منهنجي فرار جي خبر نہ هئي. جيتوڻيڪ امڪان کان ٻاهر پئي محسوس ٿيو، پر مون کي ٻنهي تي شڪ ٿي پيو. ٻنهي مان ڪنهن هڪ مون کي مارائڻ لاءِ ڄار وڇايو آهي. ايڏي دليريءَ سان مون کي اسپتال مان ڀڄي وڃڻ جو موقعو ڏاهي ڏيڻ چرچو نہ هو! ان ويسا گهاتيءَ ۽ دوکي ۾ سسٽر زيتون جو هٿ آهي! ضرور هٿ آهي! مون کي ٻهريون دفعو پنهنجي احمقپائيءَ تي افسوس ٿيو. اسپتال مان فرار ٿيڻ ۾ مون کي ڪنهن جي مدد لاءِ واجهائڻ نہ گهرجي ها! پنهنجي ساءِ پروگرام ٺاهيان ها، پل بہ چار ڏينهن لڳي وڃن ها، ۽ پوءِ ڀڄي وڃان ها! مان وڏي غلطي ڪري ويٺو هوس. سسٽر زيتون جي آخري جملي جو مطلب مختلف مفهوم سان سمجهہ ۾ اچڻ لڳو ؛ اسين ٻئي ٻيهر هڪٻئي سان نہ ملي سگهنداسين، ۽ نہ ئي هڪٻئي کي ڏسي سگهنداسين!

مطلب ۽ مفهوم سمجهہ ۾ اچڻ لڳو. مان مارجي ويندس! منهنجي مري وڃڻ کان پوءِ، ظاهر آهي، اسين هڪٻئي کي نہ ڏسي سگهنداسين ۽ نہ ئي هڪٻئي سان ملي سگهنداسين!

مون کي اوچتو شاليءَ جو خيال آيو. هوءَ جيڪڏهن خفيہ ايجنسين جي پگهار دار آهي، تہ پوءِ منهنجي لاءِ سندس مدد سراسر دوکو آهي! هوءَ پڪ خفيہ ايجنسين جا ايجنٽ وٺي آئي آهي! خفيہ ايجنسين جي ڪمانڊوز اسپتال کي گهيري ۾ ورتو آهي! آمريڪا ۽ يورپي ملڪن جي ناراضگيءَ جي ڊپ کان هنن افغانين جي اسپتال تي ڇاپو هڻڻ کان پاسو ڪيو آهي! هنن شاليءَ جي مدد سان مون کي مارڻ يا هٿ ڪرڻ جو سٽل سٽيو آهي! جهنگ ۾ هلڻ جا جيڪي آواز ٻڌي رهيو هوس، سي آواز سرڪاري ايجنسين جي خونخوار ڪمانڊوز جا هئا! هو يا تہ مون کي ماري وجهندا، يا مون کي گرفتار ڪري هٿيارن جي سمگلنگ ۽ دهشتگرديءَ جو اعتراف ڪرائيندا! افغانين خلاف ڪارروائي ڪرڻ لاءِ ثبوت هٿ ڪندا!

ٻہ ناڪام شاديون، ۽ اسلام آباد جي چونڊ ۽ نامور ماڻهن سان مراسم ۽ دوستي رکڻ واري عورت لاءِ منهنجي حيثيت اونداهيءَ ڪنڊ ۾ رکيل ڪيڪٽس جي ڪونڊيءَ کان وڌيڪ نہ هئي. وساريل، ۽ نظر انداز ڪيل! انٽينسو يونٽ جي ڪمري ۾ ڪيل فيصلي تي مون ڳنڍ ڏيئي ڇڏي. مان سرحد ٽپي يا تہ هندستان هليو ويندس، يا ايران هليو ويندس! ايران هليو ويندس! ها، ايران هليو ويندس!

مون ڪرونڊڙو ٿي آهستي آهستي هلڻ، بلڪ ڇرڻ شروع ڪيو. جهنگ ۾ هلڻ وارن اجنبي ڪمانڊوز جي آوازن ڪان مان پري ٿيندو ويس. گوڏن ۽ هٿن تي رڙهندو، ڪاهيءَ مان نڪري مان ٻني پاسي سيڪنڊ يارهين ڏانهن ويندڙ رستي تي وڃي پهتس. پيرن تي مس بيٺس هوس، جو مون شاليءَ جو آواز ٻڌو، "جوڳي!"

مون ڪان ڇرڪ نڪري ويو. مان وري ويهي رهيس. شالي گهاٽن وڻن مان ٻاهر نڪري آئي. مون کي حيرت پئي ٿي ته ايڏيءَ گگهه اونده ۾ هن مون کي ڪيئن ڏٺو ۽ ڪيئن سڃاتو هوا هوءَ مون ڏانهن هلي آئي. مون کي ٻانهن ۾ هٿ وجهندي چيائين، "جوڳي! جلدي ڪر. سامهون، وڻن جي ٻني پاسي منهنجي گاڏي بيٺي آهي. هل، جلدي ڪر."

مون سڙٻاٽن ۾ چيو، "مان نه هلندس".

"ڇريو ٿيو آهين ڇا!" حيرت وچان چيائين.

"جهنگ ۾ ٻارهن کن افغاني ڪمانڊوز ڦهري تي آهن".

"شالي مان نه هلندس" چيم، "تنهنجا مون تي انيڪ احسان آهن. مون دهشتگرد کي پناه ڏيڻي پنهنجي لاءِ مصيبت ڪڙي نه ڪر. تون وڃ. مون کي ڇڏي ڏي."

"نه جوڳي، نه. "سڙٻاٽن ۾ ڳالهائيندي چيائين. "تنهنجي لاءِ سموريون واٽون، سمورا رستا بند آهن. ڪيڏانهن ويندين؟"

"مان هندستان هليو ويندس." چيم، "مان ايران هليو ويندس. بهرحال، هن ملڪ ۾ نه رهندس"

"سمجهين ٿو ته سرحدن تائين پهچي سگهندين!" شاليءَ پٽڪن ۾ چيو، "انٽرويو ڏيڻي جيڪا غلطي ڪئي اٿئي، تنهن تنهنجي پڄڻ جا سمورا رستا بند ڪري ڇڏيا آهن."

دل ۾ آيو ته چوانس! انٽرويو ڏيڻي نه، مون توسان پڄڻ جو پروگرام ناهي پنهنجي پڄڻ جا سمورا رستا بند ڪري، موت کي دعوت ڏني آهي. پر، مون ڪجهه نه چيو، پڇيو مانس، "مون کي گگهه اونده ۾ ڪيئن سڃاتينءَ؟"

وراڻيائين، "مون وٽ نائيٽ ويزن لينسز واري دوربين آهي".

"اوه!" مون کي حيرت ٿي. شاليءَ وٽ اهڙي دوربين ڪٿان آئي! رات جو ڏسي سگهڻ لاءِ نائيٽ ويزن لينسز واريون دوربينون، ۽ ڪيميرائون بي انتها مهانگيون ۽ ناياب ٿينديون آهن. عام ماڻهوءَ جي پهچ ڪان ٻاهر هونديون آهن.

دوربين سان اسپتال ڏانهن ڏسندي چيائين، "ٻه ڪمانڊوز هن طرف اچي رهيا آهن. هل جوڳي. دير نه ڪر".

ڪيس ٻانهن ۾ هٿ وجهي، پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتم. سڙٻاٽن ۾ چيم، "موت مون کان سڏ پنڌ تي آهي. مان هڪ اعتراف ڪرڻ چاهيان ٿو".

"هتان هل". چيائين" گاڏي ۾ هلي ڳالهائينداسين"

نه "چيم، "مان هتي، ۽ هن وقت ڳالهائيندس"

"ڇريو نه ٿي جوڳي. "شاليءَ چيو، هنن کي جيڪڏهن ڪڙڪ پئجي ويئي ته ڪلاشنڪوف

مان برسٽ هلائيندي ويرم نه ڪندا".

"منهنجي ڳالهه غور سان ٻڌ شالي! "سندس ڳالهه کي اهميت نه ڏيندي چيم، "توسان اڄ تائين توکي حاصل ڪرڻ لاءِ ، يا حاصل ڪري ڇڏي ڏيڻ لاءِ محبت ڪئي ويني آهي. مون توسان ، توکي وڃائڻ لاءِ محبت ڪئي آهي."

گهڙي کن لاءِ منجهي پيني. چيائين ، "اڙي بابا ، اهي ڳالهيون گهر هلي به ته ڪري سگهين ٿو".

"چيم، منهنجو ڪوبه گهر ڪونهي".

چيائين ،" هڪ گهر تنهنجو آهي. بلڪ ، هڪ سهر اهڙو آهي ، جتي ڪنهن کي تنهنجو انتظار آهي".

ٻانهن ۾ هٿ وجهي ، سٽ ڏيني مون کي اٿاريندي چيائين ، "توکي هنن ڪمانڊوز جي باري ۾ تر جيترو به اندازو ناهي. هي اُهي ئي آهن ، جن تنهنجي دوست چارڻ کي ماري وڌو هو".

گگهه اونده ۾ موت جهڙي خاموشيءَ ۾ سڪل پنن ۾ پيرن آواز پيدا ڪري وڌو. آواز سان گڏ ڪلاشنڪوف مان لاڳيتو به ٽي برسٽ هلي پيا.

شالي ۾ مان هڪدم ليٽي پياسين ، "شاليءَ سڙٻاٽن ۾ چيو ، "رستي جي ٻني پاسي تائين اصل مٿي ٿيڻ جي ڪوشش نه ڪجانءِ ."

ٺوشين ۾ پيٽ تي رڙهندا ، اسين رستي جي ٻني پاسي هليا وياسين. ان دوران ٻه چار برسٽ هليا. وڻن ۾ لڳا. پکي اڏاڻا ، گدڙن ۾ ياچ پيني ، جهنگ ۾ هل ٿي پيو ، هل به ايڏو جو وانڙو ڪري ڇڏي!

شاليءَ چيو ، "پهرئين وراڪي وٽ، وڻن جي پرسان منهنجي گاڏي بيٺي آهي ، ڊوڙندو پوندو".

چيم ، "تون پڇي وڃ. مان سيڪٽر يارهون ٽپي ، گولڙا شريف هليو ويندس."

مون کي ڳراٽڙي پائي چنبڙي پيني. چيائين ، "مون سان چو نه ٿو هلين! مون سان چو نه ٿو هلين! ها ، مون کي خبر آهي ته مون سان چو نه ٿو هلين. ڊاڪٽر دراني ۾ ڊاڪٽر امان الله منهنجي باري ۾ توکي سڀ ڪجهه ٻڌائي ڇڏيو آهي. سڀ ڪجهه."

هوءَ مون ڪان پري ٿي ويني.

اونده ۾ مان سندس چهرو ڏسي نه سگهيس. پريل آواز ۾ چيائين ، "پر ، هڪڙي ڳالهه ياد رکجانءِ ، جوڳي! مان مرندي مري ويندس ، پر توکي دوکو نه ڏينديس."

"اوچتو پيهر برسٽ هليو. اسين اُچل ڪائي ليٽي پياسين. ان ڪان پوءِ هيڏانهن هوڏانهن وڻن ۾ گوليون لڳنديون رهيون ۽ افغان ڪمانڊوز جي ڊوڙڻ جا آواز ايندا رهيا. اوچتو ، مون محسوس ڪيو ته شالي جڻ درد وچان ڦٿڪي رهي هئي. مون ڪيس ٻانهن ۾ پري ورتو. ڪيس سڙٻاٽن ۾ سڏ ڪيم، "شالي ، شالي"!

گولين هلڻ جو آواز بند ٿي ويو.

شالي ٻڏندڙ آواز ۾ چيو، ”مون کي ٽنگ ۾ گولي لڳي آهي“.

هٿ لائي ڏٺم. کيس ڪاٻي ٽنگ ۾ مُري وٽ گولي لڳي هئي. منهنجا ٻئي هٿ رت هاڻا ٿي پيا. ●

# 48

گگهہ اوندهہ ۾ نظر تہ ڪجهہ نہ پئي آيو، پر جهنگ ۾ افغان ڪمانڊوز جي پچڻ جا آواز وڌندا پئي ويا. مون کي انين پئي لڳو، هو جڻ اسان جي رخ ۾ وڌندا پئي آيا.

شاليءَ درد وچان ڦٿڪندي، جهيڻي آواز ۾ چيو، 'منهنجي پرس مان گاڏيءَ جون چابيون ڪڍي وٺ، ۽ هتان هڪدم هليو وڃ.'

'توکي ڇڏي، هن حال ۾، مان هتان هليو وڃان، پڇي وڃان!' سڙٻاٽن ۾ چيم، 'نہ شالي، نہ. اهو ممڪن ني نہ آهي.'

'هو توکي ماري وجهندا.' شاليءَ چيو، 'جنهن جنهن شخص وٽ افغان جنگ جا هٿيار پاڪستان ۾ وڪرو ٿيڻ جو راز ۽ ثبوت آهي، تنهن کي سندن ڪمانڊوز جيئرو نہ ڇڏيندا. تون هتان هڪدم هليو وڃ.'

'۽ توکي ڇڏي ڏيندا؟'

'ها، مون کي ڇڏي ڏيندا.'

'ڇو ڇڏي ڏيندا؟'

'تون ان ڳالهہ کي اتي ني ڇڏي ڏي، ۽ هتان هليو وڃ.'

'تون وڏي غلطفهميءَ ۾ آهين شالي.' ڳچيءَ مان مفلر لاهي سندس ٽنگ تي ويڙهيندي چيم، 'هو توکي هتان ڪٿي ويندا، ۽ ڪنهن ڏورانهين هنڌ توکي ماري تنهنجو لاش اڇلائي ڇڏيندا. اسپتال ٻاهران پوليس لاءِ تنهنجو لاش ڇڏي پنهنجي لاءِ مصيبت ڪڙي نہ ڪندا.'

هن جواب نہ ڏنو. ٻڏندي پئي ويني، ساٿي ٿيندي پئي ويني. مون ڪيس اٿاري ويهاريو. ڪاننس پڇيم، 'گاڏيءَ تائين هلي سگهندينءَ؟'

جهيڻي آواز ۾ چيائين، 'تو اڳ مون سان هلڻ کان انڪار ڪيو هو. تون پنهنجي پروگرام مطابق هليو وڃ.'

'ان ڳالهہ ۾ ۽ گهڙي ڪن ۾ بدلجي ويل حالتن ۾ فرق آهي.' ڪيس ٻاڪر ۾ پريندي پڇيم، 'گاڏي تائين هلي سگهندينءَ.'

ڪنڌ لوڏيندي ٻٽڪن ۾ چيائين، 'ها، هلي سگهنديس.'

مان اٿي بيٺس. ڪيس ٻنهي ڪلهن کان جهلي اٿاري بيهاريم. سندس هڪ ٻانهن پنهنجي ڪنڌ ۾ وجهي ڇڏيم. پنهنجي ٻانهن ورائي ڪيس پاڻ سان سوگهو ڪيم. مون سان گڏجي ٻہ چار وکون ڪنيائين. لڳم تہ ٽنگن مان جڻ ست نڪري ويس.

وِڪَ وڃڙي پيس. سمورو بار مون تي ڇڏي ڏنائين. مون ڪيس ٻانهن ۾ ڪٺي ورتو. ٽڪرين ٽڪرين ٻرانگهون ڪندو، مان گاڏيءَ ڏانهن وڌڻ لڳس. اونده ۾ وٽڻ ٽٽڻ سان ٽڪرائيندي، ٿابا کائيندي، ۽ سهڪندي مون محسوس ڪيو، تہ مان گاڏيءَ تائين پهچي نہ سگهندس، ۽ افغان ڪمانڊوز اسان کي گولين سان پَرڻ ڪري ڇڏيندا.

آخري سگهہ ساري مان جهنگ جي پهرئين وراڪي وٽان ٻاهر نڪري ويس. سامهون شاليءَ جي اهاڻي گاڏي بيٺي هئي، جنهن گاڏيءَ ۾ هوءَ مون کي اڏ نهيل عمارت مان وٺڻ آئي هئي. اونده ۾ اهڙي ڇٽي نموني نظر ايندڙ ڪار ڏسي مون کي احساس ٿيو تہ اسان جي مٿان سرچ لائيٽون وڌيون ويون هيون. گاڏيءَ وٽ پهچي، هڪ ڪن لاءِ مون ڪنڌ وراڻي اسپتال ڏانهن ڏٺو. اسپتال جون بتيون ٻري پيون هيون ۽ اسپتال جي ڇت تي لڳل چئن سرچ لائيٽن جو رخ جهنگ ڏانهن هو. شاليءَ کي گاڏيءَ جي سهاري ٻيهاري سندس پرس مان چابيون ڪڍي ورتم. پويون در کولي، کيس پاڪر ۾ پري پوئين سيٽ تي ليٽائي ڇڏيم. سندس ٽنگ تي ويڙهيل مفلر رت ۾ پڃي پيو هو. لاڪ ڪري در بند ڪري ڇڏيم. اڳئين سيٽ تي ويهي گاڏي اسٽارٽ ڪيم. گيئر وجهي تيزيءَ سان گاڏي اڳتي ڪڍي ويس. ان وقت ٻہ چار برسٽ هلي پيا. ڪجهہ گوليون موٽر جي پوئين شيشي ۾ لڳيون ۽ اڳئين شيشي مان پار ٿي ويون. ونڊ اسڪرين جو شيشو ٽڙڪي پيو. مون هيڊ لائيٽون ٻاري گاڏيءَ جي رفتار وڌائي ڇڏي. ان کان پوءِ، جيستائين اسين سيڪٽر ڏهين ۾ هئاسين، تيستائين برسٽن جا آواز ٻڌندا رهياسين. سيڪٽر ڏهين مان نڪري، سيڪٽر يارهين جي اڌ نهيل سڙڪ تي پهتاسين. سڙڪ ناهڻ لاءِ سڙڪ تي ننڍا وڏا پٿر وڇائي ڇڏيا هئائون. مون گاڏيءَ جي رفتار ڍري ڪندي، شاليءَ کان پڇيو، "ڪيئن آهين؟"

ٻڏل آواز ۾ چيائين، "ٺيڪ آهيان."

هن چوڻ خاطر چئي ڇڏيو هو تہ ٺيڪ آهيان، پر هوءَ ٺيڪ نہ هئي. رت وهڻ سبب هوءَ ساڃي ٿيندي پئي ويئي. گاڏي هلائيندي، مون شال لاهي، هٿ پوئتي ڪري اندازي سان شال شاليءَ تي وجهي ڇڏي.

جهيٺو آواز ٻڌم، "ٿينڪ يو."

ڀڳل شيشن سبب گاڏي يخ ٿي ويئي هئي.

شاليءَ چيو، "گاڏيءَ ۾ هيٽر آهي. هلائي ڇڏ."

مون بتي ٻاري، هيٽر جو ناب تلاش ڪري، هيٽر هلائي ڇڏيو. برفخاني جهڙيءَ گاڏيءَ مان ٿڌ گهٽ ٿيڻ لڳي. سوچيم، شاليءَ کي ڪيڏانهن وٺي وڃان، گهر يا اسپتال! مان مفرور ملزم شاليءَ کي اسپتال ڪيئن وٺي ويندس! مان منجهي پيس. ان دوران گاڏي هلائيندي، مان سيڪٽر نائين ج ۾ پهچي ويو

هوس. اوچتو مون کي ڊاڪٽر سولنگيءَ جو خيال آيو. سوچيم، شاليءَ کي ڊاڪٽر سولنگيءَ ڏانهن وٺي ويندس.

ڊاڪٽر سولنگي سيڪٽر ائين ج ۾ ٺاهيل سرڪاري ملازمن لاءِ هاسٽل ، چميريءَ ۾ رهندو هو. گاڏيءَ جي اسپيڊو ميٽر پرسان لڳل ڊجيٽل گهڙيال ۾ وقت ڏنم، رات جا اڍائي ٿيا هئا. اوچتو، رستي جي وچ ۾ مون ٻن چئن سپاهين کي ڏٺو. ڪين هٿن ۾ بندوقون هيون. هڪ سپاهيءَ جي هٿ ۾ ٽارچ هئي. هو پري کان مون کي بيهڻ لاءِ اشارا ڏيئي رهيو هو. اسلام آباد ۾ اهو عام رواج آهي. چپي چپي تي سپاهي بيٺا هوندا آهن. جنهن گاڏيءَ ۽ موٽر سائيڪل واري تي شڪ پوندو اٿن ، تنهن کي بيهاريندا آهن. سندس گاڏيءَ جي تلاشي وٺندا آهن ، گاڏيءَ جا ڪاغذ پٽ ڏسندا آهن.

مون اشاري جي باوجود گاڏي بيهارڻ مناسب نہ سمجهيو. گاڏي جي رفتار تيز ڪري مون بتيون وساڻي ڇڏيون. پوليس وارا ڊپ وچان رستي تان هٽي ويا. مان اک ڇنڀ ۾ وٽانئن لنگهي ويس.

سيڪٽر ائين ج تائين مون بتيون نہ ٻاريون. چميري لاج کان ٿورڙو اورتي مون گاڏيءَ جون بتيون ٻاري ڇڏيون. گاڏي آئي در وٽ بيهاريم. لوهي در کي تالو لڳل هو. در جي پرسان چوڪيدار جي ڪيبن ۾ بتي ٻري رهي هئي.

'گهر اچي ويو ڇا؟' شاليءَ جهيڻي آواز ۾ پڇيو.

وراڻيم، 'اسين ڊاڪٽر سولنگيءَ جي هاسٽل تي آيا آهيون.'

'اهو ڇا ڪيو اٿني!' ڪمزوريءَ جي باوجود چيائين، 'مون کي فورن گهر وٺي هل.'

'توکي هڪدم علاج جي ضرورت آهي.' چيم، 'اسپتال بدران مون توکي هتي آڻڻ ٺيڪ سمجهيو آهي.'

'غلط آهي. قطعي غلط آهي.' چيائين ، 'جوڳي! مون کي گهر وٺي هل.'

'ضد نہ ڪر شالي!'

'تون بہ ضد نہ ڪر، جوڳي.'

'مون کي تنهنجي زندگيءَ کان عزيز ٻيو ڪجهہ بہ ڪونهي.'

'۽ مون کي تنهنجي روپوشيءَ کان وڌيڪ ٻيءَ ڪنهن ڳالهہ جو فڪر نہ آهي.'

ڪيس سمجهائڻ واري نوع ۾ چيم، 'مون کي ڪجهہ نہ ٿيندو.'

وراڻيائين ، '۽ مون کي بہ ڪجهہ نہ ٿيندو.'

گاڏيءَ جي بتين جي روشنيءَ تي چوڪيدار پنهنجي ڪيبن مان ٻاهر نڪري آيو. گاڏيءَ جي ونڊ اسڪرين ۾ سوراخ ۽ ڏار ڏسي، هو اچرج ۾ پئجي ويو. هن در جو تالو نہ کوليو. مان گاڏيءَ مان نڪري ٻاهر آيس. در وٽ چوڪيدار جي سامهون وڃي بيٺس. چوڪيدار جون دهشت وچان وايون بتال ٿي ويون. هو بہ

ٽي قدم پونتي هئي ويو. مون ڏانهن ڏسندو رهيو. پوءِ ، هڪدم هو ڊوڙ پائي ڪيبن ۾ داخل ٿيو. تڏهن ، گيٽ ۽ موٽ جي روشنين ۾ ڏٺم ته منهنجا ڪپڙا رت هاڻا هئا. مون ڪان ڇرڪ نڪري ويو. مون کي خود پنهنجي حالت ۽ حليي ڪان وحشت ٿيڻ لڳي. ان وچ ۾ مون چوڪيدار کي فون تي ڪنهن سان ، هلو هلو ڪندي ٻڌو.

مان موٽي وڃي موٽر ۾ ويٺس. گاڏي اسٽارٽ ڪري اتان هڪدم نڪري ويس.

'چيو ، ڇا ٿيو؟' شاليءَ پڇيو.

چيم ، 'تنهنجي صلاح ٺيڪ آهي. تنهنجي گهر ٿا هلون.'

چيائين ، 'شڪر آهي ، منهنجي ڪا صلاح ته مڃي اٿئي.'

واٽ تي ڪانئس پڇيم ، 'ڪو ڊاڪٽر ، جنهن تي مڪمل اعتبار هجيني ، ان وٽ هلون؟'

چيائين ، 'گهر هل. سڀ ٺيڪ ٿي ويندو.'

ڏهن منٽن ۾ اسين شاليءَ جي بيوٽي پارلر ٻاهران وڃي بيٺاسين. مٿين حصي ۾ پاڻ رهندي هئي ، ۽ هيٺين ۾ ڪاروبار هلائيندي هئي. موٽر مان لهي مون ٻاهرين در جو بيل وڄايو. گهنٽيءَ جو آواز ٻڌي چوڪيدار اوور ڪوٽ جو ڪالر ڪڙو ڪندي ٻاهر آيو. شاليءَ جي گاڏي هڪدم سڃاتائين. در جو تالو ڪوليندي بيهي رهيو. گاڏيءَ جي پڳل ونڊ اسڪرين ڏسي هو وائڙو ٿي ويو. اوچتو مون تي نظر پيس. منهنجا رت هاڻا ڪپڙا ڏسي ساهه سڪي ويس. هونءَ هو مون کي سڃاڻيندو هو ، بلڪ چڱيءَ طرح سڃاڻيندو هو.

هن ڪنبندڙ آواز ۾ چيو ، 'جوڳي صاحب!'

'لالا ، جلدي ڪر ، در کول.' چيم ، 'ميڊم جي طبيعت ٺيڪ ناهي. جلدي ڪر.دير نه ڪر.'

چوڪيدار در کولي ڇڏيو.

گاڏي ڪاهي وڃي پورچ ۾ بيهاريم. گاڏيءَ جو پويون در کولي شاليءَ کي ٻانهن ۾ کڻي اندر هليو ويس.

چوڪيدار منهنجي ڪڍ اندر هليو آيو. رت ڏسي پڇيائين ، 'ميڊم کي ڇا ٿيو ، جوڳي صاحب؟'

'ڪا خاص ڳالهه ناهي.' چيم ، 'تون وڃ. ميڊم کي ٽنگ تي ڌڪ لڳو آهي.'

چوڪيدار مشڪوڪ نموني اسان کي ڏسندو ٻاهر هليو ويو. اسان جي آوازن تي شاليءَ جي خاص ملازم جنت اکيون مهٽيندي اندر هلي آئي. منهنجن ۽ شاليءَ جي رت هاڻن ڪپڙن تي نگاهه پيس ته وات مان رڙ نڪري ويس. سڌو وڃي شاليءَ جي پرسان فرش تي ويهي رهي ، ۽ سڏڪا ڀري روئڻ لڳي.

شاليءَ اکيون کولي ڏانهنس ڏٺو. نبل آواز ۾ چيائين ، 'مون کي پاڻيءَ جو

گلاس آڻي ڏي."

جنت هڪدم اکيون اگهي ڊوڙندي وئي، ۽ پاڻيءَ جو گلاس ڀري آئي. مون شاليءَ کي سهارو ڏيئي اٿاري ويهاريو. هوءَ يڪ ساهي اڌ گلاس پاڻيءَ جو پي ويئي. گلاس موٽائيندي، جنت کي چيائين، "مون کي ٽيليفون آڻي ڏي."

جنت گلاس کڻي هلي وئي. گهڙي کن ۾ ڪارڊ ليس ٽيليفون کڻي موٽي آئي. نمبر ڊائل ڪرڻ کان اڳ هن جنت کي وڃڻ لاءِ چيو. جنت هلي وئي. هي يا ٽي انگ ڦيرائڻ کان پوءِ هن هٿ روڪي ڇڏيو. مون ڏانهن ڏٺائين. مان سندس پاسي کان ويهي رهيس. مون ڏانهن نهاريندي اکين سان ڏٺائين. مون کي مٿس ڏاڍو رحم آيو. گاڏيءَ ۾ جيڪا شال مٿانئس وڌي هيم، سندس ڪلهن تي ويڙهيل هئي. چپن تي ڏاڍي پر اسرار مرڪ تري آيس. چيائين، "هيءَ شال مرداني ته ناهي! ڪنهن ڏني اٿئي؟"

چيم، "اسپتال ۾ هڪ نرس هئي، سسٽر زيتون."

پڇيائين، "پڄڻ ۾ توکي مدد ڏني هئائين؟"

وراڻيم، "ها، سرُ تريءَ تي رکي منهنجي مدد ڪئي هئائين. اسپتال مان نڪرڻ مهل اها شال، ڪجھ پيسا ۽ سينڊوچ ناهي ڏنا هئائين."

ٿورڙي کل آيس. ڪنڌ مٿي ڪري اکيون بند ڪري ڇڏيائين. چيائين، "مان به ڪيڏي نه ذليل آهيان. مون کي پڪ هئي ته اسپتال مان فرار ٿيڻ ۾ ڪانه ڪا نرس تنهنجي مدد ضرور ڪندي."

مون کي حيرت ٿي. پڇيم، "توکي پڪ هئي، پر ڇو؟"

اکيون کولي مون ڏانهن ڏٺائين. چيائين، **"تنهنجين اکين ۾ عام مرد جي حوس بدران پناھ جي تلاش آهي. گم ٿيل ٻار جي پناھ لاءِ تلاش! ظالم کان ظالم عورت به توکي دوکو ڏيئي نه سگهندي."**

سخت سيءَ جي باوجود مون کي ڪنڌ ۽ نرڙ تي پگهر محسوس ٿيو. مان هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳس.

چيائين، "منهنجو هڪڙو ڪم ڪندين؟"

وراڻيم، "مان تنهنجا سڀ ڪم ڪندس. پر، سڀ کان اڳ مون کي اهو ٻڌاءِ ته گهر ۾ تنهنجي زخم جو علاج ڪيئن ٿيندو؟"

چيائين، "مان ڊاڪٽر جبار خان کي فون ڪري گهرايان ٿي."

چيم، "ته پوءِ ڳالهين ۾ وقت ڇو ٿي وڃائين! فون ڪرينس."

ڊاڪٽر جبار خان جي پوڙهي ڪڪ زال شاليءَ جي بيوٽي پارلر جي ٻڌي ليکي گراهڪ هئي. مون ٻنهي کي اڪثر شاليءَ وٽ ڏٺو هو. شاليءَ جي جڏهن به طبيعت خراب ٿيندي هئي، هوءَ ڊاڪٽر جبار خان کان علاج ڪرائيندي هئي. هو گهٽ ۾ گهٽ ويهن پنجويهن سفارتخانن جو ڪنسلٽنٽ هو. شاليءَ ڊاڪٽر جبار جو

نمبر ڊائل ڪيو. موٽ نہ پئي مليس. هن رڪي رڪي نمبر پئي ملايو. ساڍي ٽي پيني.

مون ڪانئس فون وٺي ڊاڪٽر جبار خان جو نمبر ڊائل ڪيو. رسيور ڪن تي رکي ٻڌندو رهيس. ٻئي طرف گهنٽي وڄندي رهي. ڪافي دير ڪان پوءِ ڊاڪٽر جبار خان رسيور کڻي ورتو، ۽ سندس ڀورو آواز ٻڌڻ ۾ آيو، "هيلو"

مون ڪارڊ ليس فون شاليءَ کي ڏيئي، چيو. شاليءَ رسيور ڪن تي رکندي ڳالهايو. "ڊاڪٽر جبار خان، مان شالي پئي ڳالهايان... ها، خير آهي... اهڙي ڪا تشويش جهڙي ڳالهہ تہ ڪونهي، بس ٽنگ تي مُري وٽ ڏک لڳو آهي، ۽ رت ٽيندڙيون ڪري وهي رهيو آهي... مهرباني، مهرباني."

فون مون کي ڏيندي چيائين، "مفلر ڪولي ڇڏ جوڳي، ۽ رني سان پنيءَ وٽ ٻڌ ڏيئي ڇڏ."

مون مفلر ڪولي ڇڏيو. ڳچيءَ مان رنو لاهي، مون کي ڏنائين. مون رنو ويڙهي سيڙهي کيس پنيءَ تي زور سان ٻڌ ڏيئي ٻڌي ڇڏيو. چيائين، "هاڻي صوفن جون ٻہ ٽي گاديون کڻي منهنجي ٽنگ هيٺان رکي ڇڏ."

مون صوفن تان ٽي چار گاديون کڻي سندس ٽنگ هيٺان رکيون. چيائين، "ڊاڪٽر جبار خان پندرهن ويهن منٽن ۾ پهچي ويندو. تون منهنجي ڪمري ۾ هليو وڃ. وهنجي ڪپڙا بدلائي ڇڏجانءِ. وارڊ روب ۾ مون تنهنجي لاءِ ڪجهہ وڳا وٺي رکيا آهن."

مان ڪافي دير تائين ڏانهنس ڏسندو رهيس.

پڇيائين، "ڇا پيو ڏسين؟"

جواب نہ ڏنم. سندس منهن ٻنهي هٿن ۾ جهلي کيس اکين تي پيار ڪيم. هن هٿ مٿي ڪري منهنجن منجهيل وارن کي سمجهايو. آهستي چيائين، "وڃ جوڳي."

مان اٿي بيٺس. گهڙي ڪن لاءِ ڏانهنس ڏسندو رهيس- ۽ پوءِ، رت هاڻو مفلر کڻي مان سندس بيڊ روم ڏانهن هليو ويس. ●

# 49

بيڊ روم جي در ٻاهران ڪجهه سنڇ لڳل هئا. در جي ڏاڪ ڪي هينڊل ۾ هٿ وجهي کوليم. ڪمري ۾ اوندهه هئي. هڪ ٻه سنچ آن ڪري ڏٺم. اندرئين پاسي در وٽ بتي ٻري پيئي. ڪمري ۾ داخل ٿيڻ سان کابي پاسي باٿ روم هو، وڏو ۽ ڪشادو، ۽ کابي پاسي وارڊ روب هئا. وارڊ روب جي پاسي کان ڪمري جي روشنين لاءِ سنچ هئا. مون هڪ ٻه سنچ آن ڪيا. ڪمرو روشن ٿي پيو. ايتريقدر نفيس ڪمرو، مون عمر ۾ نه ڏٺو هو. ڏاکڻي طرف وڏو پلنگ، پاسي کان سائيڊ ٽيبلون، پيراندي‌ءَ وٽ وڪٽورين طرز جون ٻه ڪرسيون. ڪرسين جي پاسي کان ڊريسنگ ٽيبل، جنهن تي اعليٰ قسم جي ڪاسميٽڪ جو سامان رکيل هو. نرم غاليچي تي هلندو مان ڊريسنگ ٽيبل جي سامهون وڃي بيٺس. گذريل پندرهن ڏينهن ۾ پهريون دفعو پنهنجو حليو ڏسي مان ڊڄي ويس. منهنجا ڪپڙا ميرا گدلا ۽ رت هاڻا هئا. وار وکريل هئا. ڏاڙهي وڌيل، اکيون اندر پيهيل! مون کي پاڻ کان وحشت ٿيڻ لڳي.

مان آئيني وٽان هٽي ويس. وارڊ روب کولي ڏٺم. سمورو وارڊ روب ٿالي‌ءَ جي مختلف لباسن سان ڀريل هو. هڪ طرف ڪجهه پيڪٽ پيا هئا. پيڪٽن تي مردانن ڪپڙن جا ليبل لڳل هئا. مون هڪ پيڪٽ کڻي ورتو. موٽي وڃي ڪمري ۾ پيڪٽ کولي ڏٺم. سوار قميص هئي، رني، هڪ نامور ڪمپني‌ءَ جي ٺاهيل. سلوار ۾ اگهٽ پيل هو. مون کي تعجب ٿيو.

ڪيس ايتريقدر پڪ هئي منهنجي چڻ جي! مون سوچيو، ۽ جوڙي جي قميص کڻي جاچڻ لڳس. مون زندگي‌ءَ ۾ ايتريقدر قيمتي جوڙو ولي پائڻ جو ڪڏهن خواب ۾ نه ڏٺو هو.

ڪمرو مٿي‌ءَ ماڙ تي هو. برف وانگر ٿڌو هو. مون هيٽر ٻاري ڇڏيو. باٿ روم ۾ پير پائي هڪدم ٻاهر نڪري بيٺس. ايڏي صفائي‌ءَ وارو، ۽ اُجرو باٿ روم ڏسي مون کي خيال آيو ته ڪٿي منهنجي وجود جي گندگي ٻي داغ باٿ روم ۾ ڪو داغ نه ڇڏي ڏي! مون کي پنهنجي احمقاڻي سوچ تي ڪاوڙ آئي. باٿ روم ۾ داخل ٿي ٽب ۾ گرم پاڻي‌ءَ جو نلڪو کولي ڇڏيم. ٿورڙي‌ءَ دير ۾ ٽب ٻاڦ نڪرندڙ، ۽ وڻندڙ گرم پاڻي‌ءَ سان ڀرجي ويو. ميرا، گدلا ۽ رت هاڻا ڪپڙا لاهي مان گرم پاڻي‌ءَ ۾ ليٽي پيس. تڏهن مون کي احساس ٿيو ته پندرهن ويهن ڏينهن جي ڀڄ ڊُڪ ۽ لڪَ ڇپ ۾ مان پهريون دفعو وهنجي رهيو هوس، ۽ ٿيو ته مان

بيحد ٿڪي پيو هوس. منهنجو سَندُ سَندُ ڏکي رهيو هو. گرم پاڻي ٿڪل عضون لاءِ ٽاڪور محسوس ٿيو. مون کي لڳو، مان اتي ني پاڻيءَ ۾ سمهي پوندس. منهنجا ڇپر ڳورا ٿيڻ لڳا. الائي ڪيئن سجاڳ رهندي ڪافي دير تائين مان وهجندو رهيس.

باٿ روم مان وهنجي سهنجي، ۽ ڪپڙا مٽائي ٻاهر آيس. آئيني آڏو بيهي ڦڻي ڏنم. تڏهن، مون ڊرائنگ روم مان ڪنهن جي ڳالهائڻ جو آواز ٻڌو. ڪَنَ ڏيڻ کي مان ڪُڏو ڪم سمجهندو آهيان. پر، حالتن مون کي ڪُڏي ڪم تي مجبور ڪري وڌو هو. منهنجو يقين رشتن تان کڄي ويو هو. مان بيڊ روم جي در وٽ وڃي بيٺس ۽ هيٺان ايندڙ آواز ڪَنُ ڏيني ٻڌڻ لڳس. ڊاڪٽر جبار خان شاليءَ سان ڳالهائي رهيو هو، "زخم اونهو آهي. آپريشن کان سواءِ رت بند نہ ٿيندي."

ٻيو آواز ڊاڪٽر جبار خان جي زال جو هو. هن چيو، "ڊجين ٿي، يا ٻيو ڪو سبب آهي."

شاليءَ تمام جيهڻي آواز ۾ ڳالهايو. سندس جواب منهنجي سمجهہ ۾ نہ آيو.

ڊاڪٽر جبار خان چيو، "هڪ ڊاڪٽر جي حيثيت ۾ مان جيڪي بهتر سمجهندس، ڪندس. مان توکي پنهنجي اسپتال ڪٺائي هلان ٿو، ۽ اتي ني تنهنجو آپريشن ڪندس."

شاليءَ الائي ڇا چيو، جنهن جي جواب ۾ ڊاڪٽر جبار خان چيو، "صبح ٿيڻ کان اڳ تنهنجو موٽي اچڻ لازمي آهي ڇا؟"

شاليءَ ڪو جواب ڏنو، پر منهنجي سمجهہ ۾ نہ آيو. ڊاڪٽر جبار خان چيو، "تنهنجو رت ضايع ٿي ويو آهي. توکي مڪمل آرام ۽ نگهداشت جي ضرورت آهي. مان هڪ بہ ڏينهن توکي پاڻ وٽ رکندس."

وري بہ شاليءَ ڪجهہ چيو. جنهن جي جواب ۾ ڊاڪٽر جبار خان چيو، "ٺيڪ آهي، ٺيڪ آهي. تون موٽي اچي پنهنجي گهر ۾ آرام ڪجانءِ. منهنجو وقت نہ وڃاءِ - رت جو روڪڻ لازمي آهي."

ان کان پوءِ چوڪيدار ۽ ڊاڪٽر جبار ۽ جنت، ۽ ڊاڪٽر جي زال جي ڳالهائڻ جا آواز ٻڌم. اندازو لڳايم تہ هو شاليءَ کي ٻاهر کڻي پني ويا. ٿورڙيءَ دير کان پوءِ مون موٽر اسٽارٽ ٿيڻ جو، ۽ موٽر جي رواني ٿيڻ جو آواز ٻڌو. ڪجهہ گهڙين کان پوءِ مڪمل خاموشي ڇانئجي وئي.

اڻ تڻ وراني ويني. مان ڪمبل پاڻي شاليءَ جي هنڌ بدران هيٺ غاليچي تي ليٽي پيس. ڪجهہ دير کان پوءِ ڪنهن بيڊ روم جو در کڙڪايو. مون اٿي وڃي در کوليو. جنت بيٺي هئي. روئڻ سبب اکيون ڳاڙهيون هيس. رنو درست ڪندي چيائين، "ميڊم چيو آهي، توهين بي فڪر ٿي آرام ڪريو. پاڻ صبح تائين موٽي ايندي."

پڇيم، "ڪينئن هني؟"
وراڻيائين، "ڏاڍي تڪليف ۾ هني."
منهنجي هانوَ ۾ هٿ پيو.
جنت پڇيو، "ميڊم کي ڏک ڪينئن لڳو؟"
مان منجهي پيس. مون وٽ جواب نہ هو. ڪيس ٽارڻ خاطر چيم، "مان ڏاڍو ٿڪل آهيان. پاڻ صبح جو ڳالهائينداسين."
مان در وٽان هٽي ويس.
جنت مون کي سڏ ڪيو، "جوڳي صاحب!"
مون منهن ورائي ڏانهس ڏٺو.
چيائين، "ميڊم چئي ويئي آهي تہ صبح جو اوهين ٽيرس تي نہ نڪرجو، ۽ نہ ئي بيڊ روم جي بالڪونيءَ ۾ نڪري ويهجو. ٺيڪ آهي نہ!"
ڪنڌ لوڏيندي چيم، "ها، ٺيڪ آهي."
جنت هلي ويئي. مون در بند ڪري ڇڏيو. موٽي وڃي شاليءَ جي پلنگ پرسان ڪارپيٽ تي ليٽي پيس. ايتري دير ۾ هيٽر سبب ڪمري مان يخ جهڙي سردي گهٽ ٿي ويئي هئي. ڪنڌ هيٺان ٻانهون ڏيئي مان ڇت سان لڙڪندڙ شينڊلينر ڏانهن ڏسڻ لڳس. درن ۽ درين تي ٽنگيل پڙدا تمام سهڻا ۽ زيبائتا هئا. ايبسٽريڪٽ ۾ ست ني رنگ پکيڙيل هئا، ۽ وچ وچ ۾ ستن رنگن جي گڏيل آميزش جو ڀرپور نمونو اظهار ٿيل هو. رنگن ۾ منهنجو ذهن ڊانوان ڊول ٿيڻ لڳو. مون محسوس ڪيو پڙدن پٺيان پوليس ۽ قانون نافذ ڪرڻ وارن ادارن جا خونخوار ڪارندا بيٺا آهن. هو رنگن ۾ سوراخ ڪري مون ڏانهن ڏسي رهيا آهن! ڪنهن وقت بہ هو خودڪار هٿيار تاڻي پڙدن جي پٺيان نڪري ايندا، ۽ مون تي حملو آور ٿيندا!
مان ڇرڪ ڀري اٿي ويٺس. هڪ هڪ پڙدي پٺيان جهاتي پائي ڏٺم. پنهنجي وهم ۽ سنسن تي پشيمان ٿيس. موٽي وڃي پلنگ پرسان ڪارپيٽ تي ليٽي پيس. گرم پاڻيءَ سان وهنجڻ ۽ صاف سٿرن ڪپڙن سبب لڳم پئي تہ ذهن ۽ جسم تان ڄڻ وڏو ڪو بوجهہ هو، جيڪو لهي ويو هو. اکين ۾ ننڊ جو سرور محسوس ٿيڻ لڳو. اڌ بند ۽ اڌ کليل اکين سان مون کي گلاب جو تشدد سبب چيڀاٽيل ۽ چٿيل چهرو ۽ جسم نظر آيو. وارن کان پيرن تائين رتو ڇاڻ هو. بار بار پنهنجا رت هاڻا هٿ چپن تائين کڻي پئي ويو، ڄڻ چوندو هجي، مان گونگو آهيان- مان گونگو آهيان. قدرت مون کي آواز کان محروم ۽ مفلوج ڪري ڇڏيو آهي. مان گونگو آهيان. توهين يقين ڪريو، مان گونگو آهيان. هو ٻاڏائيندو رهيو، ۽ ٽين دنيا جي جاهل تفتيشي عملدارن جي تشدد جو شڪار ٿيندو رهيو. تصور ۾ مون ڪيس ڪڏهن ڇت سان ابتو لٽڪندي ڏٺو، ڪيس ڏنڊا ٻيڙين سميت پٽ سان ٻڌل

ڏنو، در تي ليٽيل ۾ چئن خوفناڪ تفتيشي افسرن کي سندس جسم کي بوٽن سميت لتاڙيندي ڏٺو! مون سندس سر ڪنڌ تائين پاڻيءَ جي بالٽيءَ ۾ ٻڏل ٻڏل ڏٺو! راڪاس جهڙن سپاهين کي جنبورن سان سندس هٿن پيرن جا ننهن پٽيندي ڏٺو! ڪيس سگريٽن سان ڏنب ڏيڻ کان پوءِ پاڻيءَ جو وڏو پائيپ ڪٽي آيا. پائيپ سندس وات ۾ وجهي، پاڻيءَ جو پريشر کولي ڇڏيائون. هڪ خوفناڪ رڙ ماحول ۾ محلول ٿي ويني ۽ گلاب جي ڪنن ۽ نڪ مان رت هاڻو پاڻي ڦوهاري وانگر ٻاهر نڪري آيو.

مان اٿي ويهي رهيس. منهنجي دل سيني جي قفس ۾ ڪنبڻ لڳي. لونءَ لونءَ ڪاندارجي ويني. مون کي پنهنجي ساهه جو سهڪو واضح نموني ٻڌڻ ۾ آيو. سائيڊ ٽيبل تي گلاس ۾ ٿرماس رکيو هو. ٿرماس مان پاڻيءَ جو گلاس ڀري پيتم. ڄڻ سامت ۾ آيم. پلنگ کي ٽيڪ ڏيئي ويهي رهيس. انيڪ راتين جو اوجاڳو هو. ويني ويني جهوٽو آيو. مان ڪروٽ ڦيرڻ تي ليٽي پيس، ۽ منهنجي اک لڳي ويني ۽ پوءِ الائي ڪيتري دير تائين ننڊ ڪيم.

اک کلي آوازن تي. اڻ ڇتا مگر انيڪ آواز ٻڌڻ ۾ پئي آيا. مان ڪمري جي در وٽ وڃي بيٺس. جنت سان ڪجهه مرد ڳالهائي رهيا هئا. سندن لهجي ۽ آواز مان سمجهيم ته پوليس جا ماڻهو هئا. جنت چئي رهي هئي، "ان ڪان وڌيڪ مون کي ڪا خبر ڪانهي ته ڪالهه رات ميڊم جي گاڏيءَ تي ڪجهه دهشت گردن حملو ڪيو هو، ۽ هوءَ زخمي حالت ۾ هتي پهتي هئي."

ڪنهن کهري آواز ۾ پڇيس، "اڪيلي هئي، يا گڏ ٻيو ڪو به هوس."

جنت به رکي نموني جواب ڏنس. چيائين، "هوءَ اڪيلي هئي، ۽ زخمي حالت ۾ پاڻ گاڏي هلائي هتي پهتي هئي."

ٻيو آواز ٻڌم، "ته پوءِ هُن سيڪٽر جي-نائين وٽ اسان جي اشاري تي گاڏي ڇو نه بيهاري؟"

"ڏاڍا ڪي عجيب انسان آهيو." جنت چيو، "سندس زخم مان بليڊنگ ٿي رهي هئي. هڪ هڪ منٽ هن جي لاءِ اهم هو. توهان جي اشاري تي بيهي ها ته جيئري گهر نه پهچي ها!"

ان وچ ۾ ٻن ٽن لانگ بوٽن وارن ماڻهن جي اندر داخل ٿيڻ جو آواز ٻڌم. هڪ جٽي چيو، "سر، گاڏيءَ جي باڊيءَ ۾ سورهن گولين لڳڻ جا نشان آهن."

کهري آواز واري چيو، "ميڊم اڃان تائين ايف.آئي.آر چو نه ڪٽائي آهي!"

جنت کي ڪاوڙ لڳي، جيڪا سندس لهجي مان ظاهر هئي. سندس آواز ٻڌم. چيائين پئي، "ميڊم هن وقت ڊاڪٽر جبار خان جي اسپتال ۾ آهي، سندس آپريشن ٿي رهيو آهي، جيڪڏهن اول ايف.آئي.آر ڪٽرائڻ لاءِ ٿاڻي تي وڃي ها، ته پوءِ آپريشن لاءِ جيئري رهي نه سگهي ها."

احمقاڻي نموني ۾ کهري لهجي واري آفيسر پڇيو، "ميڊم آپريشن کان پوءِ ڪڏهن موٽندي؟"

"ڳالهه تہ انين پيا ڪريو، جڏهن ميڊم آپريشن ٿيٽر ۾ نہ آهي، بلڪ پڪنڪ تي ويل آهي!" جنت چيو، "اسين سڀئي دعاڳو آهيون تہ ميڊم جو آپريشن ڪامياب ٿئي، ۽ توهان کي ايف آئي آر جو فڪر آهي!"

"ٺيڪ آهي ٺيڪ آهي." کهري لهجي واري چيو، "اسين وري اينداسين."

"ترسو." جنت واضح نموني کين روڪيو ۽ ڳالهايو. چيائين، "ميڊم ايس پيءَ کان هيٺ ڪنهن بہ آفيسر سان ڳالهائڻ پسند نہ ڪندي آهي. هوءَ گهر تي هجي ها تہ توهين هڪ سيڪنڊ لاءِ هتي بيهي نہ سگهو ها."

هو هليا ويا.

مون وقت ڏٺو. صبح جا ڏهہ ٿيا هئا. شاليءَ کي آپريشن کان پوءِ ولي نہ آيا هئا. ڊاڪٽر جبار خان ڪيس چار پنج ڪلاڪ کن اڳ ولي ويو هو. مون کي اڻ تڻ ٿيڻ لڳي. باٿ روم ۾ وڃي مون شڪ منهن ڌوتو. ٽوال سان منهن اگهندي، مون کي جنت جو جملو ياد آيو. ميڊم ايس پيءَ کان هيٺ ڪنهن بہ آفيسر سان ڳالهائڻ پسند نہ ڪندي آهي!

ڪير آهي هوءَ! پراڻو سوال، ۽ تجسس جاڳي پيو. سوچيم، دوستن جون ڳالهيون بنهہ غلط نہ هيون. هن جو ڪرنہ ڪو تعلق پوليس ۽ خفيہ ايجنسين سان ضرور آهي! گذريل پندرهن ويهن ڏينهن جي روح فنا ڪندڙ تجربن کان پوءِ مون ونجهہ اڇلائي ٻيڙي وچ سير ۾ ڇڏي ڏني هئي. مخالف ڌرين دهشت گرديءَ ۽ دهشتگردن جي پشت پناهيءَ جي الزامن کي بليڪ ميلنگ وانگر استعمال ڪري، بينظير ڀٽو جي حڪومت جون وايون بتال ڪري ڇڏيون هيون. راشي، بدمعاش، بداخلاق، ۽ نالائق وڏي ويجهي رهيا هئا، ۽ دهشت گرديءَ جي الزام ۾ پوليس ۽ خفيہ ايجنسيون چونڊي چونڊي ماڻهن کي نشانو بڻائي رهيون هيون. اصل دهشت گرد تہ ڪين هٿ نہ پئي آيا. ڪين هٿ آيا پئي مون جهڙا ۽ گلاب گونگي جهڙا موالي. اسان جهڙن جي بليڪ ميلنگ جي ڊپ کان نہ داد هئو، ۽ نہ فرياد هئو.

بيڊ روم جي در تي کڙڪو ٿيو. مون اٿي در کوليو. جنت نيرن جي ٽري کڻي آئي هئي. هن ٽري آرام ڪرسيءَ آڏو ميز تي رکي. چيم، "مان تنهنجو احسان وساري نہ سگهندس، جنت!"

کلي پيئي. چيائين، "نيرن کڻي اچڻ ۾ ڪهڙو احسان آهي!"

چيم، "مان نيرن جي ڳالهہ نہ ٿو ڪريان."

پڇيائين، "تہ پوءِ؟"

چيم، "ورجائڻ مناسب نہ ٿو سمجهان. بهرحال مان تنهنجو شڪرگذار آهيان."

"الاتي چا ٿو چوَڻ چاهين!" ڪوپ ۾ چانهه وجهندي چيائين، "۽ سچ پڇين تہ مان سمجهڻ بہ نہ ٿي چاهيان."

چانهه جي سپ پريم. لڳم، ورهين کان پوءِ گهر ۾ ٺاهيل چانهه پيتي هيم. سپ سپ پريندي اڌ ڪوپ خالي ڪري ڇڏيم.

"نيرن نہ ڪندين ڇا؟" جنت پڇيو.

"ڪندم، چانهن پيئڻ کان پوءِ." چانهن پيئندي کانئس پڇيم، "شاليءَ جي خبر؟"

وراڻيائين، "ڪيس رت ڏيئي رهيا آهن."

منهنجي هٿ ۾ چانهن جو ڪوپ ڏڏي ويو. پڇيم، "۽ آپريشن؟"

"ڪري ڇڏيو اٿانونس،" وراڻيائين.

پڇيم، "ڪڏهن ڪٺي ايندس؟"

چيائين، "شام ڌاري."

واچ ۾ وقت ڏٺم. يارهن پني ٿيا. شام مون کي تمام پري محسوس ٿي. ڪوهيڙن ۽ ڌنڌ ۾ ويڙهيل، ۽ شايد ڪڏهن نہ ايندڙ شام. ●

# 50

جنت مون وٽ اڄ ڏهه اخبارون ۽ چانهه جو ٿرماس ڇڏي ويني هئي. مون اخبارون پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي، پر پڙهي نہ سگهيس. سموريون اخبارون بدامنيءَ، خونن ۽ ڌاڙن جي خبرن سان ڀريل هيون. بدامني، خونن ۽ ڌاڙن لاءِ مخالف ڌريون حڪومت کي ڏوهه ڏيئي رهيون هيون، ۽ حڪومت مخالف ڌرين کي ڏڦيڙ لاءِ ذميوار ڄڻي رهي هئي. وچٽري قسم جا سياستدان سموري گڙٻڙ ۾ غير ملڪي دشمنن جو مخفي هٿ ڏسي رهيا هئا. سموريون اخبارون ان قسم جي واهيات خبرن سان ڀريل هيون. باقي هڪ رويو واضح هو. هڪ عورت جي حڪومت، پوڙهن سياستدانن ۽ ملن مولوين کي هرگز قبول نہ هئي- ۽ حڪومت، مخالف ڌرين جي بليڪ ميل ۾ اچي، ۽ ملن مولوين کي راضي ڪرڻ لاءِ عقل چرخ ڪرڻ جهڙا ڪم ڪرڻ تي لهي آئي هئي. لکين بيروزگارن سان روزگار جو واعدو ڪيو ويو ۽ بار بار ڪيو ويو ۽ واعدو پاڙڻ لاءِ قاعدن قانونن جا سمورا ليڪا لتاڙيا ويا. ضياءُ جي بدترين مارشل لا ۾ يارهن سال ملڪ اقتصادي ۽ سياسي طرح ڇيٽاڙجي ويو هو، پر بينظير جي حڪومت سيني سان ترڻ تي بهشت جو واعدو ڪري ويٺي. چوويهه هزار شاگردن کي وڏيڪ تعليم لاءِ اڄ سان گڏ ستاويهه ڪروڙ رپين جي اسڪالرشپ جي ڀڪ ڏئي ويٺي. دهشت گرديءَ خلاف اپائن ۾ بداخلاق پوليس کي وڏيڪ اختيار ڏيڻي، ماڻهن جو جيئڻ حرام ڪرائي ڇڏيائون. پوليس طرفان شڪار ڪيل دهشت گردن ۾ مان ۽ گلاب گونگو شامل هئاسين!

لڳم، اخبارن کان جند نہ ڇڏايم تہ چريو ٿي پوندم. وارن ۾ هٿ وجهي، واڪا ڪري، مٿو پٽ سان هڻي ڦاڙي ڇڏيندس. اخبارون ڪمري جي هڪ ڪنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيم. ٿرماس مان چانهه پيئي، مگ کڻي آرام ڪرسيءَ تي ويهي رهيس.

چانهه پيئندي هڪ سوال بار بار ذهن ۾ گردش ڪندو رهيو- شاليءَ منهنجي لاءِ ڇا سوچيو آهي! ڪيس جيڪڏهن گولي نہ لڳي ها، تہ هن وقت تائين هوءَ مون کي ڪهڙي ماڳ پهچائي ڇڏي ها!

منهنجي مگ ۾ اڃا چانهه باقي هئي، جو در تي ڪڙڪو ڪري جنت اندر هلي آئي. ڪجهہ ڪجهہ پريشان پئي ڏٺي. اِن کان اڳ جو مان ڪانئس ڪجهہ پڇان، جنت چيو، "ميڊم جو فون آيو هو."

پڇيم، "ٺيڪ تہ آهي نہ؟"

چيائين ، "ميڊم چيو آهي تہ توهين گاڏي گيراج ۾ بند ڪري ڇڏيو. مون کي ڊرائيونگ نہ ٿي اچي."

مون کي تعجب ٿيو. پڇيم، "خيريت تہ آهي نہ؟"

ورائيائين ، "ميڊم چيو آهي تہ گيراج ۾ بيهاري گاڏيءَ کي اندران چڱيءَ طرح ڌوئي ڇڏجي."

جنت کان چابي ورتي ، پورچ مان گاڏي ڪاهي مون گيراج ۾ بيهاري ڇڏي. گيراج ۾ نلڪي سان پلاسٽڪ جو پائيپ ٻڌل هو.

جنت چيو ، "گاڏي مان پاڻ ئي ڌوئي ڇڏينديس."

گاڏيءَ جون اڳيون ۽ پويون سيٽون رت سان رڱيل هيون. جنت سيٽن تان ڪَوَر لاهي ورتا. ڏٺم تہ ڪَوَرن مان رت ٽمي سيٽن تي پکيڙجي ، ۽ سڪي ويو هو.

جنت چيو ، "توهين پلي پنهنجي ڪمري ۾ وڃي آرام ڪريو. ڪجهہ دير کان پوءِ مستري ايندو ۽ مرمت لاءِ گاڏي کڻي ويندو."

پڇيم، "مستريءَ کي ڪنهن فون ڪيو آهي؟"

ورائيائين ، "ميڊم."

پڇيم، "اعتبار جوڳو ماڻهو آهي؟"

چيائين ، "ميڊم کي جنهن ماڻهوءَ تي اعتبار نہ ايندو آهي ، تنهن ماڻهوءَ کي منهن لي تي رکندي آهي."

مان ڪمري تي موٽي آيس. مگ ۾ ڇڏيل چانهہ لري وئي هئي. واش بيسن ۾ لريل چانهہ هاري ، مگ ۾ ٿرماس مان گرم چانهہ پيتيم. ٻہ چار سرڪيون پري وقت ڏٺم. منجهند جا ٻہ ٿيا هئا. شام مون کي سچ پچ تمام پري محسوس ٿيڻ لڳي. سوچيم، ڪجهہ غير معمولي حالتون اٿل پٿل ۾ آهن ، پاسا وراني رهيون آهن. شام ڏاري شاليءَ جي اچڻ کان اڳ ڪجهہ ٿي پوندو! ايندڙ وقت مون کي مبهم ۽ پريشان ڪندڙ محسوس ٿيو. گرم گرم چانهہ جا ٽڪڙا ٽڪڙا ڍڪ پري ورتم. اکيون بند ڪري ڇڏيم. وچ سير ۾ ونجهہ اجلائي جيڻ کان پوءِ مون کي پنهنجي پريشانيءَ جو سبب سمجهہ ۾ نہ پئي آيو. ڪٿي ائين تہ نہ هو، مان اصل ۾ شاليءَ لاءِ پريشان هوس!

در کڙڪائي جنت اندر ... کان ڪجهہ وڌيڪ پريشان هئي. پڇيائين ، "تنهنجا رت هاڻا ڪپڙا ڪٿي آهن؟"

چيم، "باٿ روم ۾ پيا آهن."

هوءَ هڪدم باٿ روم ڏانهن هلي وئي. اندران پلاسٽڪ جي بيگ ۾ رت هاڻا ڪپڙا وجهي ٻاهر آئي. ڪانئس پڇيم، "مون کان ڪجهہ لڪائين تہ نہ ٿي؟ تنهنجي ميڊم ڪيئن آهي."

چيائين ، "ميڊم ٺيڪ آهي. ٻنجين ... ٿائين ڊاڪٽر جبار خان کيس

چڏي ويندو.'

پڇيم، 'رت هاڻا ڪپڙا ڪيڏانهن کڻي پيني وڃين؟'

وراڻيائين، 'ميڊم جي فون آئي هئي. چيو اٿائين ته گاسليٽ وجهي ڪپڙا ساڙي ڇڏيان.'

هوءَ ٽڪرين ٽڪرين پرانگهون کڻندي در ڏانهن وڌي وئي. مون ڪيس سڏ ڪيو. هوءَ بيهي رهي، ۽ پوءِ مون ڏانهن هلي آئي.

چيم، 'اڄ صبح جو شايد پوليس آئي هئي.'

ٿورڙو تعجب ٿيس. چيائين، 'ها، آئي هئي.'

چيم، 'تو پوليس کي ٻڌايو پئي ته ميڊم سان گڏ ڪوبه نه آيو هو، ۽ ميڊم خود موٽر هلائي آئي هئي.'

'ها چيو هوم.' تجسس وچان پڇيائين، 'توهان سموري گفتگو ٻڌي پئي ڇا؟'

'ها، ٻڌم پئي. تو تمام وڏي واڪ پئي ڳالهايو.' چيم، 'پر جنت، چوڪيدار مون کي گاڏي هلائي آئيندي، ۽ ميڊم کي موٽر مان کڻي اندر گهر ۾ داخل ٿيندي ڏٺو آهي.'

'چوڪيدار ميڊم جو خاص ماڻهو آهي. ڏهن سالن جو هو، جو ميڊم کيس بلتستان مان وٺي آئي هئي.' جنت چيو، 'چوڪيدار جي باري ۾ ڪو فڪر نه ڪر.'

هوءَ بيهر ٽڪرا ٽڪرا قدم کڻندي، ڪمري جو در بند ڪري هلي وئي.

گذريل ڏهن- پندرهن ڏينهن دوران بند ڪمرن ۽ ڪوٺين ۾ لڪندي مان بيزار ٿي پيو هوس. دل چاهيو درين تان پڙدا هٽائي ڇڏيان. ٻاهر جو منظر ڏسان. سياري جي مند جا اداس پاڇا ڏسان. اسلام آباد جو سيارو ڏاڍو اداس، ۽ دل کي ملول ڪري ڇڏيندو آهي. هونءَ دل تي پريشانين جو بوجهه ڪو گهٽ نه هو، جو مون اداس اُس لاءِ پئي واجهايو! سوچيم، بالڪونيءَ، يا ٽيرس جو در کولي، ٻاهر ڪليل هوا ۾ وڃي بيهي رهان! يخ، برف جهڙي هوا کي سيني ۾ لاهي ڇڏيان! ٻانهون کولي وڏي واڪ احتجاج ڪريان، ۽ چوان، ته مان دهشت گرد نه آهيان، مان دهشت گرد نه آهيان- مان آواره گرد آهيان- مان دهشت گرد نه آهيان!

پر، مون ائين نه ڪيو. شاليءَ جو خيال پت وانگر ارادن آڏو بيهي رهيو. بيوسي زنجير ٿي پيئي. محسوس پئي ڪيم ته پاڻ سان پنهنجي گهر آڻي شاليءَ بظاهر مون سان ته ڀلائي ڪئي هئي، پر پنهنجي لاءِ مصيبت ڪڙي ڪري وڌي هئي.

آرام ڪرسيءَ تي ويهي رهيس. ٽڙيل پکڙيل اخبارن ڏانهن ڏٺم. درن ۽ درين تي لڙڪندڙ پڙدن ڏانهن ڏٺم. پڙدن جي رنگن ۾ گم ٿي وڃڻ جي ڪوشش ڪيم. ناڪام رهيم. تڏهن، سائيڊ بورڊ تي رکيل ٽيليفون تي منهنجيون نگاهون اٽڪي پيون. دل چاهيو ته ڪنهن سان ڳالهايان! ڀلي نه، ته غلط نمبر ڊائل ڪري

**ڪنهين سان بڪواس ڪريان! ابتو سبتو ڳالهايان! واهيات، بيمقصد ۽ بيمعنيٰ ڳالهيون ڪريان! ڪوڙي ڪِلَ ڪلڻ جي ڪوشش ڪريان! لڳم پنهنجي تہ ورهين کان مان ڪلي نہ سگهيو آهيان. منهنجن چپن کان مُرڪ وسري ويئي آهي.**

مان سائيڊ بورڊ ڏانهن وڌي ويس. سائيڊ بورڊ تائين پهچندي، مون کي خيال آيو، مان ڪٿي سُڌ بُڌ تہ نہ وڃائي رهيو آهيان! آهستي آهستي پاڳل تہ نہ ٿي رهيو آهيان! چريو تہ نہ ٿي پيو آهيان!

ڪيتريءَ دير تائين مان ٽيليفون ڏانهن ڏسندو رهيس. دل ڌڙڪڻ بدران سيني ۾ ٿڪنڪندي رهي. ساڄي هٿ جي پيڪوڙيل مٺ مان پهرين آگر سڌي ڪري، جيڪي نمبر ذهن تي تري آيو، ڦيراتي ڇڏيم. ٻئي طرف گهنٽي وڄڻ جو آواز آيو. ڪنهن رسيور کنيو، ۽ نهايت ڳوري آواز ۾ ڳالهايو، "هيلو."

چيم، "يار، تڙيءَ ۾ تڪليف اٿئي، يا ڏرڪا ڪانيءَ ٿڌو پاڻي پي ڇڏيو اٿئي، جو آواز پڪل ريڊيي جهڙو ٿي پيو اٿئي؟"

وڏو ٽهڪ ڏيئي ڪلي پيو. چيائين، "اڙي ابراهيم گنجا، هانگ ڪانگ کان ڪڏهن آيو آهين؟"

چيم، "اڙي پڪل ريڊيا، منهنجو آواز ابراهيم گنجي جهڙو آهي ڇا؟"

ٽهڪ ڏيندي چيائين، "دنيا ۾ فقط ابراهيم گنجي جو آواز ٻڪر جهڙو آهي، ڪينن گنجا!"

چيم، "يار، تون منهنجي اندازي کان وڌيڪ آڙيڪاپ نڪتو آهين."

وري ٽهڪ ڏنائين. پڇيائين، "سچ ٻڌاءِ گنجا، هانگ ڪانگ مان ايڊز جي بيماري تہ نہ کڻي آيو آهين!"

مون کان ڇرڪ نڪري ويو. ڪوشش جي باوجود مان سندس ٽهڪ سان پنهنجو ٽهڪ پڃائي نہ سگهيس. مان اندران خالي ٿي ويو هوس. مون سندس ٽهڪ ٻڌو. مون کي ائين لڳو، هو ڄڻ منهنجي پاسي کان ٻيٺو هو، ۽ مون تان کلي رهيو هو!

کلندي کلندي هن چيو، "ٻولتي بند ڇو ٿي ويئي اٿئي گنجا! ڳالهائين ڇو نہ ٿو؟"

مون رسيور رکي ڇڏيو. بيوسيءَ جو احساس وڌندو ويو. مان بڪواس ڪرڻ جي قابل بہ نہ رهيو هوس! پر، مان ڳالهائڻ چاهيان ٿو. ڪجهہ چوڻ چاهيان ٿو، ڪجهہ ٻڌڻ چاهيان ٿو! اندر ۾ آنڌ مانڌ وڌندي ويئي.

پيڪوڙيل مٺ مان پهرين آگر ٻاهر ڪڍي، مون مراد ٽالاري جو نمبر ڊائل ڪيو. گهنٽي وڄي پيئي. ٻئي طرف کان آواز آيو، "مراد ٽالارو اسپيڪنگ."

چيم، "مراد، رسيور نہ رکجانءِ، خدا جي واسطي نہ رکجانءِ- مون سان ڳالهاءِ، ڳالهاءِ مراد!"

مراد ٽالاري چيو، "جاني جاني! مون مسڪين کي مار نہ وجهنديِن، اجا ڪالهہ تہ

مون کي پروموشن ملي آهي. وڏي جاکوڙ کان پوءِ.'
کيس ايلاز ڪندي چيم، 'نہ مراد، نہ. ٽيليفون بند نہ ڪجانءِ - مون سان ڪجهہ ڳالهاءِ. منهنجو وجود خاموشين ۾ غرق ٿي ويو آهي. مون سان ڳالهاءِ مراد!'
مراد ناڪاري فون بند ڪري ڇڏي.
مان شاليءَ جي پلنگ پرسان ڪار پيٽ تي ليٽي پيس. ساڳئي لمحي در کڙڪائي جنت اندر هلي آئي. منهنجي لاءِ منجهند جي ماني کڻي آئي هئي. ٽري ميز تي رکيائين. پڇيائين، 'طبيعت تہ ٺيڪ اٿوَ نہ؟'
هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندي چيم، 'بس، ٺيڪ آهيان.'
پڇيائين، 'ننڍڙو ٽيليويزن ڏيني وڃانوَ؟'
چيم، 'نہ.'
ويندي ويندي جنت چيو، 'پنجين لڳي تائين ميڊم جن گهر موٽي ايندين.'
هوءَ ڪمري مان هلي ويئي. مون واچ ۾ وقت ڏٺو. ٽي ٿي رهيا هئا. اکيون بند ڪري مون ننڊ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. حيلا هلائيندي، پاسا ورائيندي، الائي ڪهڙي وقت مون کي ننڊ کڻي ويئي. اک کلي در کڙڪائڻ جي آواز تي. اٿي ويٺس. جنت اندر هلي آئي. منهن تي سنجيده مرڪ هئس. چيائين، 'توهان کي ميڊم سڏي رهي آهي.'
تعجب وچان پڇيم، 'ميڊم! اچي ويئي آهي ڇا؟ پنج ٿي ويا آهن، ڇا؟'
چيائين، 'ست ٿي رهيا آهن.'
عجب لڳم، 'ست ٿي رهيا آهن!'
ورائيائين، 'ها، ست ٿي رهيا آهن.'
اُٿندي چيم، 'تو مون کي اڳ ڇو نہ جاڳايو؟'
چيائين، 'ميڊم منع ڪئي هئي.'
پڇيم، 'ڪٿي آهي.'
ورائيائين، 'هيٺ گيسٽ روم ۾.'
جنت کان اڳ مان هيٺ لهي ويس. گيسٽ روم منهنجو ڏٺل هو. پڙدو هٽائي اندر داخل ٿيم. شالي پلنگ تي ليٽيل هئي. پني، مُري ۽ پير تي پٽي ٻڌل هئس. پير ٻن ويهاڻن تي رکيو هوس. ڪمزور ۽ نبل پئي لڳي. مون کي ڏٺائين تہ منهن تي مُرڪ تري آيس.
مان پرسان وڃي ويٺس. ايڏو اٿاهہ پيار مون اڳ سندس اکين ۾ نہ ڏٺو هو.
پڇيائين، 'ڪيئن آهين؟'
چيم، 'توکي پريشان ڪيو اٿم.'
هڪدم چيائين، 'نہ، نہ، ڪڏهن بہ نہ.'

چيم، 'تنهنجي انڪار ڪرڻ سان ڇا ٿيندو! ڏسان پيو تہ توکي پريشان ڪيو اٿم. منهنجي ڪري موت جي منهن تائين وڃي پهتي آهين.'

'موتي بہ تہ آني آهيان، موت جي منهن مان.' منهن تي مُرڪ تري آيس. چيائين، 'ويهي رهہ.'

هيڏانهن هوڏانهن ڪرسيءَ لاءِ ڏٺم. چيائين، 'هتي، منهنجي پرسان ويهي رهہ.' مان پلنگ تي سندس پرسان ويهي رهيس. جنت چانهن جا ٻہ مگ کڻي آني. هڪ مگ شاليءَ ۽ ٻيو مون کڻي ورتو. ڪجهہ دير تائين اسين ٻئي خاموش ويٺا رهياسين. سپ سپ ڪري چانهن پيئندا رهياسين، ۽ رکي رکي هڪٻئي ڏانهن ڏسندا رهياسين.

شاليءَ چيو، 'جوڳي، تون تہ سڀ ڪجهہ سمجهين پيو نہ. حالتون اسان جي حق ۾ نہ آهن.'

ڪجهہ نہ چيم. ڏانهنس ڏسندو رهيس. شاليءَ چيو، مون راولپنڊي ۽ اسلام آباد جا ٻہ سٺا وڪيل تنهنجي ۽ گلاب گونگي لاءِ انگيج ڪيا آهن. تمام سٺا وڪيل آهن، ۽ ايمنيسٽي انٽر نيشنل ۽ هيومن رائٽس لاءِ بہ ڪم ڪندا آهن.'

مان ڏانهنس ڏسندو رهيس.

پڇيائين، 'مون تي اعتبار اٿني نہ؟'

چيم، 'تنهنجي هٿان مرڻ مهٺو نہ ٿو ڀانيان.'

مُرڪ منهن تي تري آيس. چيائين، 'نہ شاعري، ۽ نہ رومانس. زهر کي زهر سمجهي پيئڻ ۾ پنهنجو مزو آهي.'

مان خاموش رهيس.

شاليءَ چيو، 'سڀاڻي رات جو ٻئي وڪيل تو سان ملڻ ايندا.' ○

# 51

وڪيلن سان ملڻ ۾ ڳالهائڻ ۾ مون کي بظاهر ڪو بہ عار نہ هو. عدالتن ۾ مقدمو وڙهڻ لاءِ وڪيلن سان ملڻ لازمي هو. پر، مون کي انهن ٻن وڪيلن سان ملڻ واري ڳالهہ پسند نہ آئي، جن اڌ ٺهيل عمارت ۾ منهنجي تلاش دوران شاليءَ جي باري ۾ گندا لفظ ڳالهايا هئا. مان منجهي پيس. شاليءَ کي سڌو سنئون انڪار ڪري نہ سگهيس. هن منهنجي لاءِ ايترو ڪجهہ ڪيو هو، جو سندس ڪنهن تجويز کي رد ڪري ڇڏڻ ڏکيو محسوس پئي ٿيو. مٿس ايندڙ آفتن جو پوريءَ ريت تہ مون کي اندازو نہ هو، پر پوليس جو اچڻ ۽ جنت ڪان آڏي پڇا ڪرڻ ايندڙ مصيبتن جو مهاڳ محسوس ٿيو هو.

"ڇا پيو سوچين؟" شاليءَ پڇيو، "وڪيلن واري ڳالهہ ٻڌي تون خاموش ڇو ٿي ويو آهين؟"

پڇيم، "وڪيلن سان ملڻ ضروري آهي ڇا؟"

هڪدم چيائين، "ڪمال آهي! اسين ڪيبينٽ جي فيصلي کي اعليٰ عدالتن ۾ چئلينج ڪري رهيا آهيون، ۽ تون پڇين ٿو تہ وڪيلن سان ملڻ ضروري آهي!"

چيم، "منهنجي چوڻ جو مطلب هو، تہ وڪيلن کي جيڪڏهن تحريري بيان يا سموري معلومات ڏيڻي ڇڏجي تہ بهتر نہ آهي؟"

"ان جي باوجود، مان سمجهان ٿي هو تو کان وڌيڪ ڪجهہ پڇڻ چاهيندا."

شاليءَ چيو، "عام رواجي الزام هجي ها تہ تحريري بيان سان ڪم ڪڍي وٺجي ها، دهشت گرديءَ ۽ تخريبڪاريءَ جهڙن الزامن جو جواب اڃاتري نموني ٿاهي نہ ٿو سگهجي."

مان وري بہ دل جي ڳالهہ زبان تائين آڻي نہ سگهيس. ڪيس ڪيئن ٻڌايان ها تہ سندس سموري ڳالهہ منهنجي سمجهہ ۾ اچي پئي، پر مان بيهودن وڪيلن سان ملڻ لاءِ ذهني طرح تيار نہ هوس، جن سندس باري ۾ بدشد ڳالهايو هو. مون کي پنهنجي سوچ تي تعجب ٿيو. حالتن جي بيرحميءَ جي باوجود شالي منهنجي زندگيءَ ۾ محور وانگر موجود هئي.

"ڏس نہ جوڳي!" شاليءَ چيو، "معاملو، ۽ ڪيس، بلڪ الزام جي نوعيت سنگين آهي. توتي تخريبڪاريءَ جو الزام آهي. ۽ اتفاق سان سنڌ ۾ تخريبڪاري ۽ دهشت گردي اوج تي آهي."

"پر، ان سان منهنجو ڪهڙو تعلق آهي!" مون احتجاج ڪندي چيو، "نہ مان

دهشت گرد آهيان، ۽ نه ني سنڌ ۾ ٿيندڙ حادثن ۽ معاملن سان منهنجو ڪو تعلق آهي."

"اهوني ته اسان ڪي ثابت ڪرڻو آهي." شاليءَ چيو، "خبر اٿئي ته واقعاتي ثبوت ڪهڙي نموني تنهنجي خلاف هليا ويا آهن."

مون غور سان ڏانهنس ڏٺو.

چيائين، "گذريل مهيني تون هڪ هفتي جي موڪل تي ويو هئين نه!"

چيم، "ها، منهنجي ماروٽ ڪريم بخش ڪنگلي جي شادي هئي."

چيائين، " ۽ انهن ني ڏينهن ۾ حيدرآباد ۾ موٽرن مان ماڻهن تي گوليون هلايون ويون هيون، ۽ سکر جي اينر پورٽ وٽ بم جو وڏو ڌماڪو ٿيو هو."

هڪدم چيم، "اهو محض اتفاق آهي."

چيائين، "اسان ڪي اهوني ثابت ڪرڻو آهي ته اهو سڀ ڪجهه محض اتفاق آهي."

مون ڪي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته ڪيس ڪينن دل جي ڳالهه ٻڌايان، مون کي احساس هو ته سندس آپريشن کي مشڪل سان اٺ نوَ ڪلاڪ گذريا هئا. هوءَ ڪمزور هئي، نبل ۽ نستي هئي. ڪيس آرام جي سخت ضرورت هئي.

ڪيس ٽارڻ ۽ سندس ڌيان مٽائڻ خاطر چيم، "شالي، وڪيلن سان ملاقات هڪ ٻن ڏينهن لاءِ ملتوي ٻه ته ڪري سگهجي ٿي! هن وقت توکي آرام جي سخت ضرورت آهي."

"نه جوڳي، نه." شاليءَ چيو، "وقت هٿن مان نڪرندو پيو وڃي. هن وقت اسان وٽ پختو ثبوت آهي ته تنهنجو سنڌ ۾ ٿيندڙ تخريبڪارين سان ڪو به واسطو ڪونهي."

"ثبوت!" تعجب وچان پڇيم، "ڪهڙو ثبوت؟"

چيائين، "تو ٻه چار ڏينهن دلبر خان ۽ ڪشمير خان جي حجري ۾ گذاريا هئا نه؟"

وراڻيم، "ها، گذاريا هيم."

چيائين، "۽ تو پنهنجين اکين سان ڀاجين جي ڍڪ هيٺان هٿيار سنڌ ڏانهن سمگل ٿيندي ڏٺا هئا."

تعجب وچان چيم، "ها، ڏٺا هيم."

چيائين، "۽ ڊاڪٽر دراني‌ءَ جي اسپتال ۾ ٻه توکي اهڙا ثبوت مليا هوندا ته افغان جنگ لاءِ آمريڪا ۽ يورپ مان آيل هٿيارن جي ڪيپ مان هڪ وڏو تعداد هٿيارن جو ملڪ جي مختلف حصن، خاص ڪري سنڌ ڏانهن سمگل ٿي رهيو آهي؟"

هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيم.

چيائين، "اسان کي اهو ثابت ڪرڻو آهي ته جنرل ضياءَ جي مارشل لا دوران افغان جنگ لاءِ آيل هٿيارن جي امداد مان وڏي تعداد ۾ هٿيار ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ وراهيا ويا هئا، ۽ سنڌ ۾ عدم استحڪام پيدا ڪرڻ جي ڪوشش

ڪني ويني هني، جنهن جا نتيجا هينئر واضح نمونې سامهون اچي رهيا آهن."

"ڏس شالي، ۽ منهنجي ڳالهه غور سان ٻڌ." چيم، "مون کي تنهنجي زندگي عزيز آهي. سنڌ ۾ هٿيار ضياءَ وراهيا هئا، يا ايوب خان، ان سان مون کي ترڙ جيتري به دلچسپي نه آهي. تون آرام ڪر. مان وڃان ٿو."

مان اٿي بيٺس. "ترس جوڳي، ائين نه وڃ." شاليءَ مون کي روڪيو.

مان ويهي رهيس. مون کي پاڻ ڏانهن سڌ ڪيائين. چهري تي عجيب قسم جي گنڀيرتا هئس. مون کي ويهڻ لاءِ چيائين. مان سندس پرسان ويهي رهيس. منهنجو هٿ پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ جهليندي چيائين، "جوڳي، مون کي ڪا خبر ڪانهي ته ڇا ٿي رهيو آهي، ۽ ڇا ٿيڻ وارو آهي. مان توکي سياست جي قربانگاه ۾ ٻليدان ٿيڻ نه ڏينديس."

چيم، "ڪجهه به ته نه ٿي رهيو آهي، شالي! تون اجايو پريشان ٿي رهي آهين. تون آرام ڪر. پاڻ صبح جو ڳالهائينداسين."

"نه جوڳي، نه" هڪدم چيائين، "صبح ۽ سياڻي جون ڳالهيون نه ڪر. ضد نه ڪر."

دل کي جهوٻو آيو. شاليءَ جي تشويش مان اندازو لڳايم ته جيڪي ڪجهه ٿي رهيو هو، يا جيڪي ڪجهه ٿيڻ جو انديشو شاليءَ کي محسوس ٿي رهيو هو، سو سندس وس کان ٻاهر هو. الائي ڇو محسوس ڪيم ته اسان ٻنهي لاءِ هڪٻئي کان هميشه لاءِ جدا ٿي وڃڻ جو وقت ڀڻ ويجهو اچي رهيو هو.

"شالي!" مان ڦٽڪي پيس. چيم، "مون کان جدا نه ٿجانءِ شالي. مان سمجهان ٿو، مان سمجهي سگهان ٿو، اسان لاءِ آزمائش جو وقت ويجهو اچي پهتو آهي. مان سوريءَ تي ساهه ڏيئي ڇڏيندس، پر جيئري توکان جدا ٿي نه سگهندس. مان توکان جدا ٿي نه سگهندس."

"سڀ ڪجهه ڄاڻيندي به؟"

"ها، سڀ ڪجهه ڄاڻيندي به."

"اهو ڄاڻيندي به ته مان به دفعا شادي ڪيل آهيان؟"

"ها، اهي ڳالهيون منهنجي لاءِ بي معنيٰ آهن."

"اهي ڳالهيون بي معنيٰ ناهن، جوڳي، بي معني ناهن."

"تون منهنجي لاءِ اهم آهين. ان هڪ حقيقت کان اڳتي سموريون حقيقتون بي معني آهن. بي مطلب آهن."

چپن تي مُرڪ تري آيس. ٻنهي ٻانهون مٿي ڪري مون کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتائين. نرڙ تان وار پري ڪري ڇڏيائين. مون کي ٻنهي اکين تي پيار ڪيائين. سندس اهو انداز مون کي ڏاڍو عجيب لڳو. عورت بنيادي طرح ماءُ آهي. هوءَ هر مرد ۾ هڪ ٻار کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪندي آهي.

چيم، ”هاڻي اهو نہ چنجانءِ تہ ڪتابن جو ٿيلهو ڪٺي اسڪول هليو وڃان.“

ڪيس ڪل نہ آئي، چيائين، ”ءِ اها بہ خبر اٿني تہ مان خفيہ ايجنسين لاءِ ڪم ڪندي آهيان؟“

چيم، ”ها، مون کي خبر آهي.“

ٿڌو ساهہ کنيائين. ڪافي دير تائين ڪجهہ نہ چيائين. اک چنيڻ بنا مون ڏانهن ڏسندي رهي.

پڇيم، ”ڇا پئي ڏسين؟“

بظاهر جواب مون کي ڏنائين، پر ڄڻ پنهنجي پاڻ سان ڳالهايائين. چيائين، ”اڳ ڇو نہ مليا هناسين. اڳ ڇو نہ مليا هناسين. ڪيڏي نہ دير سان مليا آهيون!“

چيم، ”ڇا اهو ڪافي ناهي تہ پاڻ مليا آهيون؟“

چيائين، ”ڏک ۽ ڏکا زندگيءَ کان سونهن کسي وٺندا آهن. توکي ڏيڻ لاءِ مون وٽ ڪجهہ بہ ڪونهي.“ اکيون آليون ٿي پيس.

”اڙي! چري!“ چيم، ”بي خبريءَ ۾ مون کي ايترو ڪجهہ ڏيئي ڇڏيو اٿئي جو مون ڪنگال جي جهوليءَ ۾ جاءِ نہ بچي آهي. سڀ ڪجهہ تہ مون کي ڏيئي، ڇڏيو اٿئي!“

شال جي پلوَ سان اکيون اگهي ڇڏيائين. چيائين، ”مون کي پاڻي ڏي.“

سائيڊ بورڊ تي رکيل ٿرماس مان پاڻيءَ جو گلاس ڀري ڪيس ڏنم. اڌ گلاس سپُ سپُ ڪري پي ويئي. سوچيندي رهي. وري ساڳئي موضوع تي موٽي آئي. چيائين، ”تنهنجو وڪيلن سان ملڻ تمام ضروري آهي.“

دل پڪي ڪندي چيم، ”جيڪڏهن ساڳيا آهن، جيڪي اڌ ٿهيل عمارت ۾ تو سان گڏجي آيا هنا، تہ پوءِ مان هنن سان نہ ملندس.“

پڇيائين، ”ڇو؟“

چيم، ”تنهنجي باري ۾ گٿا لفظ ڳالهايا هنانون.“

”مون کي خبر آهي. في ڪان وڏيڪ هنن مون ۾ دلچسپي ڏيکاري هني.“ شاليءَ چيو، ”پر هي ٻئي ڀيا وڪيل آهن. تمام ذهين آهن، ۽ انساني حقن واري تنظيم لاءِ پاڪستان ۾ ڪم ڪندا آهن.“

مان ڏانهنس ڏسندو رهيس، ۽ سندس ڳالهہ ٻڌندو رهيس.

شاليءَ چيو، ”تنهنجي سنڌ صوبي جي بدامنيءَ، بينظير جي حڪومت کي لوڏي ڇڏيو آهي. جنرل اسلم بيگ طرفان مارشل لا جي امڪان کي رد ڪري نہ ٿو سگهجي.“

هن جو اهڙيءَ طرح سياست تي ڳالهائڻ مون کي ڏاڍو عجيب پئي لڳو.

چيائين، ”مارشل لا جي ناليِ ۾ هن ملڪ ۾ وڏا ڪيس ٿيٺا آهن. جن تي بہ دهشت گرديءَ ۽ تخريبڪاريءَ جي مهر لڳل هوندي، تن کي گولين سان اڏائڻ

۾ هڪ منٽ جي دير نہ ڪندا. ماڻهن جي دلين ۾ دهشت ويهارڻ لاءِ ڪين ان کان بهتر موقعو ڪڏهن بہ نہ ملندو."

پڇيم، "تون ڇا ٿي چاهين؟"

چيائين، "ان کان اڳ جو بينظير جي حڪومت جو تختو اونڌو ٿئي، ۽ مارشل لا لڳي، تنهنجو مقدمو اعليٰ عدالت ۾ داخل ٿيڻ گهرجي."

چيم، "پر، ڪيبينٽ دهشت گردن ۽ تخريبڪارن کي ضمانت نہ ڏيڻ جو قانون پاس ڪري ڇڏيو آهي."

"تون دهشت گرد نہ آهين." شاليءَ چيو، "وڪيل توکي گرفتاريءَ لاءِ عدالت آڏو پيش ڪندا."

مون کان ڇرڪ نڪري ويو.

چيائين، "ان کان سواءِ ٻي ڪا واٽ ڪونهي. ملڪ جي سرحدن تائين فرار لاءِ پهچي نہ سگهندين. ملڪ ۾ هوندين تہ افغان گوريلا توکي ماريندي ويرم نہ ڪندا. ٻئي طرف پوليس ۽ قانون نافذ ڪرڻ وارا ادارا تنهنجي رت جا پياسا آهن. بهتر واٽ اهائي نظر اچي آهي تہ توکي گرفتاريءَ لاءِ عدالت آڏو پيش ڪجي."

گرفتاريءَ جو لفظ ٻڌي، منهنجي لوڻ لوڻ ڪانڊارجي ويئي. دل ٿڙڪڻ لڳي.

شاليءَ چيو، "وڪيلن کي توکي بيگناهہ ثابت ڪرڻ ۾ دير نہ لڳندي. اسين روهڙيءَ مان شاهد گهرائينداسين تہ تون تاراچند نہ آهين، ۽ گلاب، گلاب چند نہ آهي. ڪجهہ وقت ضرور لڳندو، پر تون افغان گوريلن ۽ قانون نافذ ڪرڻ وارن ادارن جي ڪمانڊرن جي گولين جو ٻڪ ٿيڻ کان بچي ويندين."

مون کي شاليءَ عجيب مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو. مون گرفتاريءَ لاءِ هڪ منٽ لاءِ بہ نہ سوچيو هو.

شاليءَ چيو، "اسين عدالت کان تنهنجي حفاظت جي خاطري ۽ ضمانت وٺنداسين."

ان وقت هڪ ٻن وڏين گاڏين جي اچڻ ۽ بيهڻ جو اسان آواز ٻڌو. گيسٽ روم جي هڪ دري پورچ ڏانهن هئي. پورچ جا آواز واضح نموني گيسٽ روم ۾ ٻڌڻ ۾ پئي آيا.

شاليءَ چيو، "پڙدو نہ هٽائجانءِ. احتياط سان وٽي ڪري ڏس تہ ڪير آيو آهي."

مون پڙدي کي وٽي ڪري ٻاهر ڏٺو. خاڪي وردين ۾ ملبوس ڪجهہ فوجي جوان ٻن جيپن مان لهي رهيا هئا. دريءَ وٽان هٽندي چيم، "فوجي آهن."

شالي گنڀير ٿي ويئي. جنت در کڙڪائي ڪمري ۾ هلي آئي. شاليءَ سان مخاطب ٿيندي چيائين، "ميڊم، ميجر پرويز سليم آيو آهي."

شاليءَ اطمينان سان چيو، "کيس ٿوريءَ دير لاءِ ڊرائينگ روم ۾ ويهار."

جنت هڪدم هلي ويئي.

شاليءَ چيو، ”تون ڪو فڪر نہ ڪر. منهنجي خيريت پڇڻ آيو هوندو. تون منهنجي بيڊروم ۾ هليو وڃ.“

مان در ڏانهن وڌي ويس. شاليءَ مون کي آهستي سڏ ڪيو. مان بيهي رهيس. منهن وراڻي ڏانهس ڏٺم. وڪ ڪٺي سندس پرسان وڃي بيٺس.

شاليءَ چيو، ”اهو درست آهي تہ مان خفيہ ايجنسين لاءِ ڪم ڪندي آهيان. پر، اهو امڪان ڪان ٻاهر آهي جو ڪڏهن توکي دوکو ڏيان.“

مون ڪجھ نہ چيو.

هن پنهنجو هٿ اڳتي ڪيو. مون ڪيس پنهنجو هٿ هٿ ۾ ڏيني ڇڏيو. چيائين، ”مون ڪان ڪڏهن بہ بدگمان نہ ٿيجانءِ ، جوڳي.“

سندس هٿ تي پيار ڪيم، ۽ چيم، ”چاهتن جي راهہ ۾ يقين لاءِ تصديق جي ضرورت محسوس نہ ٿيندي آهي.“

مان گيسٽ روم مان نڪري شاليءَ جي بيڊروم ڏانهن هليو ويس. ●

# 52

مان شاليءَ جي بيڊ روم ۾ موٽي آيس. پاڻ سان بيچين ڪندڙ ان تڻ ڪٺي آيس. سڄي عمر مون ڪَنَ ڏيڻ ۽ جهاتيون پائڻ ۽ تاڙ رکڻ کان نفرت ڪئي آهي. پر، شاليءَ جي ڪمري ۾ هڪ پٽ کان ٻيءَ پٽ تائين چڪر ڪاٽيندي مون پاڻ کي مجبور ۽ لاچار محسوس ڪيو. مان پاڻ کي ڪَنُ ڏيڻ ميجر پرويز سليم ۽ شاليءَ جي گفتگو ٻڌڻ کان روڪي نہ سگهيس. پاڻ تي ڪاوڙ بہ آيم. پاڻ کي گهٽ وڌ بہ ڳالهايم. دل ۾ پاڻ کي گاريون بہ ڏنم، پر پاڻ کي ميجر پرويز سليم ۽ شاليءَ جي گفتگو نہ ٻڌڻ تي آماده ڪري نہ سگهيس. هڪ بيهودو جواز، سبب، ڳڻ ٿي پيو، ۽ هر اوَ ڳڻ تي حاوي ٿي پيو. وجود جي ڇڪتاڻ ۾ هڪ ڏر ٻيءَ ڏر کي قائل ڪرڻ لاءِ بحث ڪندي رهي. هڪ عذر تي بحث بند ٿي ويو . مان هن وقت بدترين حالتن جو شڪار آهيان، اهڙيءَ صورت حال ۾ شاليءَ ۽ ميجر پرويز سليم جي گفتگو ٻڌڻ ۾ ڪو عيب، ڪا خرابي نہ آهي! اهو ضروري آهي.

مون کي پڪ هئي تہ ميجر ملڻ لاءِ گيسٽ روم ۾ ايندو ۽ شاليءَ سان ڳالهائيندو. شاليءَ جو ڊرائينگ روم تائين وڃڻ امڪان کان ٻاهر هو. مان خبرداريءَ سان شاليءَ جي بيڊروم مان نڪري، ڪاريڊار لنگهي پوئين پاسي واري ٽيرس تي پهتس. ٽيرس جي پرئينءَ ڪنڊ وٽان هڪ لوهي گول ڏاڪڻ سڌو گيسٽ روم جي پويان وڃي لاهيندي هئي. مان گول ڏاڪڻ لهي ويس. گيسٽ روم کي پوئين پاسي دري هئي. دريءَ جي پرسان باٿ روم جو روشندان هو. روشندان کليل هو. سيءَ جي باوجود گيسٽ روم جي هيٽر سبب شاليءَ کي هڪدم مٿي ۾ سور ٿي پوندو هو. تنهنڪري هوءَ اڪثر بيڊروم جي، يا جتي ويهندي هئي، تنهن ڪمري جي دريءَ جو هڪ طاق کولائي ڇڏيندي هئي.

مان ڪرونڊڙو ٿي دريءَ وٽ ويهي رهيس.

مون ميجر جو آواز ٻڌو. هن چيو، "ڪجهہ ڳالهيون هڪبئي جي ڪڍ، ۽ لاڳيتو ٿيون آهن، تنهنڪري سموريون ايجنسيون هڪدم چوڪس ٿي پيون آهن."

شاليءَ ڪيس ڪو جواب نہ ڏنو.

ميجر چيو، "تارا چند عرف جوڳي، يا جوڳي عرف تاراچند جو افغان مجاهدين جي اسپتال مان فرار ٿيڻ، ۽ ساڳيءَ رات تنهنجي ڪار تي خوني حملو محض اتفاق نہ آهن."

مون شاليءَ جو آواز ٻڌو. هن سخت لهجي ۾ چيو، "تنهنجو خيال آهي تہ

افغان مجاهدين جي اسپتال مان جوڳيءَ جي فرار ۾ منهنجو هٿ آهي؟"
"معاف ڪجان شڪيلہ. "ميجر بہ ساڳئي نوع ۾ ڳالهايو. چيائين, "افغان مجاهدين غداريءَ جي الزام ۾ پنهنجي سينيئر نرس کي مٽي ۾ گوليون هٽي ماري وڌو آهي. اسان جي ايجنسيءَ جو خيال آهي, بلڪ يقين آهي تہ تارا چند جي فرار ۾ سينيئر نرس جو سڌو سنئون هٿ هو, تنهنڪري افغان مجاهدين کيس ماري وڌو."
مون کي ائين لڳو, ڄڻ خوفناڪ زلزلو آيو, سڀ ڪجهہ ڊهي پٽ ٿي ويو. ڪجهہ باقي نہ بچيو. ڌرتيءَ جو سينو مسلسل ڪنبندو رهيو. ڊهي ويل شهر مان دز ۽ مٽي اڏامندي رهي, هڪ گمنام رشتي جي حوالي سان مٽي مون کي زيتون جي ياد ڏياريندي رهي. سسٽر زيتون جي مرڻ جو مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو. مان سمجهان ٿو, سسٽر زيتون کي پڪ هئي تہ منهنجي فرار کان پوءِ افغان مجاهدين کيس جيئرو نہ ڇڏيندا. سسٽر زيتون جو آخري جملو بي معنيٰ نہ هو. سسٽر زيتون جو آخري جملو ذهن جي غفائن ۾ پڙاڏا ڪندو رهيو: مون کي خبر آهي, اسين ڪڏهن ساڻ نہ ملي سگهنداسين, ۽ نہ ئي هڪٻئي کي ڏسي سگهنداسين.
مون منهن مونن ۾ وجهي ڇڏيو, سسٽر زيتون جي آخري جملي جو پڙلاءُ ايندو رهيو, منهنجي وجود کي ڏونڌاڙيندو رهيو ۰ مون کي خبر آهي, اسين ڪڏهن هڪٻئي ساڻ نہ ملي سگهنداسين, ۽ نہ ئي هڪٻئي کي ڏسي سگهنداسين.
ميجر جو آواز ڄڻ آوازن تي حاوي ٿي ويو. هن چيو, "جيڪڏهن سينيئر نرس کي غداريءَ جي الزام ۾ مجاهد نہ مارين ها, تہ گهٽ ۾ گهٽ منهنجو شڪ تو ۾ پختو ٿي وڃي ها."
شاليءَ چيو, "تون چرچا پيو ڪرين, يا سنجيده آهين."
"مان سنجيده آهيان." ميجر چيو.
"جيڪڏهن تون سنجيده آهين تہ پوءِ ان موضوع تي وڌيڪ مان توسان ڪجهہ نہ ڳالهائينديس." شاليءَ چيو, "تون پنهنجو ۽ منهنجو وقت وڃائي رهيو آهين. هونءَ بہ ڊاڪٽر مون کي مڪمل آرام لاءِ هدايت ڪئي آهي."
ميجر ڪجهہ دير جي خاموشيءَ کان پوءِ چيو, "ٻن ٽن سالن کان اسين غور سان تنهنجي دلچسپي تارا چند ۾ ڏسي رهيا هئاسين. پر تڏهن اسان تارا چند کي فقط جوڳي سمجهيو هو, بيڪار, اڻ گهڙيل, هڪ غير سنجيده شخص."
شاليءَ کيس ڪو جواب نہ ڏنو.
ميجر پڇيو, "ڇا توکي سچ پچ خبر نہ هئي تہ جوڳي دشمن جو ايجنٽ تارا چند آهي!"
"جيستائين مون کي خبر آهي, جوڳي دشمن جو ايجنٽ نہ آهي." شاليءَ سخت لهجي ۾ ذري گهٽ رڙ ڪندي چيو, "۽ مون کي پڪ آهي تہ هن جو نالو جوڳي

آهي. هن جو نالو تارا چند نہ آهي."

دل چاهيو، دريءَ جي طاق وچان رڙ ڪري شاليءَ کي چوان، پاڻ کي مصيبتن جي منهن ۾ نہ وجهہ شالي- مقتل ڏانهن ويندڙ منهنجي راهہ کي روشن نہ ڪر- چنہ تہ مان تارا چند آهيان، دشمن جو ايجنٽ آهيان- را جو تربيت يافتہ آهيان!

"عجيب اتفاق آهي تہ ڪالهہ رات تارا چند افغان مجاهدين جي اسپتال مان فرار ٿيو هو، ۽ ساڳيءَ رات تنهنجيءَ ڪار تي خوني حملو ٿيو هو." ميجر ٺٺوليءَ واري لهجي ۾ چيو، "ڪينئن! آهي نہ حيران ڪندڙ اتفاق جي ڳالهہ!"

شاليءَ ڪاوڙ واري لهجي ۾ چيو، "ميجر پرويز سليم، تون منهنجي طبيعت بابت پڇا ڪرڻ آيو آهين، يا آڏي پڇا ڪرڻ آيو آهين!"

مون کي ميجر پرويز سليم تي ڪاوڙ آئي. دل چاهيو تہ ڪمري ۾ ڪاهي پوان- ڪيس جيئرو نہ ڇڏيان. سندس مٿو پيتين سان هٽي پاش پاش ڪري ڇڏيان. سندس عضوو عضوو چٽي ڇڏيان! ڏنائين پني تہ شالي هيٺي هني، ڪمزور هني، ڳالهائيندي ڳالهائيندي ساڻي ٿي پي پني، تنهن هوندي بہ هو ڪنهن بيهودي، اٽڙهيل ۽ ظالم تفتيشي پوليس آفيسر وانگر ڪيس آڏي پڇا جي جار ۾ ڦاسائيندو پني ويو.

ميجر تمام بي رحم انداز اختيار ڪندي چيو، "هيڏانهن اچڻ کان اڳ مان ماڊرن موٽرز جي ورڪشاپ ويو هوس."

خاموشيءَ جو لمحو آيو. بنهي مان ڪنهن نہ ڳالهايو. گيراج ۾ موٽر بيهارڻ کان پوءِ مون کي رڪي رڪي خيال آيو هو تہ مان پاڻ پائيپ ڪٽي موٽر اندران ٻاهران ڌوني، رت جي داغن کان صاف ڪري ڇڏيان. پر، جنت مون کي روڪي ڇڏيو هو. ميجر جو جملو ٻڌڻ کان پوءِ مون پاڻ کي ملامت ڪني، ۽ دل ئي دل ۾ جنت کي گهٽ وڌ ڳالهايو.

مون ميجر جو آواز ٻڌو. ميجر چيو، "سُڪي وڃڻ کان پوءِ رت جو داغ مشڪل سان صاف ٿيندو آهي. منهنجي پهچڻ کان اڳ مسترين گاڏيءَ جو پوش لاهي، سيٽون ڪڍي ڇڏيون هيون. اسان ورڪشاپ جي فورمين اصغر کي گرفتار ڪيو آهي."

"توهان اصغر کي گرفتار ڪيو آهي!" شاليءَ رڙ ڪندي چيو، "تنهنجو دماغ تہ خراب ناهي! ڇا جي ڪري هن ويچاري کي گرفتار ڪيو اٿوَ؟ ڪهڙي ڏوهہ ۾ ڪيس پڪڙيو اٿوَ؟"

"هن سيٽن تان پوش ۽ سيٽن جي مٿان ريگزين لاهي ساڙي ڇڏيا هنا." ميجر برف جهڙي سرد لهجي ۾ جواب ڏنو.

"ريگزين ۽ پوش ساڙي ڇڏڻ ڏوهہ آهي؟" شاليءَ سخت لهجي ۾ پڇيو.

"ها، ڏوهہ آهي. موجوده صورتحال ۾ ڏوهہ آهي." ميجر چيو، "توتي خوني حملو

ٿيو هو. اصولي طرح ثابتيءَ ۽ شاهديءَ لاءِ ڪار جيئن جو تيئن موجود هئڻ گهرجي ها."

"مون ڪي نہ تہ حملي لاءِ ڪا رپورٽ داخل ڪرائي آهي، ۽ نہ ئي مون کي ڪنهن تي شڪ آهي." شاليءَ چيو، "مان اخبارن کان پري رهڻ پسند ڪندي آهيان."

"بظاهر تنهنجي ڳالهہ درست آهي." ميجر چيو." پر، ڇا ڪجي جو واقعا هڪٻئي جي ڪڍ رونما ٿيا آهن. تارا چند جو افغان اسپتال مان فرار، سينيئر نرس جو موت، ۽ تنهنجي گاڏيءَ تي حملو."

مان سمجهان ٿو، شالي منجهي پيني هئي. ميجر کي هڪدم جواب ڏيني نہ سگهي هئي.

ميجر چيو، "شڪيلہ، يقين ڪر، عام حالتن ۾ تنهنجي گاڏيءَ تي حملو ٿئي ها، تہ اسين، گهٽ ۾ گهٽ مان، سرڪاري سطح تي تفتيش ۾ دلچسپي نہ وٺان ها، پر شخصي طرح کوج لڳائي مان حملي آورن کي پنهنجي ساءِ نڪائي لڳائي ڇڏيان ها."

ميجر پرويز سليم جي بدليل لهجي مون کي اچرج ۾ وجهي ڇڏيو. مون محسوس ڪيو تہ اسلام آباد ۾ شاليءَ جي بيشمار چاهڻ وارن مان ميجر هڪ هو. ڪوشش جي باوجود هو، لڳم پئي، سخت گير تفتيشي آفيسر واري ڪردار مان ٻاهر نڪري آيو هو.

"تون ڇا ٿي سمجهين، شڪيلہ! مان توکي هن معاملي ۾ ملوث ٿيڻ ڏيندس! نہ، نہ. هرگز نہ." ميجر چيو، "تاراچند ملڪ جو دشمن آهي. مان هن کي ڳولي لهندس، پر توکي سموري معاملي کان پري رکندس."

بيچين ڪندڙ خاموشي ڇانئجي ويئي.

"يقين ڪر ميجر، جوڳي دشمن جو ايجنٽ ناهي" شاليءَ چيو، "۽ نہ ئي هن جو نالو تاراچند آهي."

"ايجنسيءَ لاءِ مخبري ڪرڻ، يا ايجنٽ ٿي ڪم ڪرڻ ۾ ۽ باقاعدي ڀرتي ٿي ڪم ڪرڻ ۾ فرق آهي." ميجر چيو، "مان تربيت ورتل آهيان. مان يقين سان چئي سگهان ٿو تہ تاراچند پاڻ کي جوڳيءَ جي روپ ۾ ظاهر ڪيو آهي. هو دهشت گرد آهي، دشمن جو ايجنٽ آهي."

خاموشيءَ جي ڏکي لمحي ۾ مان سيءَ وچان ڪنبندو رهيس.

"۽ مان اهو بہ ڄاڻان ٿو تہ هن تنهنجيءَ دل ۾ پنهنجي لاءِ جاءِ پيدا ڪري ورتي آهي." ميجر هڪ عام رواجي رقيب واري سطح تي لهي آيو. چيائين، "پر، يقين ڪر شڪيلہ، هو دشمن جو ايجنٽ آهي. پوليس کي تفتيش دوران واضح ثبوت هٿ آيا آهن. مان تنهنجي ڪيفيت سمجهي سگهان ٿو، محسوس ڪري سگهان ٿو، پر، شڪيلہ ملڪ کان مٿي هڪ شخص تہ ٿي نہ ٿو سگهي! ۽ سو بہ دشمن جو

ايجنٽ، تخريبڪار، ۽ دهشت گرد!"

شاليءَ پڇيو، "پوليس وٽ ڪهڙو ثبوت آهي، تہ جوڳي دشمن جو ايجنٽ ۽ دهشت گرد آهي؟"

ڪجھ گهڙين خاموش رهڻ کان پوءِ ميجر ڳالهايو. چيائين، "تاراچند عرف جوڳيءَ خلاف سڀ کان وڏي گواهي ۽ ثابتي گلاب جو تحريري، ۽...."

ميجر پنهنجو جملو اڌ ۾ ڇڏي ڏنو.

شاليءَ پڇيو، "۽ ڇا؟"

ميجر چيو، "پوليس ڪجھ معتبر شاهدن جي موجودگيءَ ۾ گلاب چند عرف گلاب احمد جو بيان ٽيپ تي رڪارڊ ڪيو آهي."

"بڪواس! سراسر بڪواس." شاليءَ ڪاوڙ وچان چيو، "گلاب پيدائشي گونگو آهي."

"پوليس جو بہ اهوئي خيال هو." ميجر چيو، "ڏاڍو سخت جان ۽ تربيت يافتہ نڪتو. وڏيءَ جاڪوڙ ۽ حيلن کان پوءِ ڳالهايائين- نيٺ ڳالهايائين."

"ناممڪن آهي، اهو ناممڪن آهي ميجر پرويز." شالي ٻاهر ٿي ويني. سندس لهجي ۽ آواز مان اندازو لڳايم تہ هوءَ ذري گهٽ وڙهڻ لاءِ تيار ٿي ويني هئي. چيائين، "جينئن سج اولھ کان نہ ايرندو آهي، تينئن گلاب گونگي جو ڳالهائڻ امڪان کان ٻاهر آهي. پوليس ۽ تون، ميجر ڇا ٿا ثابت ڪرڻ چاهيو؟ مان عدالت ۾ گلاب جي ڳالهائڻ کي چئلينج ڪنديس. جيستائين گلاب عدالت ۾، ججن آڏو نہ ڳالهائيندو، تيستائين پوليس طرفان تيار ڪيل ڪيسٽ کي قانوني حيثيت ملي نہ سگھندي."

ميجر ٺڏي ۽ بي رحم لهجي ۾ چيو، "تربيت ورتل دشمن جا ايجنٽ فقط هڪ دفعو ڳالهائيندا آهن. گلاب چند هڪ دفعو ڳالهايو، هينئر هو ڳالهائي نہ سگھندو."

شاليءَ رڙ ڪندي پڇيو، "ڇو نہ ڳالهائي سگھندو؟ گلاب جيڪڏهن تفتيش دوران پوليس آڏو ڳالهايو آهي، ۽ سندس بيان رڪارڊ ڪيو ويو آهي، تہ پوءِ ڪيس عدالت ۾ ججن آڏو ڳالهائڻو پوندو. گلاب کي ڳالهائڻو پوندو."

ميجر چيو، "يقين ڪر شڪيلہ، منهنجيءَ ڳالھ تي يقين ڪر. گلاب چند عدالت ۾ نہ ڳالهائيندو. عدالت ۾ فقط رڪارڊ ڪيل ڪيسٽ پيش ڪئي ويندي، بس، ڪيسٽ."

"فقط ڪيسٽ ڇو؟" شاليءَ چيو، "گلاب جيڪڏهن سچ پچ ڳالهايو آهي، تہ پوءِ ڪيس عدالت ۾ بہ، وڪيل ۽ ججن آڏو ڳالهائڻو پوندو."

ميجر چيو، "گلاب نہ ڳالهائيندو."

شاليءَ پڇيو، "آخر ڇو نہ ڳالهائيندو؟ ۽ جيڪڏهن هو عدالت ۾ ججن آڏو نہ ڳالهائيندو، تہ پوءِ سندس ڪيسٽ تي ڪير يقين ڪندو!"

"شڪيلہ." ميجر چيو، "بيان رڪارڊ ڪرائڻ کان پوءِ گلاب خودڪشي

ڪري ڇڏي.'

جواب ۾ شاليءَ الائي ڇا چيو، مون کي ٻڌڻ ۾ نه آيو. پر مون ڪائنات ۾ فنا جي صور گونجندي ٻڌي، وڻ پاڙون پٽجي ويا، درياه اٿلي پيا، جبل ڪپهه جي گولن وانگر طوفان ۾ اڏامڻ لڳا، سج سوا نيزي تي لهي آيو، سمورا سمنڊ ٽهڪڻ لڳا.

قيامت ايندي، الائي ڪڏهن ايندي، پر منهنجي لاءِ قيامت آئي، ۽ محشر جي مهل ڪي منهنجي لاءِ مسلسل عذاب وانگر ڇڏي هلي ويني. منهنجو وجود ڪروڌ ۾ بدلجي ويو. ٻرندڙ جبلن مان ڦاٽ ڪاني نڪرڻ واري لاوي جو هيو نالو جيڪڏهن نفرت ۽ انتقام آهي، ته پوءِ، گلاب جي دردناڪ موت جي خبر ٻڌي منهنجي وجود مان، وجود جي هڪ هڪ پور مان نفرت ۽ انتقام جو لاوو ڦاٽ ڪاني نڪري آيو. سوچ ۽ سمجهه جو هڪ هڪ عنصر سڙي ڀسم ٿي ويو. شاهه لطيف کهڙي فهم ۽ مطلب **سان ٿهو**نگاريو هو، "هٿڻ، هڪلڻ، ٻيلي سارڻ، مانجهيان ايءَ مرڪ" ، پر مون، نفرت ۽ انتقام جي ٻنيٽ ۾ ڀسم ٿيندي جهونگاريو، "هٿڻ هڪلڻ، ٻيلي سارڻ، مانجهيان ايءُ مرڪ."

نه هوش باقي رهيو، ۽ نه حواس تي قابو. ڪامندي، سڙندي ۽ ڦچرندي، عذاب ۾ ڇيچلائيندي، مان وڄ وانگر پوليس اسٽيشن ڏانهن وڌندو ويس، ۽ درود وانگر وڏي واڪ ورجائيندو ويس ،هٿڻ، هڪلڻ، ٻيلي سارڻ، مانجهيان ايءُ مرڪ- هٿڻ، هڪلڻ، ٻيلي سارڻ، مانجهيان ايءُ مرڪ. سموري ماحول ۽ سموري ڪائنات مان آواز ايندو رهيو ، هٿڻ هڪلڻ ٻيلي سارڻ، مانجهيان ايءُ مرڪ. آوازن جي ٻرندڙ جهنگ مان نڪري الائي ڪينن ۽ ڪيتري دير ۾ مان ٺاڻي تي پهتس. هوش نه هئڻ جي باوجود مان ڄڻ هوش ۾ آيس.

ٺاڻي ۾، بدحواسيءَ ۽ نفرت وچان داخل ٿيندي، مون ٻن ڄڻن سپاهين کي ڌڪي وڌو هو. پوءِ جڏهن ايس ايڇ او جي ڪمري ۾ پهتس ته سپاهين جي لوڌ منهنجي ڪڍ ڪمري ۾ ڪاهي آئي. ڪروڌ وچان مون انسپيڪٽر کي سيني تي **لت وهائي ڪڍي. هو بوڙائيون کائي ڪرسيءَ تان ڪري پيو. هڪدم ڪيس هانهن ۾ ڪٿي، ڦيراني پٽ سان هنيم. ڪرڻ شرط هن روالور ڪڍي ورتو. هڪ گولي مون کي سٿر ۾، ۽ ٻي پيٽ ۾ لڳي. مان مٿان وڃي ڪريو مانس. ڏند ڪرٽيندي چيم، 'تون گلاب جو قاتل آهين- تون گونگي گگدام جو قاتل آهين. مان توکي جيئرو نه ڇڏيندس، ڪتا، ڪمينا مان توکي جيئرو نه ڇڏيندس.'**

انسپيڪٽر ٽين گولي هلائي ڇڏي. مون کي ائين محسوس ٿيو! منهنجي سيني ۾ ڄڻ باهه جو ٻرندڙ جبل ڦاٽي پيو. ٽين گولي مون کي سيني ۾ لڳي هئي. سمورو ماحول دونهين وانگر ڌڏندي ڌڏندي منهنجين اکين کان اوجهل ٿي ويو. مان پراسرار خلائن ۾ اڏامندو ويس. هوائن جي سمنڊ ۾ اڻ ڏٺي منزل ڏانهن ترندو ويس- ٻڏندو ويس، تان جو مون کي ڪجهه ياد نه رهيو. سڀ ڪجهه مسـر ٿي



:

ويو، ميسارجي ويو. وقت، ماحول، ۽ ماحول جي بي رحمي، سڀ ڪجهه بيمطلب ٿي پيو. بقا بي معنيٰ ٿي پيني، ۽ فنا کي معنيٰ ملي ويني.

مون کي ڪجهه ياد ڪونهي ته آخري سفر تان ڪينن ۽ ڪڏهن مان موٽي آيو هوس بي بقا دنيا ۾ بيهر پنهنجيءَ موجودگيءَ جو احساس تڏهن ٿيو هو، جڏهن هوش اچڻ کان پوءِ مون پاڻ کي پٽين ۾ ويڙهيل، راولپنديءَ جي ڊسٽرڪٽ هاسپيٽل ۾ ڏٺو هو. منهنجي مٿان هٿياربند سپاهين جو پهرو هو. ●

# عبرت بڪ ڪلب جو ايندڙ ڪتاب

ننڍي کنڊ جي وڏي ڪھاڻيڪار

# ڪرشن چندر

جي ڪھاڻين جا ٽي مجموعا ھڪ جلد ۾

## موھن جي دڙي جو خزانو

مترجم\ مرتب

**زيب سنڌي**

- سنڌيءَ ۾ ڪرشن چندر جي ڪھاڻين جي ڀھريون ڀيرو ڀرپور چونڊ
- ڪرشن چندر جي فن ۽ شخصيت جو جامع احوال
- ٽي ڪتاب، ھڪ جلد ۾ - ھڪ ڪتاب جي قيمت ۾

# عبرت بڪ ڪلب جا ڇپيا ايندڙ ڪتاب

- چونڊ ادبي انٽرويوز
- چونڊ سياسي انٽرويوز
- 1993ع جون چونڊ ڪهاڻيون